# نبي اڪرم ﷺ
## بطور ماهرِ نفسيات (اردو)
ليکڪا: سيده سعديہ غزنوي

# نبي ڪريم ﷺ
## عظيم ماهرِ نفسيات (سنڌي)
سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ

المرڪزالاسلامي الجامعتہ الغوثيہ، قاسم آباد، ٽنڊومحمدخان

**سنڌيڪار جا سڀ حق ۽ واسطا قائم**

سلسليوار اشاعت

ڪتاب جو نالو : نبي ڪريم ﷺ
عظيم ماهرِ نفسيات

ليکڪا: سيده سعديہ غزنوي

سنڌيڪار: مُنور بُٽ (0334 3181387)

ڇاپو : پهريون شوال 1442 هـ ـ جون 2021ع

ڇپائيندڙ: المرڪزالاسلامي الجامعہ الغوثيہ ـ ٽنڊومحمدخان

قيمت : =/240

NABI KAREEM ﷺ
Azeem Maahire Nafsiyaat
Urdu By: Sayedah Sa'diah Gazanavi
Translated into Sindhi by: Munawar Butt
Published by: Al-Markaz-al-Islami al-Jamiatul Gouthiya,
Qasimabad, Tando Muhammad Khan.
Edition First, 1442 Hijree — 2021AD. Cell: 0333-2163378

# انتساب

**مان هن سنڌي ترجمي کي محترم احمد رضا آڳرو لڳ سينڌل مهيسر محلو شهر ميهڙ جي نالي ڪريان ٿو جنهن جي مهرباني ۽ خلوص واري مشوري تي مون هي ڪتاب ترجمو ڪيو آهي. الله پاڪ اسان ٻنهي جي پورهيي کي قبول ڪرڻ فرمائي. آمين.**

# فهرست

| عنوان | صفحو |
|---|---|

# ديباچو

رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليم گهڻ رخي خير ۽ برڪت جي حامل آهي. اسوه حسنہ ۾ جيڪا رهنمائي موجود آهي، اها انسانن کي انهن جي مڙني بيمارين ۽ سڀني پريشانين کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جو هڪڙو نهايت اثرائتو ذريعو آهي. انساني زندگيءَ جي مڙني پهلوئن کي خوشگوار ۽ مسرت سان پريل ناهڻ ۾ پاڻ سڳورن جي سيرت بهترين نمونو آهي. جسم ۽ روح جي شفاء لاءِ علاج جو ڪامياب طريقو آهي. جسم جي صحت ۽ طاقت، روح جي افزائش ۽ پاڪيزگي، ذهن جي پاڪائي ۽ تازگي، ارادن ۽ نيتن جو سڌارو ۽ ڪردار جي عظمت ۽ بلندي لاءِ اسوه رسول، نبي ڪريم ﷺ ماهرِ نفسيات جو لازمي لاپ آهن.

پاڻ سڳورن جي ارشادن تي عمل پيرا هجڻ ۾ جسماني ۽ روحاني فائدن کان علاوه نفسياتي شفاء جو سامان موجود آهي.

نفسياتي ماهرن نفسياتي علاج جا جيڪي بہ طريقا اختيار ڪيا آهن، اهي سڀ جا سڀ، بلڪ انهن کان بہ تمام گهڻي رهنمائي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن ۾ موجود آهي. جيڪڏهن نفسياتي ماهر سيرت النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مطالعو ڪن تہ انهن کي نفسياتي علاج جي لاءِ تمام گهڻي روشني ۽ رهنمائي حاصل ٿي سگهي ٿي.

حديثن سان ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪجي ٿي.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حجتہ الوداع جي موقعي تي جيڪو خطبو ارشاد فرمايو، ان ۾ هي جملو مشهور آهي:

"ڪلڪم من آدم و آدم من تراب فليس للعربي عليٰ العجمي فضل ولا لعجمي علي العربي ولا الاسود علي الابيض ولا الابيض علي الاسود فضل الا بالتقويٰ." يعني، ڪوبہ شخص

احساس ڪمتري ۾ نہ ڦاسي تہ اهو ڪنهن ٻئي کان گهٽ عزت وارو آهي. رنگ ۽ نسل جي ڪري ڪنهن ٻئي تي فوقيت نٿو رکي. برتريءَ جو معيار صرف ڪردار ۽ تقويٰ آهي.

هڪڙي ٻي حديث ۾ فرمايو:

"الهم نصف الهرم" يعني، غمگين رهڻ سان جلد ٻڍاپو ايندو آهي.

هڪڙي ٻي حديث ۾ فرمايو:

"والرغبة في الدنيا تڪثر الهم والحزن والباطلة تفسي القلوب" يعني، دنيا جي هوس غم ۽ ڏک ۾ ڦاسائي ڇڏيندي آهي ۽ لاپرواهي دل کي ٽيڏو ڪري ڇڏيندي آهي.

هڪڙي ٻي حديث ۾ فرمايو:

"اليدالعليا خير من يدالسفلي" يعني، پنهنجو هٿ مٿن رکڻ هيٺان رکڻ کان بهتر آهي.

مطلب تہ سوال ڪرڻ واري صورت ناهڻ سان ۽ هٿ هيٺان رکڻ سان هيچ خيال پيدا ٿيندا آهن ۽ هٿ مٿي رکڻ سان حوصلو بلند ٿيندو آهي.

هڪڙي ٻي حديث ۾ فرمايو:

"اذا غضب احدڪم فهر قائم فليجلس فان ذهب عنه الغضب فيها الا فاضطجع" يعني، ڪاوڙ اچي تہ ويهي رهجي. جيڪڏهن ڪاوڙ گهٽي چڙهي تہ سمهي پئجي.

هن حديث پاڪ ۾ ڪاوڙ جو نفسياتي علاج ٻڌايو ويو آهي ۽ اهڙي نموني جون گهڻيون حديثون موجود آهن. جن مان نفسياتي علاج جي گهڻي رهنمائي ملي ٿي.

محترمہ سيده سعديہ غزنوي صاحبہ پنهنجو هي ڪتاب "نبي اڪرم ﷺ بطور ماهرِ نفسيات" لکي سيرت النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهڻ رخي هجڻ جو ثبوت فراهم ڪيو آهي ۽ نفسياتي ماهرن جو هن ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي تہ اهي حديثن جو غور سان مطالعو ڪن تہ انهن کي نفسياتي علاج جي طريقي جي معاملي ۾ گهڻي

روشني ۽ رهنمائي حاصل ٿي سگهي ٿي. محترمہ سيده سعديہ غزنوي جي هي ڪوشش ۽ محنت ساراهڻ جي لائق ۽ واکاڻ جوڳي آهي.

الله تعاليٰ ان کي هن عظيم خدمت تي دين ۽ دنيا جي سعادت ۽ اجر عظيم عطا فرمائي ۽ دربارِ رسالت ۾ قبوليت جي شرف سان نوازي.

**مفتي محمد حسين نعيمي**

**دارالعلوم جامعہ نعيميہ لاهور.**

# پيش لفظ

تخليقي لحاظ کان انسان قدرت جو هڪڙو مڪمل شاهڪار آهي. ان ۾ سوچڻ، سمجهڻ، فيصلو ڪرڻ ۽ پنهنجي اوسي پاسي کان متاثر ٿيڻ جي صلاحيت موجود آهي. اهو جيڪڏهن سٺي ماحول ۾ رهي ۽ کيس سٺي رهبري ملي ته اهو سٺي ڪردار جو مظاهرو ڪندو آهي. پر جيڪڏهن ان کي غلط تربيت ملي، ان کي سٺي سرپرستي حاصل نه ٿئي، محبت نه ملي، زندگيءَ جي پيچ ڊڪ ۾ بي سهارو ڇڏيو وڃيس ته اهو پنهنجي ڪچڙي ذهن سان نيڪ فيصلا نه ڪندو آهي، بلڪ ڇڙواڳي ۽ ڏوهن جو رستو اختيار ڪري وٺندو آهي.

مغربي ملڪن ۾ ننڍي عمر وارن ڏوهارين جي زندگيءَ جي حالتن جي تحقيق مان اهو ثابت ٿيو آهي ته انهن مان اڪثر اهي هيا جن جي مائٽن انهن کي ڇڏي ڏنو هو. ٿائلنڊ ۾ ٽيهه هزار بي سهارا ٻار گهٽين ۾ رلندا رهندا آهن، انهن جو ڪوبه گهر ڪونهي. انهن کي سماجي رَويا ۽ ادب سيکارڻ وارا انهن کي ڇڏي ويا ۽ هاڻي اهي چوريون ڪرڻ ۽ نشي واريون شيون کپائڻ جي سهاري زنده آهن.

اسان جي اوسي پاسي جا اهي مسئلا ايترو گنڀير آهن جو انهن کان اکيون ٻوٽي ويهي رهڻ ممڪن ڪونهي. بلڪ انهن مسئلن جي معاملي ۾ خاموشي اختيار ڪرڻ وارا به خرابين ۽ ڏوهن جا مددگار آهن. هر شخص پنهنجن معاشي مسئلن ۾ اهڙو ڦاسي ويو آهي جو اهو ٻين جي لاءِ پنهنجو وقت قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪونهي. مغربي معاشري شخصي آزاديءَ جو هڪڙو عجيب مطلب پيش ڪيو آهي ته اسان ٻين جي معاملن ۾ دلچسپي نه وٺون. ڇوته ڪنهن جي ذاتي مسئلن ۾ دخل ڏيڻ تهذيب جي خلاف آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن ڪشميرين تي

ظلم جي ڳالهہ ڪرڻ سان ٻارت جي اندروني معاملن ۾ دخل اندازي ٿئي ٿي ۽ ٻارت ان کي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونهي.

هنن ئي ڏينهن ۾ هڪڙي ڌاڙي ۾ ملوث ڏوهي جڏهن گرفتار ٿيا تہ اهي چارئي شاهوڪار گهرن ۽ سٺن خاندانن جا تعليمي ادارن ۾ پڙهندڙ نوجوان هيا. انهن کي ڌاڙن ڦرن تي آماده ڪرڻ ۾ غربت يا محروميءَ جو ڪوبہ دخل نہ هو. انهن جا مائٽ موجود هيا ۽ پڙهيل لکيل هيا. اهي شاهوڪار گهرن ۾ زندگيءَ جي مڙني سهوليتن سان رهڻ جي باوجود ڏوهن جي دنيا ۾ اچي ويا. ممڪن آهي انهن جا پيءُ ماءُ پنهنجن مصروفيتن ۾ ايترو رڌل رهيا هجن جو ٻارن کي سيکارڻ ۽ ڪردار ٺاهڻ جي ذميواري ملازمن جي حوالي ٿيل هجي.

هن واقعي جي سببن تي ويچار ڪجي تہ اڳتي جي لاءِ گهٽيون ئي فائدي واريون ڳالهيون معلوم ٿي سگهن ٿيون، پر هر ٻار جي غلطيءَ جي سببن جو پتو لڳائڻ انهيءَ ڪري ممڪن ڪونهي تہ ايترا تربيت ورتل نفسياتي ماهر ڪٿان اچن جو اهي هر ڏوهي ماڻهوءَ جي ڏوهہ جو سبب معلوم ڪرڻ ۾ لڳي وڃن؟

مائٽ پاڻ بہ پريشان آهن تہ انهن جا ٻار سندن مرضيءَ جي مطابق نٿا هلن، انهن جي امتحانن جا نتيجا اهڙا نٿا اچن جنهن جي انهن کي اميد هوندي آهي. بلڪ هاڻي اڪثر مائٽ ان ڳالهہ لاءِ مجبور ٿي ويا آهن تہ امتحان جي نتيجي کي پنهنجي اثر رسوخ ۽ مالي وسيلن جي ذريعي تيار ڪرائين. ٽيوشن سان ذهني واڌ ويجهہ تي خراب اثر ٿئي ٿو، مگر اها هڪڙي مجبوري ٿي وئي آهي.

اهي مسئلا ڪنهن سٺي ۽ اعتماد واري حل جي تقاضا ڪن ٿا. جديد نفسيات مسئلن کي بيان تہ ڪري ٿي پر اهڙو حل تجويز نٿي ڪري جنهن تي هر شخص عمل ڪري سگهي يا بگڙيل ٻار کي سڌارڻ يا هيروئن جي عادي ڪنهن شخص کي عملي زندگيءَ ۾ آساني سان موٽائي سگهي. انهن انسانن کي جانور بڻائي پيش ڪري ڇڏيو ۽ ان جي

ذهن ۽ ڪردار کي رڳو منجهايو ئي ڪونهي پر ان جي شخصي انا کي مجروح ڪري ڇڏيو. انسان جي سوچ, خيال ۽ ان جي رد عمل جو اظهار هڪڙو مشيني عمل ڪونهي, بلڪ ان تي اثرانداز ٿيڻ واريون شيون بيون بہ گهڻيون آهن, جن ۾ سيني کان وڏو هٿ روحانيت جو آهي. الله جو وجود برحق آهي. ان انسانن جي سهوليت جي لاءِ ڪائنات جو هڪڙو نظام ٺاهيو آهي جنهن مان فائدو وٺڻ جو طريقو سيکارڻ لاءِ ان هدايت ڪرڻ وارا (هادي) موڪليا. انهن زندگيءَ جي عملي پهلوئن کان صرف واقف نہ ڪرايو بلڪ پنهنجي ڪردار کي نموني جي طور اسان جي سامهون رکي ٻڌايو تہ ذهني ۽ جسماني طور تي تندرست زندگي گذارڻ جو صحيح ڍنگ ڇا آهي. جيئن قرآن شريف نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ جي اسلوب ۾ بين جي لاءِ فائدي وارو هجڻ جو ڏس ڏيندي فرمائي ٿو:

"لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ" (احزاب: 21) معنيٰ: بيشڪ توهان جي لاءِ الله جي رسول جي طريقي ۾ بهترين مثال آهي.

انهن جي گهمڻ ڦرڻ, رهڻي ڪرڻي, کائڻ پيئڻ جي انداز, ڪردار, لباس ۾ ئي رڳو نہ بلڪ گفتگو جي انداز ۾ بہ سکڻ جون بهترين ڳالهيون هيون. پاڻ سڳورا گفتگو جي ڍنگ سان ماڻهن جون دليون کٽي ويندا هيا. سندن زندگيءَ ۾ عجيب ۽ غريب لاڙا آهن. ڪڏهن اهي شفيق پيءُ آهن ۽ ڪڏهن بردبار دوست, ۽ ڪڏهن لڙائي جي ميدان ۾ اهڙي فوج جا ڪمانڊر آهن جنهن جو هر سپاهي انهن جي اک جي اشاري تي پنهنجي جان ڏيڻ فخر سمجهي ٿو. حسن سلوڪ کان وٺي صلہ رحمي تائين, عدالت کان وٺي معاشيات تائين, نفسيات کان وٺي طب تائين انهن زندگيءَ جي هر مرحلي جي لاءِ مفيد ڳالهين سان رهنما اصول سيکاريا ۽ انهن مان هرهڪ زندگيءَ جي هر مرحلي ۽ تاريخ جي هر دور جي لاءِ قابل عمل آهي.

تهذيب ۽ اخلاق جي دعويٰ ڪرڻ وارن ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ فتح ڪيل علائقن ۾ جنهن شرمناڪ ڪردار جو مظاهرو ڪيو ان جون

ٻڌيون اڄ بہ ڪلي نہ سگھيون آهن، مگر ان جي مقابلي ۾ فتح جي نشي ۾ چور فوجين کي پاڻ سڳورن جيڪا تربيت ڏني اها مڪي جي فتح کان پوءِ دشمنن سان ڪيل سلوڪ ۾ ڏسي سگھجي ٿي:

"وڃو اڄ توهان کان ڪوبہ بدلو نہ ورتو ويندو، توهان سڀ آزاد آهيو."

پاڻ سڳورا تلوار جي زور تي نہ پر پنهنجي اخلاق ۽ حسن سلوڪ سان دنيا تي حڪومت ڪرڻ جي ترڪيب سيکاري ويا. پاڻ سڳورن کي انساني ذهن، ان جي فزيالوجي ۽ بگڙي وڃڻ تي پيٿالوجي تي ايتري هٿ پهچ حاصل هئي جو اهي ايندڙ نسلن جي لاءِ عملي نفسيات جو هڪڙو واقعو ڇڏي ويا. انهن احساس ڪمتري ۽ ان جي رد عمل ۾ برائي جي احساس کي ڪچلي ڇڏيو. پنهنجي برتريءَ تي فخر ڪرڻ واري عرب قوم جون نياڻيون حبشي غلامن سان پرڻائي عملي طور ڏيکاريو تہ سڀئي انسان برابر آهن ۽ جسماني رنگ يا مهاندن سان ڪوبہ وڏو ناهي ٿيندو بلڪ وڏائي علم، خدمت ۽ اخلاق سان پيدا ٿيندي آهي.

"ڪنهن بہ قوم جو سردار اهو هوندو آهي جيڪو انهن جي خدمت ڪري."

پاڻ سڳورن جنهن معاشري جو بنياد رکيو اهو مختلف صورتن تي ٻڌل آهي. انهيءَ سلسلي جي جيڪڏهن ڪا هڪڙي ڪڙي ڪڍي ڇڏجي تہ فائديمندي متاثر ٿي وڃي ٿي. نماز صرف الله جي عبات ڪونهي پر اڪيلائي جي روڳ کان نڪري ماڻهن سان گڏجي وڃڻ جي تقريب آهي. جيڪو ماڻهو نماز نٿو پڙهي اهو پاڻ کي آسي پاسي وارن ماڻهن کان الڳ ڪري پنهنجي خيالن سان اڪيلو رهجي ويندو آهي. اسلام هڪڙي پلائي ۽ ٻين جي ڀلائي ۽ خير گھرڻ جو نالو آهي. ان جي سنئين ڳالهين ۽ زندگيءَ جي نفسياتي پهلوءَ جي باري ۾ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن کي جمع ڪرڻ جي باري ۾ سيده سعديہ غزنوي جيڪو پهريون قدم کنيو آهي، اهو بنا شڪ جي مينهن جي پهرين ڦڙي وانگر آهي، مگر ان پهرين ڦڙي ۾ اضافي خوبي اها آهي تہ ان

۾ روزمره جي نفسياتي مسئلن جو سرسري جائزو ئي نہ بلڪ انهن ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو قابل عمل نسخو بہ موجود آهي.

مان سمجهان ٿو تہ نفسياتي علم جي باري ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سوکڙين کي جمع ڪري سعديہ غزنوي صاحبہ هڪڙو اهم ڪارنامو انجام ڏنو آهي ۽ مون کي اميد آهي تہ هن فائدي واري ڪم کي اها اڳتي بہ جاري رکندي. الله تعاليٰ ان کي هن نيڪيءَ جي توفيق ڏيندو رهي. آمين.

ڊاڪٽر مطيع الرحمان
مشير براءِ نفسيات
افواج پاڪستان.

# لکڻ جو سبب

اها الله تعاليٰ جي وڏي مهرباني آهي جو ان مون کي هي توفيق ڏني ته مان دينِ حنيف جي هڪڙي اهڙي پهلوءَ کي جديد علمن جي روشني ۾ پيش ڪيان جنهن ڏانهن اسان جي اڳين اڪابرن (اسلاف) جو ڌيان ڪونه ويو آهي. ان جو سبب نه ته منهنجي ڪا قابليت آهي ۽ نه علم جي ڪا دعويٰ آهي. بلڪ الله جي رحمت ۽ فضل سان اها سعادت منهنجي حصي ۾ آئي ته مان سيرت پاڪ جا اهي اهم پهلو ماڻهن جي نفعي لاءِ پيش ڪريان.

انساني ذهن جي باري ۾ معلومات. ان جي ڪارڪردگي ۽ خرابي جي سببن ۾ زياده تر معلومات ويهين صدي ۾ ٿي. حالانڪ خيالن، انهن جي نوعيت ۽ انهن سان پيدا ٿيڻ وارن مسئلن جي باري ۾ معلومات جو سلسلو ارسطو تائين ڊگهو آهي. ان خوابن جي باري ۾ مشاهدا ڪيا ۽ عين ممڪن آهي ته ان جي علم جو ذريعو (ماخذ) حضرت يوسف عليه السلام جون عنايتون هجن. الهامي ڪتابن ۾ خوابن جو ذڪر ان کان اڳ وارن دورن ۾ به ملي ٿو مگر انهن جي فني حيثيت حضرت يوسف عليه السلام جي ئي هٿن ۾ آئي. ان خوابن مان ملڻ وارن استعارن جو عام فهم ترجمو يا تعبير جو علم ماڻهن کي سيکاريو. پوءِ حضرت دانيال عليه السلام ان موضوع کي اڳتي وڌايو پر ان شاگرد ڪونه ڇڏيا. ان علم کي علمي حيثيت پهريون پيرو نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي زبان مبارڪ کان ملي. پاڻ سڳورن ماڻهن جا خواب ٻڌڻ ۽ تعبير بيان ڪرڻ جو باقاعده وقت مقرر ڪيو هو ۽ انهن کان اهو علم سکڻ وارن ان کي ان ئي طريقي سان اڳتي هلايو. خواب جو تعبير بيان ڪرڻ واري جي لاءِ "معبر" جو لقب مشهور ٿي ويو. ڇوته انهن ان کي باقاعده علم ناهي ڇڏيو هو.

توريت ۾ خودڪشيءَ جي ڪجھ واقعن جو ذڪر ٿيل آهي، مگر انهن جي عمل کي خراب ٻڌايو ويو. ٻين مذهبن ۾ مئل مڙس سان گڏ پاڻ کي جيئري ساڙي ڇڏڻ يا بادشاھ جي خوشنوديءَ جي لاءِ پيٽ ۾ تلوار ٽنبڻ، ٻين جي گناهن جو بوجھ گهٽ ڪرڻ لاءِ پاڻ ساڙڻ وغيره جي رسمن کي مختلف مذهن جي سرپرستي حاصل رهي آهي. انساني جان کي اهميت ڀريون پيرو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم عطا ڪئي ۽ ان کي ضايع ڪرڻ جي لاءِ خودڪشي ڪرڻ يا انسانن کي رنگ، نسل يا جسماني نقصن جي بنياد تي حقير سمجهڻ جي رسم بہ پاڻ سڀورن ختم ڪئي. انهن انسان کي ان جو شرف بخشيو. انسان جي خوديءَ جو تصور بہ انهن جي عطا آهي. جنهن لاءِ پوري انسانيت کي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ٿورائتو هجڻ لازمي آهي.

پاڻ ۾ ملاپ ڪرڻ جو معاهدو جڏهن مذهب يا معاشرتي قانون جي سرپرستي ۾ انجام ڏنو وڃي تہ اها شادي آهي، مگر ان جي برخلاف ٻن فردن جو گڏ رهڻ مسئلن جو سبب بڻجي سگهي ٿو. هر دور ۾ هر معاشري ۾ خوشگوار زندگي گذارڻ جا اصول مرتب ٿيا، پر انهن جي افاديت محدود رهڻ سان ڪا ڳالھ بہ يقيني ٿي نہ سگهي جنهن جي ڪري گهريلو اٽبڻت ۽ ڦڏا پيدا ٿيندا رهيا. انهن مسئلن جي حل لاءِ بہ خاص مرڪز قائم ٿيا ۽ ڪڏهن ڪميشن جون گڏجاڻيون بہ ٿيون پر طلاق جي شرح ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي. اسڪنديانيوي جي باشندن طلاق جي منجهيل طريقيڪار کان جان ڇڏائڻ جي اها عجيب ترڪيب ڪڍي تہ نڪاح ئي نہ ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري جڏهن بہ گهرو تہ الڳ ٿي وڃو ڪنهن تي ڪو بوجھ نہ هوندو. اها بيهودي شادي انساني فطرت جي خلاف آهي، ڇوتہ انسان جي هميشہ اها خواهش هوندي آهي تہ ان جي زندگيءَ جو بنياد يقيني ڳالهين تي رهي. انهيءَ ڪري گهڻا ماڻهو ذاتي ڪاروبار جي بجاءِ سرڪاري ملازمت کي ترجيح ڏيندا آهن، ڇوتہ ان ۾ پگهار ۽ پينشن يقيني هوندا آهن. اسلام گهريلو زندگي جي مسئلن جي هر حصي کي ايترو تفصيل سان حل ڪيو آهي جو ان کان علاوه جنهن بہ جڏهن بہ ڪو حل تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اهو ناڪام رهيو.

روزمره جي نفسياتي مسئلن ۾ ڪجهه ڳالهيون اهڙيون آهن جن کي نفسياتي ماهرن الڳ بيماري طور بيان نه ڪيو آهي. حالانڪ عادتن، ڍنگ ۽ ڪردار ۾ انهن جي حيثيت تسليم ٿيل آهي. جيئن بغض، حسد، ڪاوڙ گلا، بهتان، جاسوسي وغيره.

حضرت مطلب بن عبدالله رضي الله عنه روايت ڪئي آهي:
هڪڙي شخص رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان پڇيو ته گلا ڇا آهي؟
پاڻ سڳورن فرمايو تون ڪنهن جي باري ۾ ان جي پرپٺ ڪنهن ڳالهه جو اهڙي نموني سان ذڪر ڪرين جو جيڪڏهن ان جي سامهون ڪيو وڃي ته ان کي خراب لڳي.
سوال ڪرڻ واري عرض ڪيو ته اها ڳالهه جيڪڏهن حقيقت هجي ته پوءِ؟ فرمايو ويو ته به خراب آهي، پر جيڪڏهن تو ڪوڙي ڳالهه ڪئي ته اها بهتان ٿي ويندي. (مالڪ)

نفسياتي ماهر انهن مڙني ڳالهين کي ٻين بيمارين جي علامت قرار ڏين ٿا. جيئن ڊاڪٽرن جي نظر ۾ کنگهه بذاتِ خود ڪا بيماري ڪونهي بلڪ مختلف بيمارين جي علامت آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم انهن ڳالهين کي الڳ الڳ بيان ڪري اهو ثابت ڪيو آهي ته انهن مان هرهڪ پنهنجي ذات ۾ هڪڙو مسئلو آهي ۽ ان جو حل ان جي سببن ۾ ڳوليو وڃي.

هي مختصر لکت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي نفسياتي ارشادن جو مڪمل جائزو ڪونهي بلڪ ان سلسلي ۾ پهرين وک آهي. الله تعاليٰ جو فضل ۽ ڪرم قائم رهيو ته انشاء الله انهن مان هر موضوع تي ارشاد نبوي پيش ڪيا ويندا.

الله تعاليٰ هن خدمت کي بجا آڻڻ ۽ ان کي مڪمل ڪرڻ جي مرحلن کي آسان ڪرڻ جي لاءِ مون کي عالمن سڳورن مان مولانا مفتي محمد حسين نعيمي صاحب، حافظ عبدالرشيد صاحب، مولانا حافظ عبدالقادر روپڙي صاحب، مولانا عبيدالحق خان صاحب ندوي ۽ مولانا محمد حسين اڪبر صاحب جي رهنمائي نصيب ڪئي.

نفسياتي ماهرن ۾ ڊاڪٽر مطيع الرحمان صاحب، ڊاڪٽر سيد اظهر علي رضوي صاحب ۽ ڊاڪٽر عبدالرئوف مير صاحب مون کي پنهنجي ذاتي توجهه کان نوازيو. ڊاڪٽر نوشين رحمان صاحبہ پنهنجي پوري لئبريري منهنجي حوالي ڪري ڇڏي ۽ اهڙي طرح انهن بزرگن جي عنايتن هن ڪتاب جي شڪل حاصل ڪئي.

پرنسپل ڊاڪٽر محمد معروف، پرنسپال ڊاڪٽر خالد مسعود قريشي، پروفيسر محمد رمضان مرزا ۽ پروفيسر سلطان صلاح الدين قريشي حوصلہ افزائي ڪري هن خير جي ڪم ۾ پنهنجو حصو ملايو. الله تعاليٰ انهن سڀني کي جزاءِ خير عطا ڪري.

هن ڪتاب جي تصور کان وٺي لکجي وڃڻ تائين رڱونہ پر ڇپائي جو هر مرحلو ڊاڪٽر خالد غزنوي جي توجهه، مشوري ۽ ڪوشش سان مڪمل ٿيو. مون ان جي علمي ذخيري ۽ مقالن کي استعمال ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ سُستي کان ڪم ناهي ورتو. جيڪڏهن منهنجي لکت ۾ ان جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي تہ اها قدرتي ڳالهہ آهي، ڇوتہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اولاد کي تعليم ۽ تربيت ڏيڻ پيءُ جي ذميواري قرار ڏنو آهي. انهن پنهنجو شرعي فرض وڏي محبت ۽ خلوص سان ادا ڪيو.

سيده سعديہ غزنوي

35، چيمبرلين روڊ لاهور.

# خوف ۽ ڊپ

انسان جي بنيادي جبلتن ۾ ڊپ، ڏک ۽ خوشي اهميت رکن ٿا. انسان جڏهن پنهنجي لاءِ تڪڙو خطرو محسوس ڪندو آهي تہ ان جو رد عمل فڪر، دهشت، گهبراهٽ، پريشاني وغيره جي صورتن ۾ ٿيندو آهي. خطرو جيڪڏهن تڪڙي نوعيت جو هجي تہ ان کان جسم ڪنبڻ لڳندو آهي. جسم ٿڌو ٿيڻ لڳندو آهي، اکيون ڦاٽي ويندیون آهن، دل ٻُڏڻ لڳندي آهي. اها حالت ڪا خراب خبر ٻڌڻ سان بہ پيدا ٿي سگهي ٿي ۽ ڪنهن حادثي کان پوءِ بہ. طب جي علم ۾ ان کي شاڪ (Shock) چوندا آهن، جنهن کي اسان جي ٻولي ۾ صدمو چيو ويو آهي. پر اهو لفظ صورتحال جي شدت کي چٽو نٿو ڪري. ڏنو ويو آهي تہ خوف، لڙائي، فرار کي بدني علم ۾ "فِيئر" "فائيٽ" "فلائيٽ" (Fear, Fight, Flight) چوندا آهن. انهن جي دوران هڪڙو اهڙو ڪيميائي جوهر پيدا ٿيندو آهي جيڪو جسم ۾ اهڙيون تبديليون آڻيندو آهي جن کي ڏسي سگهبو آهي. انهن ڪيفيتن کي امرجنسيز آف لائيف ( Emergencies of life) يا زندگيءَ جا خطرا چوندا آهن.

انگلنڊ ۾ سرجري جي هڪڙي اعليٰ امتحان جي دوران سوال پڇيو ويو تہ صدمي جي شديد ڪيفيت ۾ مريض جو سڀ کان اڳ ۾ ڪهڙو علاج ڪيو وڃي؟ ان معاملي ۾ ماڻهن مختلف جواب ڏنا ۽ ناپاس ٿي ويا. ان جو مختصر جواب "اي ورڊ آف ڪمفرٽ" ( A word of Comforit) هو يعني، تسلي ۽ اطمينان جا ڪجهہ لفظ.

اهڙن مرضن جي علاج ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وڏيڪ بهتر ۽ جامع اصول تعليم فرمايو.

حضرت ابو رمشہ رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"انت الرفيق والله الطبيب" (احمد) يعني، توهان جو ڪم دلاسو ۽ اطمينان ڏيڻ آهي ۽ علاج الله خود ڪندو.

هن مضمون متعلق ٻيون بہ حديثون آهن، جن ۾ علاج ڪرڻ واري کي هدايت ڪئي وئي آهي تہ اهو بيماري ۾ دلچسپي وٺڻ سان گڏ مريض کي دلاسو ۽ تسلي ڏئي. اطمينان ڏياري تہ جيئن ان جي دل ۾ دهشت ختم ٿي وڃي. حادثن، ذهني صدمن ۽ بيمارين جي دوران مريض کي اطمينان ڏيارڻ وڏيڪ اهميت واري ڳالھ آهي. هر مسلمان جي لاءِ اهو لازم آهي تہ جڏهن ان جو ڪو ڀاءُ بيمار ٿئي تہ ان جي مزاج پرسي لاءِ وڃي. حضرت ابوسعيد خدري رضہ بيان ڪيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"اذا دخلتم علي المريض فنفسواله في الاجل، فان ذالڪ لا يردشيئا، وهو يطيب نفس المريض." (ابن ماجہ) يعني، جڏهن توهان ڪنهن مريض وٽ وڃو تہ ان جي موت کي ٽاريو (يعني ان کي دلاسو ڏيو ۽ حوصلو ڏيو) ڇوتہ ائين ڪرڻ سان ان کي نفسياتي، حوصلو ٿيندو آهي.

محدثن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو پنهنجو طريقو بيان ڪيو آهي تہ پاڻ سڳورا سڀ کان پهريان مريض کان ان جو حال پڇندا هيا، ان جي ڳالھ ٻڌندا هيا ۽ پوءِ فرمائيندا هيا "طهور انشاء الله" يعني، الله گهريو تہ جلد ٺيڪ ٿي ويندين. ان جو نفسياتي فائدو اهو آهي تہ مريض جي اڪيلائي ختم ٿي ويندي هئي، ان کي ذهن جي اندر لڪل ڪيفيتون ۽ تڪليفون ڪيڻ جو موقعو ملندو هو ۽ پوءِ ان کي تسلي ٿيندي هئي تہ الله گهريو تہ اهو ٺيڪ ٿي ويندو.

گهٻراهٽ، دهشت، خوف، ڊپ ۽ ڏک جو سبب بيماري، سماجي جهڳڙا، فساد ۽ لڙاين کان علاوه خانداني يا مٽن مائٽن جا مسئلا بہ ٿي سگهن ٿا. انهن مان اڪثر جڏهن واقع پذير ٿيندا آهن تہ ماڻهوءَ جي جسم تي ڪنهن بہ صورت ۾ رد عمل ظاهر ٿيندو آهي. جيئن دروازي تي پوليس اچي وڃي تہ اهو گهٻراهٽ جو شڪار ٿي ويندو. ڊپ ۽ گهٻراهٽ جي وچ ۾ ماهرن اهو فرق ٻڌايو آهي تہ خطرو هڪڙو چٽو انديشو آهي، جڏهن تہ گهٻراهٽ خيالي معاملو آهي يا متوقع خطرن جو رد عمل آهي. هر خطري جو رد عمل مختلف هوندو آهي، ڪنهن جاءِ تي فرار جي

ضرورت هوندي آهي ۽ ڪنهن جاءِ تي پڄي وڃڻ جي بجاءِ روئڻ پٽڻ ۽ بيهوش ٿي وڃڻ ئي ڪافي رهندو آهي. اهڙي قسم جون حالتون جڏهن ڪنهن مسلمان کي پيش اچن ته قرآن شريف فرمائي ٿو:

"وَبَشِّرِ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٥٥﴾ الَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَتْهُمْ مُّصِيْبَةٌ قَالُوْٓا اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿١٥٦﴾ اُولٰٓئِكَ عَلَيْهِمْ صَلَوٰتٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَرَحْمَةٌ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُهْتَدُوْنَ ﴿١٥٧﴾" (البقره).معنيٰ: اي پيغمبر! صبر ڪرڻ وارن کي خوشخبري ٻڌاءِ (١٥٥) اهي صبر وارا جن کي جڏهن ڪا تڪليف پهچندي آهي ته چوندا آهن ته اسان الله جا ٻانها آهيون ۽ اسان کي ان جي طرف موٽڻو آهي(١٥٦) اِهي اُهي ماڻهو آهن جن تي سندن پالڻهار طرفان مهربانيون ۽ ٻاجهه آهي، ۽ اهي ئي سڌي واٽ وارا آهن(١٥٧).

هن ڪان پهرين آيت ۾ فرمايل آهي ته اسان توهان کي نقصان، مال، دولت، ڏپ ۽ خوف جي ذريعي آزمائش ۾ وجهي استقامت ۽ يقين جو امتحان وٺندا آهيون ۽ جيڪي اهڙين تڪليفن جي باوجود ثابت قدم رهن انهن کي بهترين صلو ملندو.

جديد نفسيات توڙي جو ذهن جي مڙني ڪيفيتن ۽ تڪليفن جو احاطو ڪري ٿي پر ان ۾ خوف هجڻ يا خوف جو احساس ته الڳ الڳ موجود آهن پر انهن سان لاڳاپيل ڏک، ڏپ ۽ حسد الڳ مرض طور موجود ڪونهن. بلڪ ائين چئجي ته جيئن ڪنگهه هڪڙي علامت آهي باقي بيماري ڪونهي، ڇوته جنهن کي ٽي - بي آهي ته ڪنگهه ٿيندي ۽ اهائي ڳالهه نڙي جي خرابي ڪان وٺي خسري تائين بيمارين ۾ ٿي سگهي ٿي. جيئن ڪنگهه بذات خود بيماري ڪونهي ايئن اهي حسد کي الڳ ڪيفيت نٿا مڃين، بلڪ اها ڳالهه ٻين بيمارين جي علامت آهي. جڏهن ته اسان جي راءِ ۾ ڏپ، خوف ۽ ڏک سان گڏ ڪاوڙ به شامل هجڻ گهرجي جو اها به انهن مان هڪ جو حصو آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ذهني ٻڏتر پيدا ڪرڻ وارين انهن مڙني جبلتن تي پورو ڌيان ڏنو آهي ۽ انهن جي علاج جي اصول ۾ پهرين ڳالهه اها ٻڌائي ته مريض کي پهريان دلاسو ڏيو ۽ اطمينان ڏياريو،

ان کي حوصلو ڏيو پوءِ ان جي ڳالهہ ٻڌو تہ جيئن ان جي ذهن ۾ جيڪو ڪجهہ آهي، ان کي ٻاهر ڪڍي دماغ کي هلڪو ڪري ڇڏي. پوءِ اهو مشورو ڏنو تہ توهان الله کان دعا گهرو. ان ڳالهہ کان هٽي ڪري علاج جي لاءِ نفسياتي طور تي "پازيٽو ٽرانسفيرنس" (Positive Transference) هڪڙي حقيقت آهي.

خندق واري لڙائي جي موقعي تي لڙائي جاري هئي. دشمن مديني جو گهيراء ڪري ڇڏيو هو. هڪ ڀيرو دفعا دشمن جا ماڻهو خندق ٽپي اندر بہ آيا. راشن جي کوٽ، مجاهدن جي کوٽ ۾ مسلسل دٻاء سان دهشت طاري هئي. حضرت ابو سعيد خدري رضہ روايت ڪري ٿو تہ گهٻراهٽ جي ان ڪيفيت ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو:

"سڀئي ماڻهو گهٻرائجي ويا آهن، دهشت جو اهو حال آهي جو دليون سينن مان ٻاهر نڪرڻ واريون آهن. اسان کي همت ٻڌائڻ لاءِ ڪجهہ ڪيو."

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

اللّهم استر اوراتنا وآمن عوراتنا، جو وري وري ورد ڪيو. (احمد)

هن دعا جو هڪدم نتيجو نڪتو. مسلمانن کي حوصلو مليو. دشمن ڀڄي ويا ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي وڏيڪ هي خبر ٻڌائي تہ توهان جلد روم ۽ ايران بہ فتح ڪندا.

جيڪڏهن اسان انهن بيمارين کي ان شڪل ۾ تسليم ڪري ڇڏيون جنهن صورت ۾ جديد نفسيات اسان کي نامڪمل صورت ۾ ٻڌائي رهي آهي، تڏهن بہ انهن جو علاج ڪنهن دوا جي بجاءِ دلاسو ۽ اطمينان ڏيارڻ جي طريقن سان آهي. اڄوڪا اڪثر ڊاڪٽر مريض کي وقتي گهٻراهٽ جي لاءِ سڪون يا ننڊ واريون گوريون ڏين ٿا. جڏهن ٿورو سڪون ۽ اعتماد نظرا يندو آهي ۽ مريض ڳالهائڻ جي قابل ٿي ويندو آهي تہ پوءِ گفتگو ۽ بيماريءَ جا سبب ڊگهين ويهڪن ذريعي تلاش ڪيا ويندا آهن. اهو ضروري آهي تہ مريض کي علاج ڪرڻ واري تي گهڻو اعتماد هجي، اهو ان جي ڪنهن بہ راءِ يا مشوري تي اعتراض نہ

ڪري، بلڪ ان جي ڳالهہ ڪي جيئن جو تيئن قبول ڪري تہ علاج ممڪن آهي ۽ ان ۾ بہ ٽي سال لڳي وڃڻ معمولي ڳالهہ آهي.

حضرت عائشہ رضہ کان انهيءَ سلسلي ۾ هڪڙي دلچسپ روايت بيان ٿيل آهي.

انهن جي خاندان ۾ ڪوئي فوت ٿيندو هو ۽ ڏک ونڊڻ (تعزيت) لاءِ اچڻ واريون عورتون هليون ويندوين هيون تہ گهر جون عورتون سڀ ڏينهن جي ڪڇهري سبب ٿڪجي پونديون هيون تہ ان وقت تبينہ (جون جو ڏارو) تيار ڪرڻ جو حڪم ڏيندي هئي. پوءِ ثريد (شوربي ۾ ماني ٽڪرا ڪري وجهڻ) تيار ٿيندو هو. ثريد جي پيالي مٿان تلبينہ وجهي گهر جي ٿڪل عورتن کي کارايو ويندو هو ۽ فرمائيندي هئي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي

"التلبينتہ مجمتہ لفوادالمريض، تذهب ببعض الحزن (بخاري، ترمذي، نسائي) يعني، تبينہ دل جي مڙني بيمارين جو مڪمل علاج آهي. اهو دل تان غم جو بوجهہ لاهي ڇڏيندو آهي.

هتي دل تان غم جو بوجهہ لاهڻ جي لاءِ هڪڙي شي جو استعمال ڪيو ويو جنهن ۾ توانائي سان گڏ دل کي سڪون ڏيڻ وارا جزا شامل آهن. دل جي بوجهہ جي صورتحال ۾ قرآن شريف هڪڙو اهم نفسياتي اصول ٻڌايو آهي:

"وَاعۡبُدۡ رَبَّكَ حَتّٰى يَاۡتِيَكَ الۡيَـقِيۡنُ ﴿۹۹﴾" (الحجر) معنيٰ: ۽ جيستائين يقين تنهنجي اڳيان اچي پنهنجي رب جي عبادت ڪندو رهہ.

## قرآن مجيد ۽ خوف:

جيستائين تڪليف اچي نہ وڃي ان وقت تائين ان جي دهشت ۽ ڊپ يا خوف هوندو آهي. قرآن شريف ان ڪيفيت کي واضح ڪندي ايمان وارن جو ان مسئلي ڏانهن نہ صرف ڌيان ڇڪايو آهي بلڪ اهو واعدو بہ ڪيو آهي تہ اسان توهان کي انهن ڳالهين کان بچائڻ جي ذميواري کڻون ٿا.

"اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿١٣﴾" (احقاف) معنيٰ: بيشڪ اهي جن چيو تہ اَسان جو پالڻهار الله آهي پوءِ ثابت قدم رهيا تہ انهن کي نہ خوف آهي ۽ نہ غمگين ٿيندا ﴿١٣﴾

ان ئي ڳالهہ کي ٻي جاءِ تي هيئن ارشاد فرمايو:

"وَيُنَجِّي اللّٰهُ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا بِمَفَازَتِهِمْ لَا يَمَسُّهُمُ السُّوْٓءُ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦١﴾" (الزمر) معنيٰ: ۽ الله پرهيزگارن کي سندن مراد موجب ڇوٽڪارو ڏيندو نہ انهن کي تڪليف پهچندي ۽ نہ اهي ڏکارا ٿيندا ﴿٦١﴾

قرآن شريف خوف جي حالت کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جي ضمانت ڏيندي چوي ٿو:

"اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦٢﴾" (يونس) معنيٰ: خبردار! بيشڪ الله جي ولين تي ڪوبہ خوف نہ هوندو ۽ نہ ئي اهي غمگين ٿيندا ﴿٦٢﴾

نيڪ ۽ ڀَلن ماڻهن جي مثال ذريعي ٻڌايو ويو تہ اهي اسان جا دوست آهن ۽ پنهنجن دوستن کي ڊپ، خوف ۽ غم کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ اسان جي ذميواري آهي. ٻين لفظن ۾ ايئن چئي سگهون ٿا تہ جڏهن توهان اسان جا دوست ٿي وڃو تہ ڊپ ۽ غم کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ اسان جي ذميواري آهي. دوست ٿيڻ جي ترڪيب هي آهي تہ:

"مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦٩﴾" (مائده) معنيٰ: جن سچي دل سان الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون تہ انهن کي نہ ڪو ڊپ هوندو ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا (٦٩)

الله جو دوست ٿي خوف کان بچڻ جي ضمانت حاصل ڪرڻ جي شرطن جو ذڪر ابتدائي صورتن ۾ بہ وضاحت سان ملي ٿو.

"اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ لَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٧٧﴾" (البقره) معنيٰ: بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ نماز ادا ڪيائون ۽

زڪوات ڏنائون تن جو اجر سندن پالڻهار وٽ آهي ۽ انهن کي نہ ڪو خوف هوندو نہ اهي غمگين ٿيندا (٢٧٧)

ان ئي آيت کان پهريان ٻن جاين تي اهو ٻڌايو ويو آهي تہ جيڪي پنهنجو مال الله جي راهہ ۾ غريبن، مسڪينن، محتاجن کي ڏيندا آهن انهن جي ان عمل جو صلو الله انهن کي سٺو ڏيندو ۽ اڳتي جي لاءِ انهن کي ڪنهن بہ قسم جو ڪوئي خوف زندگيءَ ۾ نہ ٿيندو.

"فَمَنْ تَبِعَ هُدَایَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٣٨﴾" (البقره) معنيٰ: پوءِ جيڪي منهنجي هدايت تي هلندا تن کي نہ ڪو ڏپ هوندو ۽ نہ اهي غمگين رهندا(٣٨)

قريشن کي الله تعاليٰ پنهنجي قدرت ۽ عنايت جتائيندي فرمايو:

"فَلْيَعْبُدُوْا رَبَّ هٰذَا الْبَيْتِ ﴿٣﴾ الَّذِیْٓ اَطْعَمَهُمْ مِّنْ جُوْعٍ وَّاٰمَنَهُمْ مِّنْ خَوْفٍ ﴿٤﴾" (القريش) معنيٰ: انهن کي گُهرجي تہ هن گهر جي مالڪ جي عبادت ڪن ﴿٣﴾ جنهن انهن کي بُک ۾ کاڌو کارايو ۽ انهن کي خوف کان امن ڏنائين ﴿٤﴾

ڏپ، خوف ۽ غم کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جو واعدو قرآن شريف ۾ چالهين کان وڌيڪ جاين تي آيو آهي. پوءِ ان ۾ مثال ڏئي ٻڌايل آهي تہ ماڻهو جڏهن پنهنجا مسئلا اسان کي ٻڌائين ٿا يا پنهنجي مصيبت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ اسان ڏانهن واجهائين ٿا. جيئن حضرت موسيٰ عليہ السلام جو ٻالڪپڻ.

"وَاَوْحَيْنَآ اِلٰٓى اُمِّ مُوْسٰٓى اَنْ اَرْضِعِيْهِ فَاِذَا خِفْتِ عَلَيْهِ فَاَلْقِيْهِ فِى الْيَمِّ وَلَا تَخَافِىْ وَلَا تَحْزَنِىْ اِنَّا رَآدُّوْهُ اِلَيْكِ وَجَاعِلُوْهُ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٧﴾" (القصص) معنيٰ: ۽ اسان موسيٰ جي ماءُ کي الهام ڪيو تہ ان کي ٿڃ پيار، جڏهن توکي ان بابت ڏپ ٿئي تہ پوءِ ان کي درياء ۾ لوڙهي ڇڏجانءِ ۽ نہ خوف ڪجانءِ ۽ نہ ئي ڏک ڪجانءِ، بيشڪ اسان ان کي توڏانهن موٽائي آڻينداسين ۽ ان کي رسولن مان ڪنداسين.

هي اهو خطرناڪ دور هو جڏهن فرعون پيدا ٿيڻ واري هر ڇوڪري کي قتل ڪرائي ڇڏيندو هو ۽ رڳو ڇوڪريون جيئرو رهڻ ڏيندو هو.

چوتہ نجومين ان کي ٻڌايو هو تہ اهو ڇوڪرو جلد پيدا ٿيڻ وارو آهي جيڪو توکي قتل ڪندو. ان بچڻ جي اها ترڪيب سوچي تہ پيدا ٿيڻ واري هر ڇوڪري کي قتل ڪيو وڃي. حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ پيدا ٿيڻ تي رواج مطابق قتل ٿي وڃي ها. پر الله تعاليٰ ان جي امڙ کي فرمايو تہ اها ٻارڙي کي درياء ۾ لوڙهي ڇڏي. درياء مان فرعون جي زال ان کي ڪڍرايو ۽ ان جو نيپاج بہ ان جي گهر ۾ ٿيو ۽ پوءِ الله جي رسالت جي تبليغ ڪرڻ جو حڪم ملڻ تي فرعون جو مقابلو ڪيو.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مڪي شريف کان هجرت ڪئي تہ دشمن انهن جو پيڇو ڪيو ۽ پاڻ سڳورن پنهنجي ساٿي حضرت ابوبڪر رضہ سان گڏ غار ثور ۾ پناهہ ورتي. پيڇو ڪرڻ وارا اتي بہ اچي ويا. ساٿي کي ان جي پهچي وڃڻ ڪري دهشت ٿي تہ هاڻي تہ اهي جيئرو ڪونہ ڇڏيندا. ان واقعي کي قرآن شريف هيئن بيان ڪيو آهي:

"اِلَّا تَنْصُرُوْهُ فَقَدْ نَصَرَهُ اللّٰهُ اِذْ اَخْرَجَهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلَيْهِ وَاَيَّدَهٗ بِجُنُوْدٍ لَّمْ تَرَوْهَا وَجَعَلَ كَلِمَةَ الَّذِيْنَ كَفَرُوا السُّفْلٰى وَكَلِمَةُ اللّٰهِ هِيَ الْعُلْيَا وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ﴿۴۰﴾" (التوبه) معنيٰ: جيڪڏهن توهان ان (پيغمبر) جي مدد نہ ڪندو تہ بيشڪ الله ان جي اڳ مدد ڪئي هئي، جڏهن ڪافرن ان کي مڪي مان ٻاهر ڪڍيو هو تہ ٻن مان هڪڙو پاڻ هو جڏهن اهي ٻئي غار ۾ اندر هئا تڏهن پنهنجي دوست کي چيائين تہ الڪو نہ ڪر بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي، پوءِ الله ان تي پنهنجو سڪون لاٿو ۽ ان جي اهڙي فوج سان مدد ڪيائين جيڪا اوهان نہ ڏٺي ۽ ڪافرن جي ڳالهہ هيٺ ڪري ڇڏيائين ۽ الله جي ئي ڳالهہ هميشهہ مٿي آهي ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي ﴿۴۰﴾

دشمن پيرو کڻي پرسان اچي پهتا. غار مان نڪري وڃڻ جو ٻيو ڪو رستو ڪونہ هو. اهڙي موقعي تي ساٿي جو گهٻرائجي وڃڻ ڪا حيرت جي ڳالهہ ڪونهي. مگر انهن کي ڀروسو هو تہ ان جي ذات تي هو جنهن پنهنجي محبيندڙن کي ڏپ ۽ دهشت مان ڪڍڻ جو واعدو ڪيو آهي.

الله جو هڪڙو عاجز ٻانهو جڏهن تڪليف ۾ ڦاسي پوندو آهي تہ ان لاءِ هڪڙي آسان ۽ سادي درخواست هيئن ٻڌائي وئي:

"قَالَ اِنَّمَآ اَشۡكُوۡا بَثِّىۡ وَحُزۡنِىۡۤ اِلَى اللّٰهِ" (يوسف: 86) معنيٰ: چيائين تہ مان پنهنجي پريشاني ۽ غم جي فرياد الله کي ئي ڪندو آهيان.

جڏهن مشڪل آسان ٿي وئي، خطرو ٽري ويو تہ شڪر گذار ٿيڻ حسن اخلاق آهي. جنهن لاءِ چيو ويو

"وَقَالُوۡا الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِىۡۤ اَذۡهَبَ عَنَّا الۡحَزَنَ اِنَّ رَبَّنَا لَغَفُوۡرٌ شَكُوۡرُ ﴿۳۴﴾" (الفاطر) معنيٰ: ۽ چوندا تہ سڀ ساراهہ الله جي لاءِ آهي جنهن اسان کان غم ٽاريو بيشڪ اسان جو رب بخشڻهار قدر ڪرڻ وارو آهي ﴿۳۴﴾

قرآن شريف مان انهن ڪجهہ مثالن مان اها ڳالهہ پڌري ٿي وئي تہ الله تعاليٰ هر مرحلي تي اها ذميواري کڻڻ لاءِ تيار آهي تہ اهو پنهنجي مڃتا يقين رکڻ وارن کي ڊپ، خوف ۽ غم جو ڇوٽڪارو ڏيندو. انهن واقعن سان ٻڌايو تہ اهو ڪيئن مختلف دورن ۾ پنهنجي مڃتا يقين رکڻ وارن ۽ ڪائنس ئي حاجت گهرڻ وارن جي مدد لاءِ ڏکين وقتن تي سهارو ٿيندو آهي ۽ ان جي لاءِ آئنده بہ اهڙي مهرباني ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهہ ڪونهي. قرآن شريف جو مطالعو انسان کي اها اهم نفسياتي حقيقت ٻڌائي ٿو تہ خوف جي حالت ۽ ڊپ کان بچڻ جو بهترين طريقو تحليل نفسي ڪونهي، بلڪ الله کان مدد طلب ڪرڻ آهي ۽ اها مدد يقيني طور حاصل ٿيندي، ڇوتہ الله ٻاڏائڻ وارن جي ٻڌي ٿو ۽ ساهہ جي رڳ کان وڌيڪ ويجهو آهي.

## خوف جي حقيقت جو اصولي علاج:

جڏهن خطرو سامهون نظر اچي ۽ فرار جي ڪا صورت موجود نہ هجي تہ واقعي صحيح خوف پيدا ٿيندو آهي. خطرو ۽ ان سان پيدا ٿيڻ واري دهشت عمر، حالت ۽ وقت سان گڏ بدلجندي رهندي آهي. ننڍي عمر جي ٻارن کي هر نئين ۽ اڻڄاتل شي کان ڊپ ٿيندو آهي ۽ اهو ضروري ڪونهي تہ سيئي ٻار هڪڙي ئي شي کان ڊڄن.

گهر ۾ هڪڙي پرائيويٽ فلم هلي رهي هئي، گهرجو وڏو اها فلم خاص طور تي ٻارن کي ڏيکارڻ لاءِ وٺي آيو هو. هڪڙو ڇهن سالن جو ڇوڪرو پنهنجي ڇهن سالن جي ڀيڻ کي چوڻ لڳو ته تون اها فلم نه ڏس، اهي ڀوت توکي رات جو ڏيکارڻ ايندا.
جڏهن ته ان جي پنهنجي ردعمل مان ڊڄڻ واري ڪنهن به ڳالهه جو اظهار نه ٿي رهيو هو.

اٺن سالن جي عمر کان پوءِ ڏيکارڻ وارين شين جي نوعيت بدلجي ويندي آهي. ڪجهه ٻار گهڻي دير تائين خيالي ڪردارن کان ڊڄندا رهندا آهن، مگر ان سان گڏوگڏ مشڪل ڊپ واريون شيون جيئن مٿاهين جو ڊپ، اونداهيءَ جو ڊپ، اڪيلائي جو ڊپ، سفر جي خاص خاص سوارين جو ڊپ فوبيا جي صورت ۾ مستقل حيثيت اختيار ڪري خوف جي حالت جو سبب ٿيندا آهن.

آمريڪا ۾ هڪڙو شخص ٻن سالن تائين مٿاهين جي خوف کان علاج ڪرائيندو رهيو. ٺيڪ ٺيڪ ڪانپوءِ پنهنجي ڊاڪٽر جي هدايت جي مطابق هڪڙي ڏينهن ڇت تان هيٺ ڏسي پنهنجو سبق ورجائيندو رهيو.
“مان مٿي ڏسان ٿو.
مان هيٺ ڏسان ٿو.
مگر مون کي ڪوبه ڊپ نٿو ٿئي.”

ٽيون ڀيرو سبق پڙهندي هيٺ ڏسڻ سان ان کي اهڙو چڪر آيو جو چاليهين منزل تان هيٺ ڪري ٻئي جهان ۾ پهچي ويو.

ڇڱن ڀلن سمجهدار ماڻهن کان اها شڪايت ڪندي ٻڌبو آهي ته جيڪڏهن اهي گهر ۾ اڪيلا هجن ته انهن کي ڊڄ ٿيندو آهي. ڪنهن کي شڪايت آهي ته جيڪڏهن اهو اڪيلو سفر تي وڃي ته ان کي ڊپ ٿيندو آهي. بلڪ اهڙا مريض به ڏٺا ويا آهن، جيڪي ٻن ڇئن ميلن جو پنڌ به اڪيلو طي ڪرڻ ۾ گهبرائيندا آهن. جڏهن انهن کان پڇيو وڃي ته توهان سمجهدار آهيو لکيل پڙهيل آهيو ڪجهه سوچي ٻڌايو ته مال روڊ جهڙي آباد سڙڪ سان گاڏي ۾ سمن آباد وڃڻ ۾ توهان کي ڪهڙي

شي ڪان ۽ ڪهڙو ڏپ ٿئي ٿو؟ اهي سمجهائي ڪونہ سگهندا آهن، مگر واضح علامتون ڏيکاري سگهندا آهن تہ ڇهري تي گهبراهٽ طاري آهي. دل تيز ڌڙڪي ٿي ۽ ڇهري تي پريشاني مان پگهر پري ڪان بہ ڏسڻ ۾ اچي ويندو آهي. انهن ماڻهن سان گڏ جيڪڏهن ڏهن سالن جو ٻار بہ هجي تہ انهن کي اعتماد محسوس ٿيڻ لڳندو آهي ۽ ڏپ ختم ٿي ويندو آهي. قبر جو ڏپ، اتان جي اونداهي ۽ ڪيڙا مڪوڙا يقينن دهشت جو سبب ٿي سگهن ٿا. مگر اهو هڪڙو مسئلو آهي جنهن ۾ ڪنهن جي ڪابہ ڪوشش ڪامياب نٿي ٿي سگهي. موت جو ڏپ بہ هڪڙي بنيادي حقيقت آهي. مگر ٿيندو هي آهي تہ اڪثر ماڻهو پنهنجو پاڻ کي دهشت ۾ ورتل قرار ڏيڻ جي بجاءِ ڏپ جو سبب بيان ڪندا آهن. اڪثر مريض بيمار هجڻ يا شفايابي کان مايوس ٿيڻ کان پوءِ ڊاڪٽرن جي سامهون تہ ڇا اسپتال جي ملازمن جي سامهون هٿ ٻڌندا آهن روئيندا آهن تہ الله جي واسطي مون کي بچايو، منهنجا ننڍڙا ننڍڙا ٻار آهن. انهن جو حال پڇڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو. اهي روئي روئي مري ويندا مان تہ انهن جي لاءِ زنده رهڻ گهراڻ ٿو.

انهن ڪيفيتن جي حوالي سان نفسيات جو پورو علم معذور ۽ بيڪار آهي. هي اهي مرحلا آهن جن مان گذرڻ جي لاءِ ايمان، يقين ۽ پنهنجن عقيدن تي ڀروسي جي ضرورت هوندي آهي. اسلام جو بنيادي اصول آهي تہ بيمارين مان شفاء الله تعاليٰ جي ٻاجهہ سان ٿيندي آهي، ان ۾ ڪنهن علاج ڪرڻ واري جو ڪوبہ ڪمال ڪونهي.

> حضرت ابراهيم عليہ السلام الله تعاليٰ کان سوال ڪيو تہ بيماري ڪٿان ايندي آهي. جواب مليو تہ منهنجي طرف کان. پوءِ پڇيائين تہ شفاء ڪٿان ملندي آهي. ارشاد ٿيو تہ منهنجي طرف کان. چوڻ لڳو تہ جڏهن بيماري ۽ شفاء تنهنجي طرف کان آهن تہ پوءِ علاج ڪرڻ واري جي ضرورت ڇو آهي؟
> ارشاد باري تعاليٰ ٿيو تہ علاج ڪرڻ وارو اهو شخص آهي جنهن جي ذريعي الله جي ٻاجهہ شفاء جي صورت ۾ ملندي آهي.

حضرت جابر بن عبدالله رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ اهڙي ڪا بيماري ڪونہ موڪلي آهي جنهن جي دوا يا علاج نہ پيدا ڪيو هجي. جڏهن دوا جو اثر مرض جي نوعيت مطابق ٿي ويندو آهي تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان شفاء ٿي ويندي آهي. (مسلم).

اها ڳالهہ تسليم ٿيل حقيقت آهي تہ شفاء الله تعاليٰ جي طرف کان آهي. زندگي ۽ موت بہ ان جي هٿ ۾ آهي. انهيءَ ڪري انسانن جي آڏو هٿ ڊگهيرڻ، روئڻ ۽ ڇيچلائڻ مان ڪوبہ فائدو نٿو ٿي سگهي. اهڙين حالتن ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم دعا ۽ صدقو ڪرڻ جو مشورو ڏنو آهي.

## نبي ﷺ ۽ خوف:

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪنهن بہ ماهرِ نفسيات کان وڌيڪ خوبصورتي ۽ ڏيان سان خوف، ڊپ ۽ غم جو نہ صرف علاج ٻڌايو آهي، بلڪ ان جي سببن کي ڌيان ۾ رکندي انهن جو بہ علاج ٻڌائي ڇڏيو آهي.

مثال طور، ماڻهن سان اُٻٽت غرور ۽ احساس برتري سان پيدا ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪوئي شخص پنهنجو پاڻ کي ٻين کان اعليٰ سمجهي ٿو ۽ ان کي گمان آهي تہ ان جي ذات ٻين کان وڌيڪ آهي تہ جواب ۾ ان کي بہ اهڙي سلوڪ جي اميد ڪرڻ گهرجي. اهڙين حالتن ۾ پاڻ سڳورن حسن اخلاق جي هدايت ۽ بدزباني ۽ غرور کان منع ڪئي. جيئن هڪڙي ڏينهن فرمايائون تہ پنهنجي پيءُ ماءُ کي گاريون نہ ڏيندا ڪريو. ماڻهن چيو تہ ڪهڙو بدنصيب پنهنجي پيءُ ماءُ کي گاريون ڏئي سگهي ٿو. فرمايائون تہ جڏهن توهان ٻين جي پيءُ ماءُ کي گاريون ڏيندا تہ اهي يقينن جواب ۾ توهان جي پيءُ ماءُ کي گاريون ڏيندا ۽ اهي توهان ڏياريون.

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: فحاشي ۽ گندو ڳالهائڻ توهان جي شخصيت کي خراب ڪري ڇڏيندا ۽ حياداري ان کي سونهن ۽ سينگار ڏيندي. (ترمذي)

حضرت ابوهرير رضہ کان روايت آهي تہ سرڪارِ دوعالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مومن جي ميزان ۾ خوش اخلاقي کان وڌيڪ وزني ڪابہ شي نہ هوندي. (ترمذي۔ابودائود).

بلڪ پاڻ سڀگورن ايترو چيو جو خوش اخلاقي کي اسلام جو شان قرار ڏنو. حضرت ابوموسيٰ اشعري رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي ۽ معاذ رضہ کي يمن طرف موڪليو ۽ روانو ٿيڻ وقت فرمايو:

ماڻهن کي اسلام طرف سڏ ڏجو. انهن کي خوشخبري ٻڌائجو. نفرت نہ ڏيارجو. بلڪ آساني پيدا ڪجو. مشڪل ۾ نہ وجهجو. پاڻ ۾ ٻڌي ڪيو ۽ اختلاف نہ ڪيو. (ابودائود۔ نسائي)

اهي سڀ ڳالهيون خوف کان پري رکن ٿيون. حُسن اخلاق جي نتيجي ۾ ڪنهن بہ مصيبت جي وقت ماڻهن جو وڏو تعداد ان جي مدد لاءِ تيار هوندو.

ڪردار نفسيات جو هڪڙو اهم مسئلو آهي. حضور اقدس صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي صحيح رخ تي هلائڻ کان پوءِ مسئلي تي سڌو توجهہ ڏنو.

حضرت ابوسعيد خدري رضہ کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مسجد ۾ ڏينهن جي وقت تشريف کڻي آيا تہ ابوامامہ نالي هڪڙي انصاري کي ڏٺائون تہ معلوم ڪيائون تہ نماز جي وقت کان سواءِ تون ڪيئن آيو آهين؟

ان جواب ڏنو تہ حضور! قرضن ۽ غمن پريشان ڪري هتي آڻي ويهاريو آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ڇا مان توکي هڪڙي ڳالهہ نہ ٻڌايان، جنهن سان الله تعاليٰ تنهنجو غم ختم ڪري ڇڏي ۽ تنهنجا قرض بہ ادا ٿي وڃن.

ان عرض ڪيو تہ ضرور.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ صبح شام هي پڙهندو ڪر:

"اللّهم اني اعوذبڪ من الهم والحزن واعوذبڪ من العجز والڪسل، واعوذبڪ من الجبن والبخل، واعوذبڪ من غلبتہ الدين وقهر الرجال." يعني، اي الله! مان غم ۽ خوف کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو ۽ مان ڪمزوري ۽ تنگدستي کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو مان ڪنجوسي ۽ بخل کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو مان قرضن جو بوجهہ ۽ ماڻهن جي ظلم کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو. (ابودائود)

ان اصحابي جو چوڻ آهي تہ مان هدايت جي مطابق صبح شام اها دعا پڙهندو رهيس تہ منهنجا غم درد ختم ٿي ويا ۽ قرض بہ لهي ويا.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جنهن کي غم ۽ پريشانيون وڌيڪ هجن اهو "لاحول ولا قوت الا بالله" گهڻو پڙهي.

هن حديث ۾ بخاري ۽ مسلم اضافو ڪيو آهي تہ اهو وظيفو جنت جي قيمتي خزانن مان آهي، جڏهن تہ ترمذي ان کي جنت جو دروازو قرار ڏنو آهي.

حضرت ابوهريره رضہ جو بيان آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جڏهن ڪو غم يا خوف ٿيندو هو تہ آسمان ڏانهن منهن کڻي ٿي پيرا "سبحان الله العظيم" پڙهندا هيا ۽ دعا جي دوران ياحي ياقيوم بار بار پڙهندا هيا. جڏهن تہ ترمذي ۾ انس رضہ جي روايت مطابق انهن لفظن سان گڏ "برحمتڪ استغيث" جو اضافو بہ ڪندا هيا.

حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ منهنجي ڀاءُ يونس عليہ السلام مڇي جي پيٽ ۾ پنهنجي ڇوٽڪاري جي لاءِ جيڪا دعا پڙهي هئي، اها سيني مسلمانن جي لاءِ ڏک، خوف ۽ غم کان نڪرڻ لاءِ بهترين عمل آهي. اها دعا هي آهي "لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحٰنَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ﴿٨٧﴾" (الانبياء).

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهو بہ فرمايو تہ منهنجي نظر ۾ غمن جي ستايل ماڻهن جي لاءِ هن کان وڌيڪ پلو ڪو وظيفو ڪونهي. (ترمذي)

انهي حوالي سان حضرت اسماء بنت عميس رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي مخاطب ٿيندي فرمايو:

“توکي مان ٻہ اهڙا ڪلما سيکاريان ٿو جن کي غم ۽ پريشاني دوران پڙهہ. اهي هي آهن: “الله ربي لا اشرڪ بہ شيعا.” اهي ڪلما صبح شام ست ڀيرا پڙهيا وڃن.

مسند احمد بن حنبل ۾ روايت آئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا هيا تہ غم, مصيبت ۽ خوف کي ختم ڪرڻ لاءِ نماز پڙهي وڃي, ڇوتہ الله تعاليٰ فرمايو آهي

“صبر ۽ نماز سان مدد گهرندا ڪريو.”

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏک, غم, خوف, دهشت ۽ گهٻراهٽ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي لاءِ الله کان مدد گهرڻ جا جيڪي طريقا ٻڌايا آهن انهن مان هرهڪ قيمتي ۽ صدين کان آزمايل آهي. مثال طور, پاڻ سڳورن ماڻهن کي صبح شام پڙهڻ لاءِ هڪڙي دعا ٻڌائي آهي. عمرو بن شبيب پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي کان روايت بيان ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جيڪو شخص روزانو هي لفظ پڙهي تہ ان ڏينهن شام تائين اهو ڪنهن بہ خوف يا ڪنهن بہ خطرناڪ بيماري کان محفوظ رهندو. جيڪو شام جو پڙهندو تہ اهو ٻئي ڏينهن تائين امن ۾ هوندو:

اعوذ بڪلمات الله التامة من غضبه و عقابه و شر عباده, ومن همزات الشياطين, واعوذبڪ رب ان يحضرون. (ترمذي).

اها دعا حديث شريف جي هر ڪتاب ۾ ملي ٿي. ان کي گهڻن اصحابن روايت ڪيو آهي. حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ ٻارن کي اها ياد ڪرائي ويندي هئي ۽ جيڪو ياد نہ ڪري سگهي تہ لکي ان جي ڳچي ۾ تعويذ ڪري پارائي ويندي هئي.

انهي عظيم نسخي کي آزمايل هجڻ لاءِ اسان جي گهڻن ڄاڻ سڃاڻ وارن تصديق ڪئي آهي. هڪڙي صاحب جو بيان آهي:

گرمي جي ڏينهن ۾ منجهند جو هڪڙي گهٽي مان وڃي رهيو هيس تہ هڪڙو ڪتو ڀونڪندو مون ڏانهن پري کان آيو. مان جيڪڏهن ڀڄان ها تہ بہ اهو مون کي پهچي وڃي ها. ويجهو نہ ڪو پٿر هو نہ ڪا سوٽي. ايتري ۾ مون کي خطرناڪ شين کان

بچائڻ واري اها مسنون دعا ياد اچي وئي. مون اها پڙهڻ شروع ڪئي. اجا ان ڪي هڪڙو ڀيرو پڙهيو هو تہ ڄڻ ڪتي جا ڪنهن پير پڪڙي ورتا. اهو پري ڪان مون ڏانهن ڪجهہ سيڪنڊ گهوري ڏسندو رهيو پوءِ چپ ڪري ڀئي پاسي موٽي ويو.

اهڙيون حديثون بہ ملن ٿيون جن ۾ فرمايو ويو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن نئين جاءِ تي رهڻ يا ساهي پٽڻ وقت ان ڪي پڙهيو وڃي تہ اتي ترسڻ دوران ڪو ناخوشگوار واقعو نہ ٿيندو.

محمد بن ابوبڪر "حديہ ﷺ في علاج الڪرب والهم والغم والحزن" جي عنوان هيٺ پنهنجي ڪتاب (طب نبوي) ۾ هڪڙو الڳ باب لکيو آهي جنهن ۾ غم، ڊپ، خوف، دهشت سان متعلق مسئلن جو جائزو وٺڻ ڪان پوءِ هڪڙو ٻيو باب انهن ڳالهين ڪي دور ڪرڻ وارن نبوي طريقن جي جائزي تي ترتيب ڏنو آهي. محمد بن ابوبڪر خوف ڪي ختم ڪرڻ جي طريقن ڪي 15 مختلف عنوانن ۾ سهيڙيو آهي. جن مان هر طريقو حديثن جي مدد سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪان روايت ڪيو ويو آهي. ان اهو ثابت ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن تي عمل ڪرڻ ڪان پوءِ وري ڪنهن ڪي خوف واري حالت ٿيڻ جو ڪو امڪان ڪونهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم خوف جي معاملن ڪي قرآن شريف جي احڪامن جي روشني ۾ ترتيب ڏئي اهو اهم اصول مرتب ڪيو تہ جيڪڏهن ايمان مضبوط ۽ يقين پڪو هجي تہ ڪوبہ غم يا پريشاني يا خوف لاحق نٿو ٿي سگهي. پر جيڪڏهن ان جي اچڻ جو انديشو پيدا ٿي وڃي تہ ان ڪي ختم ڪرڻ جا طريقا ايترا آسان آهن جو هن باب ۾ ڪنهن تجزيي جي ضرورت نٿي رهي. اسان اهو مڃون ٿا تہ دنيا ۾ اسلام ڪان علاوه ٻيا مذهب بہ آهن ۽ انهن مان هرهڪ سچائي جو دعويدار آهي، مگر ڪنهن مذهب ۾ انسان جي ڪردار ۽ نفسياتي مسئلن ڪي حل ڪرڻ جي ترڪيب موجود ڪونهي، خطرن ڪي ٽارڻ لاءِ ٻڌ ۽ هندو مذهبن ۾ "ڏوون" چيو ويندو آهي، جنهن ۾ گهڻا پنڊت ڪيترن ئي ڏينهن تائين مقدس باهہ ۾ اشلوڪ پڙهي خالص ديسي گيهہ

هاريندا آهن. هتي ڳالهہ فرد جي پنهنجي هٿ ۾ ڪونہ هوندي آهي ۽ ان تي ٿيڻ وارن خرچن جو ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪونهي. 1942ع ۾ اهڙي هڪڙي “ڏوون” تي 4 لک روپيہ خرچ آيو هو. ان جي مقابلي ۾ اسلام هر شخص کي خوف مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ترڪيب ڏئي زندگيءَ کي خوشگوار بڻائي ڇڏي ٿو.

# احساسِ گناهہ

نفسياتي بيمارين جي علاج جي سلسلي ۾ دم دلاسا ڏيڻ جي دوران اڪثر ڊاڪٽر مريضن کي ٻڌائيندا آهن تہ تنهنجي ذهن جي گهرائي ۾ گناهہ جو احساس پريو پيو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي تشخيص هوندي آهي تہ انهن جا سڀ مسئلا احساسِ گناهہ سان پيدا ٿيڻ وارن مسئلن ڪري آهن. ننڍ نہ اچڻ کان وٺي اختلاج تائين ۽ هسٽريا جي دورن کان مٿي جي سور تائين جي بيمارين کي احساس گناهہ جو سبب ڪري بيان ڪيو ويجي ٿو.

هڪڙي مشهور چوڻي آهي "غلطي تہ هر شخص کان ٿي سگهي ٿي. انسان غلطي ۽ ويسر جو پتلو آهي."

پر معمولي معمولي غلطي کي هر وقت ياد ڪندو رهڻ، ان ڪري گهبراهٽ، پريشاني پيدا ڪرڻ بعد جي نفسياتي مسئلن جو سبب ٿيندو آهي. هڪڙو شخص گاڏي هلائي رهيو هو اهو غلط پاسي تي مڙي ويو. موڙ ڪاٽڻ دوران ان هڪڙي سائيڪل واري کي سامهون ايندي ڏٺو. ان انهيءَ وقت مهارت جو ثبوت ڏنو يا سائيڪل واري پنهنجي ڪوشش سان پاڻ کي حادثي کان بچايو. اهو واقعو نصيحت جي لحاظ کان تہ درست آهي تہ اهو اڳتي موڙ ڪاٽڻ وقت رفتار گهٽ ڪرڻ سان اڳيان پٺيان جو ڌيان بہ رکي. پر ان واقعي کي سَنَد ٺاهي هر وقت اهو نہ سوچيندو رهي تہ جيڪڏهن اهو سائيڪل وارو هيٺان اچي وڃي ها تہ پوءِ ڇا ٿئي ها.

اهڙا ماڻهو اڪثر ڏسڻ ۾ ايندا آهن، جيڪي هڪڙي معمولي واقعي کان پوءِ پنهنجي ذات تي اعتماد وڃائي ويهندا آهن.

لاهور جي دماغي بيمارين واري اسپتال ۾ هڪڙو مريض هو. اهو شخص ڏينهن ۾ هر هر هٿ ڌوئيندو رهندو هو. جيڪڏهن ڪو ويجهو بيٺو هوندو هو تہ ان کي ٻڌائيندو هو تہ هٿن تي رت لڳي وئي آهي، هٿ ڌوئي اچهو آيس.

چيو وڃي ٿو تہ ان شخص جي گهر ۾ ڪو مسافر رات جي لاءِ اچي مهمان ٿي رهيو. مسافر هوٽل ۾ انهيءَ ڪري نہ ترسيو جو ان وٽ وڏي رقم هئي. هن ان کي رات جو گهر رهائي ان کي قتل ڪري رقم ڦٻائڻ جو منصوبو ٺاهيو. رات جي اونداهي ۾ جڏهن اهو واردات ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر کان آيو تہ ان کٽ تي ستل جي ڪنڌ تي ڪات هڻي ان کي ڪپي ڇڏيو. پوءِ غور سان ڏٺائين تہ قتل ٿيل شخص اهو مسافر نہ پر هن جو پنهنجو پٽ هو. ڇوتہ ان جي ٻاهر وڃڻ کان پوءِ ان جي پٽ مسافر سان کٽ تبديل ڪري ڇڏي هئي.

پنهنجي هٿن تي پٽ جو رت ۽ ڪنڌ ڪپيل لاش ڏسي اهو چريو ٿي ويو. ماڻهن ان واقعي کي ڪيترين ڪهاڻين بلڪ فلمن ۾ بہ مختلف نمونن سان پيش ڪيو آهي. ان ۾ صدمي، خوف ۽ احساس گناهہ کان علاوه ٻيا بہ گهڻا سبب موجود آهن جن ان کي چريو ڪيو، جنهن کي ضمير جي ملامت بہ چئي سگهجي ٿو.

نفسياتي ماهر احساس گناهہ جي تعريف هيئن ڪن ٿا:

> “اها هڪڙي جذباتي ڪيفيت آهي جنهن ۾ هميشہ اهو احساس رهندو آهي تہ ان ڪنهن اخلاقي قدر کي پائمال ڪيو آهي. اها صورتحال ان وقت پيدا ٿيندي آهي جڏهن انسان پنهنجي اندر پنهنجي لاءِ يا پنهنجي يقين جي معاملي ۾ ڪو اخلاقي معيار قائم ڪري رکيو هجي.”

مريض پنهنجي لاءِ معاشري يا مذهب جي لحاظ کان جن اخلاقي قدرن کي مرتب ڪندو آهي، اهو گهرندو آهي تہ انهن جي پيروي ڪري. جڏهن اهو انهن مان ڪنهن کي پائمال ڪندو آهي تہ ان کي بعد ۾ افسوس ٿيندو آهي. اهو افسوس شعوري طور تي ٿيندو آهي ۽ لاشعوري بہ. جنهن کان پوءِ ضمير جي اها ملامت ان جي لاءِ اذيت جو مستقل سامان ٿي ويندي آهي. خيال ڪيو وڃي ٿو تہ احساس گناهہ کي هر وقت ذهن ۾ رکي انسان ان تي بيچين ٿي پنهنجي ذهين شخصيت کي جيڪا اذيت ڏيندو آهي، اها ان جي پنهنجي خواهش هوندي آهي. ان کي نفسيات ۾ “سيلف پنشمينٽ” (Self Punishment) يعني خود سزائي بہ چئي سگهجي ٿو.

دم دلاسو ۽ اطمينان ڏيارڻ وارن جي اصول مطابق جيڪڏهن ڪو مريض بيمار ٿيڻ تي پنهنجي لاءِ ڪو مناسب علاج جو بندوبست نہ ڪري يا دوا خريد ڪرڻ کان پوءِ ان کي باقاعدگي سان استعمال نہ ڪري، يا ان جي ڊاڪٽر ان جي بيماري کي وڌائڻ وارين شين کان جيڪا منع ڪئي آهي پر اهو ان کي ترڪ نہ ڪري تہ ان جو اهو مطلب آهي تہ اهو بيماري کي ڊيگهہ ڏئي پنهنجو پاڻ کي سزا ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. ان جو ذهن ان کي ٻڌائيندو آهي تہ ان جيئن تہ فلاڻو فلاڻو گناهہ ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اهو سزا جو حقدار آهي. تنهن ڪري اهو بيماريءَ جي ڊيگهہ جي ذريعي پنهنجو پاڻ کي سزا ڏيندو آهي. يا ڪو مٺن پيشابن جو مريض هجڻ جي باوجود مٺاڻ کائي ٿو، چانور ۽ پٽاٽا کائي ٿو ۽ جڏهن ان کي موت جو ڊپ ٿئي ٿو تہ انسولين جي سئي بہ هڻي ٿو. ڪجهہ مريض سٺي ڊاڪٽر کان صحيح علاج ڪرائڻ جي باوجود هِتان هُتان جي شين تي ڀروسو ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪندا آهن. جيئن انسولين جي سئي جي بجاءِ نم جا پن ڪاڙهي پيئڻ سان اها اميد ڪئي وڃي تہ ان سان ان جا مٺا پيشاب ختم ٿي ويندا. پر جڏهن اها بيماري ظاهر ٿيندي آهي تہ پوءِ معاملا علاج جي حد کان گهڻو اڳتي وڌي چڪا هوندا آهن.

پاڻ کي سزا ڏيڻ جي خواهش هڪڙي نفسياتي بيماري "مئسوشزم" (Masochism) بہ ٿيندي آهي. ان بيماري ۾ ڦاٿل ماڻهو تڪليف مان مزو وٺندا آهن. شروعاتي مرحلن تي بيمارين جي ڊيگهہ يا غلط علاج جي ڪري لاشعوري سڪون محسوس ڪندا آهن. مگر بيماري وڌڻ کان پوءِ اهي ٻين کان مار کائي يا انهن کان گاريون ٻڌي بہ اطمينان ڪندا آهن. ان سلسلي ۾ ماهرن ۾ اختلاف آهي. ڪجهہ جي راءِ ۾ ايذا پسنديءَ جي اها ڪيفيت احساسِ گناهہ جو نتيجو هوندي آهي ۽ ڪجهہ ان کي الڳ شڪل ڏيڻ پسند ڪن ٿا. مگر علامت جي نوعيت هڪڙي ئي اصول تي هوندي آهي تہ اذيت ۾ مبتلا رهي پنهنجي گناهن جو ڪفارو ادا ڪري.

## گناهہ ۽ ڪفارو:

مختلف مذهبن ۾ الله ۽ ان جي جلال جي باري ۾ عجيب ۽ غريب ڳالهيون منسوب آهن. اڪثر پادري ٻڌائيندا آهن تہ الله انصاف وارو آهي ۽ هر حال ۾ انصاف ڪندو آهي. انهيءَ ڪري جڏهن ڪو شخص گناهہ ڪري ٿو ۽ ان جي سامهون ان جا عمل پيش ٿين ٿا تہ اهو انصاف وارو هجڻ ڪري ان کي سزا ڏيڻ لاءِ مجبور آهي. اهو درست آهي تہ اهو مهربان ۽ رحم وارو آهي پر معاف ڪرڻ ڪنهن بہ عدالت جو اختيار ڪونهي هوندو. انهيءَ ڪري اهو بهرحال سزا ڏئي ٿو.

انهن عقيدن جي وسعت ايتري حد تائين هوندي آهي، جو انهن جي قول مطابق الله تعاليٰ ماڻهن جي گناهن جي پاداش ۾ پنهنجي پٽ کي ڦاسي ڏياري. جڪي ماڻهو اهڙي سوچ جي تلقين ڪن ٿا اهي انجيل مقدس جي تعليمات جي خلاف الله تعاليٰ جي رحم واري صفت، عنايتن ۽ مهربانين جو بہ انڪار ڪن ٿا.

ٻئي طرف هندو مذهب ۽ ٻڌ مذهب ۾ الله کي ڪنهن جابر ۽ ظالم بادشاهہ جي صورت ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو. اهي الله کي ريچڪي، سخت گير، ۽ بغض رکندڙ قرار ڏيڻ کان پوءِ هميشہ پنهنجي گناهن جي سزا جي انتظار ۾ رهندا آهن.

جيڪڏهن انهن مان ڪو گناهہ ڪري وڃي تہ پوءِ اهو احساسِ گناهہ جي مستقل اذيت مان گذرندو رهندو آهي. جيئن تہ انسان غلطي ۽ خطا جو پتلو آهي ۽ پل چڪ ٿي وڃڻ هڪڙي فطري ڳالهہ آهي، انهيءَ ڪري اهي لاڳيتو گناهن جي اذيت ۽ انهن جي پرائيحت ۾ ڦاٿل رهندا آهن. اهي گناهن جي تلافي ۾ ناڪامي کان پوءِ يقين ڪري ڇڏيندا آهن تہ ڀڳوان جيڪڏهن انهن کي هن دنيا ۾ پوري سزا نہ ڏني تہ مرڻ کان پوءِ انهن کي ڪنهن بري شڪل ۾ پيدا ڪندو. اهو عين ممڪن آهي تہ اڄ جو هڪڙو چڱو ڀلو ڪرم چند مرڻ کان پوءِ ڪتي جي جُوڻ ۾ پيدا ٿئي.

امرتسر جي ويجهو جنڀالہ گورو جو هڪڙو قصائي ٻڪرو ڪهڻ لاءِ وٺي وڃي رهيو هو تہ ٻڪرو رسو ڇنائي ڀڄي ويو ۽

هڪڙي هندو مهاجن جي گهر ۾ گهڙي ويو. اتفاق جي ڳالهه آهي ته مهاجن جو پيءُ ڪجهه عرصو اڳ مري ويو هو ۽ پنڊتن ان کي ٻڌايو هو ته ان جو پيءُ هاڻي ڳئون، مينهن، گهيٽو يا سيهڙ جي شڪل ۾ پيدا ٿيندو.

انهن جي گهر جڏهن ٻڪرو گهڙي آيو ته فوتي جي نُنهن گهونگهٽ ڪڍي ڏنو ته سهرو آيو آهي. قصائي به پهچي ويو جيڪو ٻڪر کي ٻاهر ڇڪي رهيو هو. جڏهن ته گهر وارا ان کي اندر وٺي رهيا آهن ته اهو انهن جو مري ويل پيءُ آهي. آخر ۾ جهڳڙو هزار روپئي تي ختم ٿيو جڏهن ته ان وقت ٻڪر جي عام قيمت 20 روپيه هئي.

ٻڌمت جا راهب گناهن جي ڪفاري ۾ پنهنجو پاڻ کي عذاب ڏيندا آهن. ٻکون ڪاٽيندا آهن، بلڪ ڪجهه ماڻهن جي گناهن جي بخشش جي لاءِ خودڪشي به ڪندا آهن. يعني گناهه هڪڙي ڪيو ۽ جان ٻئي جي وئي. اها عيسائين جي عقيدي جي ٿي ڪڙي آهي. خبر ڪونهي ته ڪنهن ڪنهن کي غلط رستي تي لڳايو. ڇوته بدلي ۾ سوليءَ (صليب) تي لٽڪائڻ عيسائي مذهب جي به خلاف آهي.

“الله انصاف وارو آهي، اهو هرحال ۾ انصاف ڪري ٿو. جيئن ته اهو انصاف وارو آهي، انهيءَ ڪري اهو گناهگارن کي بهرحال سزا ڏيندو.” جيڪڏهن اسان انهيءَ مفروضي کي تسليم به ڪيون ته سوال اهو پيدا ٿئي ٿو ته اهو جيڪو پاڻ کي انصاف وارو چوي ٿو، هڪڙي جي گناهن جي سزا ۾ ٻئي کي سوليءَ (صليب) تي ڪيئن لٽڪائي سگهي ٿو. گناهه ڪنهن ڪيو ۽ ان جي بدلي ۾ سزاءِ موت يسوع مسيح کي ڏني وئي. بدلي جي اها سزا مهاراجه رنجيت سنگهه جي دور ۾ شايد ڏني ويندي هجي باقي منطقي ته هرگز ڪونهي.

عيسائيت، ٻڌمت ۽ هندو مذهب ۾ الله جي ذات جي باري ۾ بدلو وٺڻ ۽ سزا جو اهو تصور ماڻهن جي دلين ۾ دهشت، احساسِ گناهه ۽ مستقل اذيت جو سبب هوندو آهي. حضرت انس بن مالڪ کان روايت آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو:

"ڪل بني آدم خطاء وخير الخطائين التوابون" (ابن ماجہ ـ ترمذي)
يعني، هر انسان خطا جو پتلو آهي، سڀني کان سٺا خطاڪار اهي آهن جيڪي پنهنجي گناهن کان توبهہ ڪندا آهن.

انسان خطا جو گهر آهي، اهو دنيا ڇڏي جهنگ ۾ اڪيلو بہ رهي تہ پوءِ بہ ان کان ڪانہ ڪا غلطي يا گناهہ ٿي سگهي ٿو. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن ان کي ٻڌايو وڃي تہ ان جي ان غلطي تي ڪيس سزا ضرور ملندي تہ اهو ويچارو پوري زندگي هيسيل ۽ احساسِ گناهہ ۾ مبتلا ٿي نين نين مصيبتن جو شڪار ٿيندو رهندو.

جهالتن جي ان انڌيري ۾ روشني جو ڪرڻو مديني مان ڦٽو ۽ ان هڪڙي اهڙي الله جو تصور ڏنو جيڪو گناهن کي معاف ڪرڻ وارو، مهربان ئي نہ پر پنهنجين صفتن جي لحاظ کان غفار، غفور، تواب ۽ گناهن تي پردو رکڻ وارو ستار آهي.

## اسلام ۽ احساسِ گناهہ:

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انساني ذهن ۽ ڪردار کي سامهون رکندي اهو واضح ڪري ڇڏيو تہ غلطي ڪرڻ انسان جي عادت آهي. البت، ان کي احساس هجڻ گهرجي تہ ان ڪو غلط ڪم ڪيو آهي ۽ اهو ان مرحلي تي جيڪڏهن پشيماني جو اظهار ڪري تہ ڳالهہ ختم ٿي وڃي ٿي.

الله تعاليٰ جي باري ۾ غلط تصورن کي دور ڪندي حقيقت جو اظهار ڏسو:

"رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَآ اِنْ نَّسِيْنَآ اَوْ اَخْطَاْنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تَحْمِلْ عَلَيْنَآ اِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهٗ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهٖ ۚ وَاعْفُ عَنَّا ۟ وَاغْفِرْ لَنَا ۟ وَارْحَمْنَا ۟ اَنْتَ مَوْلٰىنَا فَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٨٦﴾" (البقره) معنيٰ:
اي اسان جا پالڻهار! جيڪڏهن ڪجهہ وساريون يا غلطي ڪري ويهون تہ اسان کي پڪڙ نہ ڪر. اي اسان جا پالڻهار! اسان تي اهڙو بار نہ رک جهڙو تو اسان کان اڳين تي رکيو هو. اي اسان جا پالڻهار! اسان تي اهو بار نہ وجهہ جنهن جي کڻڻ جي اسان کي طاقت نہ هجي ۽ اسان کي معاف ڪر ۽ اسان کي

بخش ۽ اسان تي مِهر ڪر. تون اسان جو سائين آهين، تنهنڪري تون اسان کي ڪافر ٽولي جي مقابلي ۾ مدد ڪر.

قرآن شريف پنهنجي پهرين سورتن ۾ هي جامع دعا صرف ٻڌائي ئي ڪونهي، بلڪ اسان کي رستو بہ ڏيکاريو آهي تہ غلطي ڪرڻ انسان جي عادت آهي، انهيءَ ڪري اهو الله کان سوال ڪندو رهي تہ ان جي غلطين تي سندس پڪڙ نہ ڪئي وڃي. اهوئي نہ بلڪ قرآن شريف اهڙن نسخن سان ڀريل آهي جن سان گناهگارن کي احساسِ گناهہ کان ڇوٽڪارو ملي سگهي ٿو. صرف توبهہ ۽ معافي جي حوالي سان 87 آيتون موجود آهن. جيئن

"فَمَنْ تَابَ مِنْۢ بَعْدِ ظُلْمِهٖ وَاَصْلَحَ فَاِنَّ اللّٰهَ يَتُوْبُ عَلَيْهِ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ﴿۳۹﴾" المائده) معنيٰ: جيڪو پنهنجي ڏوهہ ڪرڻ کان پوءِ توبهہ ڪندو ۽ پاڻ سڌاري وڃي تہ الله ان کي معاف ڪندو، بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي (۳۹).

"اِلَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ وَلَا يُظْلَمُوْنَ شَيْـًٔا ﴿۶۰﴾" (مريم) معنيٰ: مگر جن توبهہ ڪئي ۽ ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون تہ اهي جنت ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ انهن تي ڪابہ زيادتي نہ ڪئي ويندي﴿۶۰﴾

تقريبن اهوئي مضمون سورت طحہ، فرقان، القصص ۾ بہ بيان ٿيو آهي. ان ئي مسئلي تي پوءِ فرمايو:

"اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ وَاَصْلَحُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ﴿۸۹﴾" (آل عمران) معنيٰ: مگر جن ان کان پوءِ توبهہ ڪئي ۽ پاڻ سڌاريائون تہ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي (۸۹)

ان ئي ارشاد مبارڪ کي مجادلہ، مزمل، نساء، آل عمران، مائده، اعراف، توبہ، نحل ۽ نور سورتن ۾ ورجايو ويو.

"فَاِنْ تُبْتُمْ فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ" (التوبه:3) معنيٰ: پوءِ جيڪڏهن شرارتن کان توبهہ ڪريو تہ توهان لاءِ ڀلو آهي.

"وَاَرِنَا مَنَاسِكَنَا وَتُبْ عَلَيْنَا اِنَّكَ اَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ﴿۱۲۸﴾" (البقره) معنيٰ: ۽ اسان کي اسان جي عبادت جا قائدا سيکار ۽ اسان جا قصور معاف ڪر. بيشڪ تون ئي معاف ڪندڙ مهربان آهين.

"يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا تُوْبُوْٓا اِلَى اللّٰهِ تَوْبَةً نَّصُوْحًا" (تحريم: 8) معنيٰ: اي ايمان وارو! الله جي آڏو توبهه ڪريو سچي توبهه.

توبہ قبول ٿيندي مگر.

"اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ ثُمَّ ازْدَادُوْا كُفْرًا لَّنْ تُقْبَلَ تَوْبَتُهُمْ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الضَّآلُّوْنَ﴿۹۰﴾" (آل عمران) معنيٰ: بيشڪ اهي جن ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪفر ڪيو ۽ ڪفر ۾ وڌندا رهيا تہ انهن جي توبهه هرگز قبول نہ ڪبي ۽ اهي ئي ڀٽڪيل ماڻهو آهن (۹۰)

"وَلَيْسَتِ التَّوْبَةُ لِلَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ حَتّٰٓى اِذَا حَضَرَ اَحَدَهُمُ الْمَوْتُ قَالَ اِنِّيْ تُبْتُ الْـٰٔنَ" (نساء: 18) معنيٰ: باقي انهن جي توبهه قبول ٿيڻي نہ آهي جيڪي گناهن ۾ رڌل رهندا آهن تان جو انهن مان ڪنهن کي موت اچي پهچي تہ چوي هاڻي مون توبهه ڪئي.

فرعون جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جو پيڇو ڪندي درياء نيل ۾ ڪاهي پيو ۽ درياء ۾ ٻڏڻ لڳو تہ ان وقت هي نعرو هنيو.

"مان هارون ۽ موسيٰ جي رب تي ايمان آندو"

جڏهن موت سامهون ڏسڻ ۾ آيو تہ ان وقت ايمان آڻڻ جو ڪوبہ فائدو ان کي حاصل ٿي نہ سگهيو. گناهہ کان پوءِ توبهه جو مطلب پشيماني جو احساس ۽ الله جي حضور اهو اعتراف آهي تہ مان پنهنجي غلطي تسليم ڪريان ٿو ۽ واعدو ڪريان ٿو تہ اڳتي ايئن نہ ڪندس.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ جو بيان آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"ان الله يقبل توبتہ العبد مالم يغرغر" (ترمذي۔ ابن ماجہ) يعني، الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي جي توبهه ان وقت تائين قبول ڪندو آهي جيستائين ان جي ساهہ جي غرغراهٽ موجود هجي.

الله تعاليٰ توبهه ڪرڻ جي لاءِ وقت کي ايترو ڪليل رکيو آهي جو جيستائين انسان جي سيني ۾ ساهہ هلي رهيو آهي ۽ سڪرات جي ڪيفيت ۾ ساهہ نڪرڻ وقت نڙي ۾ غرغراهٽ ٻڌڻ ۾ ايندي هجي تہ ان وقت بہ انسان توبهه ڪري سگهي ٿو.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ عام حالتن ۾ توبهه جي عرصي جي تعين ۾ بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

توبهہ جو دروازو قيامت تائين ان ڏينهن تائين کليل رهندو جنهن ڏينهن سج اوڀر جي بجاءِ اولهہ کان نڪرندو.
(ابودائود ـ احمد ـ درامي).

جڏهن ڪو شخص غلط ڪم ڪندو آهي تہ ان کي گناهہ يا ڏوهہ جو احساس ٿيندو آهي. اهو احساس ان کي پريشان ڪندو رهندو آهي. مگر اسلام ان کي آسان ڳالهہ ٻڌائي ٿو تہ اهو الله کان گناهہ جي معافي گهري، ڇوتہ اهو توبهہ کي قبول ڪرڻ وارو غفار ۽ غفور آهي. اهو ماڻهن طرفان پشيماني ظاهر ڪرڻ کي پسند ڪندو آهي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله تعاليٰ جي بخشش جو عام زندگيءَ مان مثال ڏيندي فرمايو:

"جيڪڏهن ڪنهن شخص جو رڻ پٽ ۾ اهو اٺ گم ٿي وڃي، جنهن تي ان جو سمورو سامان ۽ کاڌي پيتي جون شيون لڏيل هيون ۽ اهو نٿهڻ اس ۾ برپٽ ۾ ان کي تلاش ڪرڻ ۾ پريشان ٿي رهيو هجي ۽ اهو اٺ ان کي ملي وڃي تہ بي پناهہ خوشي ٿيندي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي جي توبهہ جي درخواست ٻڌي ايئن خوش ٿيندو آهي، بلڪ ٻانهو جڏهن گهٻراهٽ ۾ لفظن کي ابتو ڪري ويندو آهي ۽ چوندو آهي تہ اي الله مان تنهنجو مالڪ آهيان ۽ تون منهنجو ٻانهو تہ الله تعاليٰ پنهنجي رتبي خلاف ان مغالطي تي بہ خوش ٿيندو آهي، ان ٻانهي جي پشيماني کي قبول ڪري ان جا سڀ گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو آهي. (مسلم)

لغت ۾ توبهہ جي لفظي معنيٰ پشيمانيءَ جي اظهار سان گڏ اڳتي لاءِ محتاط ٿيڻ آهي. انهيءَ ڪري اسلام نفسياتي دٻاء کان ڪيڻ جي لاءِ نہ صرف توبهہ جو طريقو ٻڌايو بلڪ ان سان گڏ اها بہ ضمانت ڏني تہ توبهہ ڪرڻ کان پوءِ گناهن کان گهٻرائڻ جو جواز باقي نٿو رهي. ارشاد نبوي آهي:

"التائب من الذنب ڪمن لاذنباله" يعني، گناهہ کان توبهہ ڪرڻ وارو بلڪل ايئن آهي جڻ ان ڪڏهن گناهہ ڪيو ئي ڪونهي.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ بيان ڪيو آهي تہ گناهہ وري وري اهي ڪندا آهن جيڪي توبهہ نہ ڪندا آهن. چوتہ توبهہ ڪرڻ وارو مشڪل ڪو ساڳيو گناهہ وري ڪندو آهي. اسلام کان اڳ ۾ عالم ۽ راهب گناهگارن جي توبهہ پاڻ وٺندا هيا ۽ پاڻ ئي فيصلو ڪري ڇڏيندا هيا تہ تنهنجي توبهہ قبول نٿي ٿي سگهي. اهڙي قسم جو هڪڙو دلچسپ واقعو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ ٻڌايو جنهن کي حضرت ابوسعيد خدري رضہ هيئن روايت ڪيو آهي:

هڪڙي شخص 99 قتل ڪيا ۽ اهو پنهنجن ڏوهن تي پشيمان ٿيڻ کان پوءِ هڪڙي راهب وٽ ويو تہ جيئن اهو ان جي گناهن جي معافيءَ جي ڪا صورت ڳولي. راهب بلڪل انڪار ڪندي ٻڌايو تہ ايترن وڏن گناهن کان پوءِ معافي ممڪن ڪونهي. ان تي ان شخص راهب کي بہ قتل ڪري 100 پورا ڪري ڇڏيا.

ان وري ٻين ماڻهن کان پڇيو تہ اهو توبهہ جي ڪهڙي صورت اختيار ڪري؟ ان کي ٻڌايو ويو تہ ڪجهہ ڏور مفاصلي تي هڪڙي ڳوٺ ۾ اهڙو عالم رهي ٿو جنهن کي دين جي سمجهہ آهي ۽ اهو يقينن ان جو مسئلو حل ڪري ڇڏيندو. تنهن ڪري اهو ان علائقي ڏانهن هليو ويو تہ رستي ۾ ان کي موت اچي پهتو. جيئن تہ ان کي توبهہ ڪرڻ لاءِ اڳتي وڃڻ جي خواهش هئي، انهيءَ ڪري جڏهن ان جو ساهہ نڪري رهيو هو تہ اهو اڳتي وڌي ڪريو.

ان جي روح کي قبضي ۾ وٺڻ لاءِ رحمت جا ملائڪ بہ آيا ۽ جهنم جو داروغو بہ اچي پهتو. ٻنهي جو ضد هو تہ اهو شخص اسان جي طرف جو ماڻهو آهي. بحث مان تنگ ٿي انهن ڪنهن کي فيصلو ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو جنهن فيصلو ڪيو تہ پنڌ ماپيو.

الله تعاليٰ مفاصلي کي سوڙهو ڪري ان جي پشيماني ۽ گناهن کان توبهہ کي پسند ڪيو ۽ ايئن ماپ ڪرڻ تي ثابت ٿيو تہ

اهو وڏيڪ مفاصلو طي ڪري ويو هو. تنهن ڪري جنت جو حقدار ٿيو. (بخاري ـ مسلم)

ان شخص جي گناهن جو بار ختم ڪرڻ ۾ اهم ڳالهه نيت قرار پائي. ان جي نيت، پشيمانيءَ جو اظهار ۽ اڳتي لاءِ احتياط ڪرڻ جي ارادي تي اهو بخشيو ويو. اهڙيءَ طرح نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم هڪڙي بدڪار عورت جو واقعو بيان ڪيو آهي، جنهن هڪڙي اجايل ڪتي کي پنهنجي جوتي جي مدد سان کوهه مان پاڻي ڪڍي پياريو هو. الله تعاليٰ هڪڙي ساهواري تي رحم ڪرڻ ۽ ان عمل لاءِ خلوص سان ڪوشش ڪرڻ کي پسند ڪندي ان جا سڀ گناهه معاف ڪري ڇڏيا.

حضرت نواس بن سمعان رضه دربارِ رسالت ۾ حاضر هيا ۽ هڪڙي شخص اچي سوال ڪيو ته نيڪي ۽ بدي جي حقيقت ڇا آهي؟ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو "نيڪي حُسن خلق آهي. بدي اها آهي جيڪا تنهنجي دل ۾ چڀي ۽ تون اهو پسند نه ڪرين ته تنهنجي اها ڳالهه ٻين ماڻهن کي معلوم ٿئي." (ترمذي).

الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ وري وري واضح ڪيو آهي ته توهان جيڪو ڪجهه ڪيو ٿا توهان کي ان جو اجر ملي ٿو. جيڪڏهن توهان برا ڪم ڪندا آهيو ته انهن جو خراب بدلو ملندو. جڏهن ته سٺن ڪمن جو پلو بدلو ملڻ هڪڙو يقيني امر آهي. پر اهو خراب ڪم ڪرڻ وارن کي به خبردار ڪرڻ ۾ ڪنجوسي نٿو ڪري ۽ پوءِ به معاف ڪرڻ جي لاءِ تيار آهي. شرط اهو آهي ته انسان احساس رکي ۽ توبهه ڪري.

احساس گناهه هڪڙي جذباتي ڪيفيت آهي، جيڪا انهن ڪمن ڪرڻ جي ڪري ٿيندي آهي جيڪي ڪم رسمن يا رواج مطابق يا مذهبي طور منع ٿيل آهن. مشهور آهي ته زيتون کائڻ کان پوءِ ان مٿان پاڻي پيئڻ سان گُهمرا (جلاب ـ دست) ٿي پوندا آهن، حالانڪ اهو غلط آهي. پر زيتون کائي مٿان پاڻي پيئڻ وارو ڪجهه وقت تائين ان دهشت ۾ مبتلا رهندو ته ان کي ڪنهن به وقت گُهمرا ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن

زيتون ڏوتل نہ هجن ۽ ان ۾ ڪيڙا هجن تہ اهڙن زيتونن کائڻ سان گهمرا ٿي سگهن ٿا ۽ ان ڳالهہ ۾ پاٽيءَ جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. انهيءَ ڪري گندا ٿيل زيتون کائي گهمرن ۾ مبتلا ٿيڻ وارو اهو يقين ڪندو تہ مٿان پاٽي پيئڻ يقينن نقصان وارو آهي.

رسم ۽ رواج ۾ جيترين ڳالهيون خراب سمجهيون وڃن ٿيون، انهن مان گهڻيون خراب ڪونہ هونديون آهن. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن جي زندگيءَ کي آسان بڻائڻ ۽ جاهليت جي رسمن جو بوجهہ هٽائڻ ۾ اهم ترين ڪارناما ڪيا آهن. انهن ماڻهوءَ جي زندگيءَ کي خوشگوار بنائڻ ۽ ان کي ذهني مونجهارن ۽ مسئلن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۾ جيڪو ڪجهہ ۽ جيترو ڪيو آهي اهو نفسيات جي ڄاڻوگر جي خواب خيال ۾ بہ نہ هوندو. ڪجهہ حوالن سان ماڻهن جي ذهنن مان احساس گناهہ جي بوجهہ لاهڻ لاءِ ايترو اڳتي هليا وڃن ٿا جو اڪثر ديني عالم لفظن کي تسليم نٿا ڪن. پاڻ سڳورن هڪڙي ٿلهي ڳالهہ ڇئي تہ جنهن الله کي اڪيلو مڃيو ۽ سڃاتو ۽ ان تي اهو آخري وقت تائين عمل پيرا رهيو تہ ان کي جنت ضرور ملندي. جنهن دل جي خلوص سان الله جي هيڪڙائي جو اعتراف ڪيو ۽ ان جي مرڻ کان اڳ ڪلمہ شهادت ان جو آخري ڪلمو هو تہ ان جا سڀ گناهہ معاف ڪيا ويندا آهن.

اسلام سيکارڻ وارن کي پاڻ سڳورن تبليغ جي اصول ۾ فرمايو:

ماڻهن کي ڊيڄاريو نہ بلڪ خوشخبري ٻڌايو.

جنهن شخص اسلام کي دل سان قبول ڪيو ۽ ان جي سڀني اصولن تي يقين ڪيو تہ گناهہ يا ان سان پيدا ٿيڻ واري حالت ان جي لاءِ ڪڏهن بہ ڪنهن پريشاني جو سبب نٿا ٿي سگهن، ڇوتہ اهو جڏهن بہ سڌو رستو سکي ويندو يا ان تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيندو تہ ان جون گذريل خطائون، گمراهيون ۽ گناهہ معاف ڪيا ويندا آهن. احساس گناهہ جو ان کان بهتر علاج دم دلاسا ۽ اطمينان ڏيارڻ جي ڪنهن ماهر اڄ تائين پيش نہ ڪيو ۽ نہ ڪري سگهندو.

# احساس ڪمتري

ڪجھ ماڻهو پاڻ کي ٻين کان گهٽ سمجهندا آهن. جيستائين شڪل صورت جو تعلق آهي تہ اها الله جي ڏنل آهي. صورت ڻاهڻ واري ڪنهن جي بہ شڪل خراب ڪونہ ٺاهي آهي ۽ جيڪڏهن ٻاهران ظاهري ڪَل جي رنگ ۾ ڪا اهڙي رنگيني آهي جيڪا ڪنهن کي سٺي نٿي لڳي تہ ان جي ڪَل جسماني جوڙجڪ تي قوم، ملڪ ۽ علائقي جي ماڻهن جو نہ بلڪ ڪجھ عضون ۾ مرد ۽ عورتن ۾ بہ ڪو فرق ڪونهي هوندو. ان جي باوجود پنهنجي شڪل جي باري ۾ ڪجھ ماڻهو ان غلط فهمي ۾ مبتلا ٿي ويندا آهن تہ ٻين جي مقابلي ۾ گهٽ آهن. گهٽتائيءَ جو اهو احساس صرف شڪل صورت تائين محدود ناهي رهندو. بلڪ لباس، گفتگو، علم، قابليت وغيره تائين بہ وڃي پهچندو آهي. ممڪن آهي تہ ڪنهن جو نڪ چپيل هجي اهو گُنو هجي يا ان جي هڪڙي ٽنگ ننڍي هجي تہ ان جو هرگز اهو مطلب ڪونهي تہ اهو هر وقت ٻين سان پيٽ ڪري ماڻهن جي سامهون وڃڻ کان ڊڄندو رهي. مشهور انگريز شاعر لارڊ بائيرن منڊو هو. مگر ان پنهنجي علم ۽ شاعري سان ماڻهن کي ايترو چاهيندڙ ڪري ڇڏيو جو ان زماني جون انگريز عورتون منڊڪائي هلڻ ۾ فخر محسوس ڪنديون هيون. مشهو مُوَجد ايڊيسن ٻوڙو هو. مصر جو مشهور عالم، ليکڪ ۽ وزير سيد طحہ حسين انڌو هو، مگر ان جي زال پئرس جي حسين ترين عورت هئي. قدرت جيڪڏهن ڪنهن ۾ ڪا گهٽتائي رکي ٿي تہ ٻين صورتن ۾ ان جي تلافي بہ ڪري ڇڏي ٿي، جيئن انڌن جي ٻڌڻ ۽ ياد ڪرڻ جي سگھہ ٻين کان گهٽي هوندي آهي. بدصورت عورتون گهٽيون وفادار ۽ خدمت گذار هونديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪمتريءَ جو شڪار هجڻ تي انسان ۾ جدوجهد جو شوق پيدا ٿيندو آهي، جيئن مصر جي ٻهراڙيءَ جو اهو هڪڙو غريب ۽ اکين کان معذور ڇوڪرو پنڻ کان سواءِ ڪجھ نٿي ڪري سگهيو پر

ان چيلينج قبول ڪري پنهنجي معذوريءَ کي تعليم جي زيور سان سينگاريو ۽ پاڻ کي مصر جو وزير تعليم بڻايو. برطانوي هواباز وليم بيڊر جون ٻئي ٽنگون حادثي ۾ ڪپجي ويون. ان کي هوابازي جي نوڪري مان ڪڍيو ويو مگر ان پنهنجين مصنوعي ٽنگن جي مدد سان ٻي جنگ عظيم جي بهترين ويڙهاڪ پائلٽ جو اعزاز حاصل ڪيو. وليم بيڊر کي ايتري شهرت ملي جو هاليوڊ وارن ان جي زندگيءَ تي ان جي زندگيءَ ۾ ئي فلم ٺاهي. هيلن ڪيلر جيڪڏهن انڌي هئي ته ان پوري دنيا ۾ ليڪچر ڏنا ۽ انڌن جي عالمي بهتري ۾ شاندار خدمتون انجام ڏنيون. ڪراچيءَ جي اکين کان معذور ڊاڪٽر فاطمہ پوري دنيا گهمي آئي آهي ۽ ان کي هرجاءِ تي عزت ۽ احترام سان نوازيو ويو. انهن ماڻهن پنهنجي معذوري کي احساس ڪمتريءَ جو سبب ٿيڻ نہ ڏنو، بلڪ اهي ڪمزوريون ۽ معذوريون انهن جي ترقيءَ لاءِ هٿيار جو ڪم ڏينديون رهيون.

تندیِ بادِ مخالف سے نہ گھبرا اے عقاب
یہ تو چلتی ہے تجھے اونچا اڑانے کے لئے.

جن ماڻهن اهو اسلوب اپنايو اهي اڳتي وڌي ويا. ورنہ جيڪڏهن ڪنهن جو نڪ چِبو آهي يا اکيون چُنجهيون آهن يا مُنهن تي داغ آهن تہ ان سان ٻين کي ڇا؟ جيڪڏهن ڪو شخص انهن مجبورين کي سامهون رکي ڪچهرين کان ڪن ڪترائيندو تہ ڪمتريءَ جو احساس روڳ بڻجي ويندو. اهو ذهن ۾ گهر ڪري زندگيءَ کي اجيرن بڻائي ڇڏيندو.

نفسيات ۾ احساس ڪمتريءَ جو سڀني کان پهريان ذڪر ايڊلر ڪيو ۽ ان پنهنجي ڪتاب "انڊِويڊيوئل فزيالاجي" (Individual Physiology) ۾ ان کي اهڙي صورت ۾ بيان ڪيو جو ان جي دوست ۽ مرشد فرائيڊ کي پسند نہ آيو. ايڊلر جو خيال آهي تہ ڪمتريءَ جو احساس ننڍپڻ ۾ پيدا ٿيندو آهي. ٻار جڏهن ڏسندو آهي تہ ان جي هرطرف ان کان وڏي عمر وارا پنهنجي مرضي سان گهمن ٿا، کائين ٿا ۽ ڪيترا وڏا آهن. ضرورت پوڻ تي اهي ان کان بهتر طاقت جو مظاهرو ڪن ٿا. هر شخص ان کي

نندڙو چئي ڪمتريءَ جو احساس ڏياري ٿو. ان سان گڏ جيڪڏهن ڪو ان جي خوبصورتي جي ڀين سان ڀيٽ ڪرڻ جي بيوقوفي ڪري يا ان کي اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي تہ فلاڻي جو ٻار ان کان خوبصورت آهي تہ ڪمتريءَ جو احساس پيدا ٿيڻ لڳندو آهي. ورنہ ٻالڪپڻي جا تجزيا دير تائين ياد نہ رهندا آهن. ڇوتہ اهو لکي پڙهي پاڻ وڏو ماڻهو ٿيڻ جي ڪوشش ۾ مصروف هوندو آهي. ايئن پي ماءُ بہ پنهنجي بيجا محبت ۽ دلچسپي جي ڪري ان ۾ احساس ڪمتري پيدا ڪري سگهن ٿا.

هڪڙو ڇوڪرو ڪمزور ۽ ڏٻرو هو هڪڙي ڊاڪٽر ان کي معدي جو مريض ڄاڻايو ۽ اهو 12 سالن تائين پيٽ جون دوائون کائيندو رهيو. ان ڊگهي ۽ بيڪار علاج جي دوران ان کي ڀين ٻارن سان راند روند ڪرڻ، ڊوڙيون پائڻ ۽ ٻيون رانديون ڪرڻ کان رڳو منع ٿيل ڪونہ هئي پر اسڪول ۾ ڊرل ڪرڻ تي بہ پابندي هئي. نتيجو اهو نڪتو جو احساس ڪمتريءَ پوري عمر ان جو پيڇو ڪونہ ڇڏيو.

ٻارن ۾ حد کان وڌيڪ دلچسپي انهن کي ڀين جو ڳيجهو ٺاهي ڇڏي ٿي. انهن کي يقين ٿي ويندو آهي تہ انهن ۾ ڪا شي ڀين کان گهٽ آهي ۽ جڏهن اهي عملي زندگيءَ ۾ اچن ٿا تہ انهن وٽ پاڻ پنهنجن پيرن تي بيهڻ جو حوصلو ڪونہ هوندو آهي.

وڏو ٿيڻ جي دوران ٻار جي سامهون ڪجهہ مقصد اچي ويندا آهن. اهو ڪنهن کي پنهنجو هيرو سمجهي ان جو نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهو ڪو رانديگر، ڳائڻو ايڪٽر يا سياسي ليڊر ٿي سگهي ٿو. هڪڙو مشهور ديني عالم ڪاليج جي زماني ۾ آئيني جي سامهون بيهي مولانا ابوالڪلام آزاد جي انداز ۾ تقرير ڪرڻ جو نقل ڪندو هو. هڪڙو مشهور ليڊر مولانا آزاد جي شاعراڻين عبارتن کي ياد ڪري تقريرن ۾ انهن کي استعمال ڪرڻ جي مشق ڪندو رهندو هو. ڪنهن کي پنهنجو محور ٺاهڻ سٺي ڳالهہ آهي. ان سان اڳتي وڌڻ جو شوق پيدا ٿيندو آهي، پر اهو محور بہ ڪنهن سٺي قسم جو هجي. آمريڪي ۽ يارتي فلمن ۾ مارڌاڙ ڏسي ٻار خوش ٿيندا آهن. انهن جي بہ دل چوندي

آهي تہ هڪڙي وقت ۾ ڏهن ڏهن بدمعاشن کي مار ڏين، ان ڪري انهن جي زندگيءَ جو مقصد لڙائي جهڳڙي ۾ مهارت حاصل ڪرڻ بہ ٿي سگهي ٿو.

ٻار جي عمر ۽ تعليم ۾ ترقيءَ جي دوران جيڪڏهن رڪاوٽ اچي وڃي تہ اهو حوصلو هاري سگهي ٿو. ان کي احساس ٿيڻ لڳندو آهي تہ ان جا جسماني عضوا ٻين کان ڪمزور آهن. ان جو قد اهو ڪونهي جيڪو محمد علي باڪسر جو آهي ۽ گهٽيون ئي ورزشون ڪرڻ جي باوجود ان جي ڇاتي ڇاليهن انچن کان وڌي ڪونهي سگهي. اهو ٿڪل ٿڪل رهڻ لڳندو آهي. ان ۾ ڪجهہ ڪرڻ جي رفتار گهٽجي سُستي ظاهر ٿي ويندي آهي. اهو بيزار ۽ چيڙاڪ ٿي ويندو آهي. ان مرحلي تي ان جي ذهن ۾ معاشري کان بغاوت ۽ ٻين سان حسد پيدا ٿيندو آهي. اهو ڪنهن امير يا صحتمند کي ڏسي چڙي پوندو آهي تہ اهو پاڻ ڇو امير يا صحتمند ڪونهي. ٻين کي سامهون رکڻ سٺي ڳالهہ آهي، ان سان اڳتي وڌڻ ۾ مدد ملندي آهي. پر ڪنهن سان حسد محسوس ڪرڻ يقينن سٺي ڳالهہ ڪونهي. حسد سان ٻي ڳالهہ ريس بہ آهي. حسد مان مراد اها ورتي ويندي آهي تہ فلاڻي کي گهر ڇو مليو؟ اهو ان گهر جي غرق ٿيڻ يا سڙي وڃڻ جي خبر ٻڌڻ لاءِ هميشہ انتظار ۾ هوندو آهي. ڪنهن ڪار خريد ڪئي تہ اهو ٻري سڙي ڪباب ٿي سگهي ٿو. عورتن ۾ اها عادت گهڻي هوندي آهي. جڏهن تہ ريس مان مراد ٻئي جي ترقي يا وڌڻ جو خراب لڳڻ ڪونهي، بلڪ هڪڙي نيڪ خواهش آهي، جيڪڏهن ان ڪار خريد ڪئي آهي تہ مان بہ خريد ڪري سگهان. اسلام اهو پهريون زندگي گذارڻ جو دستور آهي جنهن حسد کي مڪروهہ ۽ خراب فڪري انداز ڏنو. قرآن شريف ۾ آيو:

"وَمِنۡ شَرِّ حَاسِدٍ اِذَا حَسَدَ ﴿۵﴾" (الفلق) معنيٰ: ۽ حسد ڪرڻ واري جي شر کان (پناهہ) جڏهن اهو ساڙ ڪري﴿۵﴾.

مراد اها آهي تہ جڏهن ڪو حسد ڪندو آهي تہ سڀ کان پهريان اهو بدنيت ۽ ٻئي جو برو چاهڻ وارو هوندو آهي ۽ ان برائيءَ ۾ اڳتي وڃي ڪنهن نقصان جو سبب بہ ٿي سگهي ٿو. ان جي اهڙين حرڪتن کان بچڻ لاءِ الله جي پناهہ گهرڻ هڪڙي سٺي ترڪيب آهي.

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ ۽ عبدالله بن عمر رضہ جي ٻن مختلف روايتن مطابق نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

حسد ٻن صورتن ۾ جائز آهي. هڪڙو اهو تہ جيڪڏهن ڪو شخص قرآن جو حافظ آهي يا ان جو علم رکي ٿو ۽ پوءِ ان علم کي ماڻهن ۾ عام ڪري ٿو تہ ان سان حسد ڪرڻ گهرجي تہ اهڙي ذات مون وٽ هجي ها، ۽ ٻيو ان دولتمند سان جيڪو پنهنجي مال کي الله جي ٻانهن جي بهتري لاءِ استعمال ڪري ٿو. (بخاري ـ مسلم ـ ترمذي)

هتي حسد کي ريس ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي.

حضرت زبير بن عوام رضہ جي هڪڙي روايت ۾ حسد کي بيماري ڄاڻايو ويو آهي. جڏهن تہ حضرت ابوهريره رضہ بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

توهان حسد کان بچندا رهو. ڇوتہ حسد نيڪين کي ائين کائي ويندو آهي جيئن باهہ ڪاٺين يا گاهہ کي ساڙي ڇڏيندي آهي. (ابوداءود)

ان برائي جي حوالي سان انس بن مالڪ رضہ روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

بغض نہ ڪيو، حسد نہ ڪيو ۽ هڪٻئي کان منهن نہ ڦيريو. (مالڪ)

احساس ڪمتري جي مريضن جي اهم علامت اڪيلائي واري ڪنڊ جي ڳولا آهي. اهي مريض ٻين سان ملڻ پسند ڪونہ ڪندا آهن. جيڪڏهن انهن کي ڪا تقرير ڪرڻي پئجي وڃي تہ ماڻهن کان گهٻرائڻ جي ڪري وساري ويهندا آهن، انهن جي زبان مان لفظ ڪونہ نڪرندا آهن ۽ جنهن مضمون تي انهن کي چڱي ڀلي مهارت هوندي آهي اهوئي اسٽيج تي اچي وساري ويهندا آهن. انهن کي ٻين کان تعلق ٽوڙڻ جي ضرورت هوندي آهي، ڇوتہ اهي ٻين جي سامهون پاڻ کي گهٽ سمجهندا آهن ۽ هي نصيحت انهن لاءِ گهڻيون خوبيون رکي ٿي.

جڏهن ڪوئي شخص پاڻمرادو ٻين سان مقابلو شروع ڪندو آهي تہ اهو پنهنجين خامين کي نظر ۾ رکي ٻين سان حسد ڪندو آهي ۽

انهن جي تنگ چڪڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ان جو خيال هوندو آهي تہ اهو انهن کي ذليل ڪري پاڻ ترقي ڪري ويندو. ڪمتري جي انگريزي لفظ "انفريارٽي" (Inferiority) جي لفظي معنيٰ ڪنهن ڪان گهٽ يا هيڻاهون هجڻ آهي ۽ اهائي بيماريءَ جي اصل ڪيفيت هوندي آهي.

پين سان پيٽ يا مقابلو ڪرڻ تي جڏهن ڪوئي پاڻ کي گهٽ سمجهندو آهي تہ ان جي بدقسمتيءَ جي شروعات ٿي ويندي آهي. ان ۾ جدوجهد ڪرڻ جي قوت ۽ استقامت جو فقدان هوندو آهي, انهيءَ ڪري اهو ٻين کي ذليل ڪري پنهنجي اندر ۾ ور وڪڙ کائيندو رهندو آهي.

اهڙن ماڻهن ۾ عام طور تي بزدليءَ جو عنصر وڏيڪ هوندو آهي. انهيءَ ڪري اهو ٻين کي سڌو سنئون ذليل ڪرڻ جي طاقت تہ نہ رکندو آهي, البت افواهہ پکيڙي يا گمنام خطن يا ٻين ڪميڻائي وارن طريقن سان پنهنجي ذهني تسڪين ڪندو آهي. انهن ڪوششن سان اهو پاڻ کي مٿانهون ڪرڻ جي جذبي جي تسڪين ڪندو رهندو آهي. پوءِ اهو ڪو موقعو وڃائڻ کان سواءِ پنهنجي تعريف ڪري احساس برتري ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي.

ايڊلر احساس ڪمتري جي تعريف ۾ چوي ٿو تہ هي اهو جذبو آهي جيڪو جسم ۾ لڪل خدشن, غم ۽ دهشت جي اثرن سان پيدا ٿيندو آهي, جنهن جو بنياد ڪنهن جسماني يا عضوي جي ڪمزوري تي قائم ٿي پنهنجي ذات جي باري ۾ منفي سوچ تي قائم ٿي ناقدري جي رويي تي ختم ٿيندو آهي. جڏهن پنهنجو پاڻ کي هميشہ اندر ئي اندر ڪوسڻ ۽ غلطيون ڪيڻ رهجي وڃي تہ ڊپ جي ڪنبڻي ٿانيڪي نئي ٿي سگهي.

احساس برتري کان پنهنجي گهٽتائي جي ردعمل ۾ ڪجهہ ماڻهو اها ڪوشش ڪندا آهن تہ اهي پنهنجي ان گهٽتائي کي گهٽ ڪرڻ جي لاءِ ٻين کان مٿانهان ٿي وڃن. اها خواهش عورتن ۾ وڏيڪ هوندي آهي, جنهن جو مظاهرو دعوتن ۽ شادين جي گڏجاڻين ۾ ڪيو ويندو آهي. غريب ۽ وچولن گهراڻن جون عورتون پنهنجي احساس ڪمتريءَ جي ڪري جيڪڏهن لباس ۽ هار سينگار ۾ مبالغو ڪن تہ انهن جي

ذهني ڪيفيتن جي لحاظ کان ايئن ڪرڻ انهن جي مجبوري هوندو آهي، گهٽ حيثيت وارين عورتن کي دعوتن ۾ پنهنجي ڪمتريءَ جو احساس وڏيڪ ٿيڻ لڳندو آهي ۽ ايئن ڪرڻ لاءِ امير گهراڻن جون عورتون انهن کي مجبور ڪنديون آهن. ڇوته اهي جيڪڏهن ٺاهه ٺوهه ڪري نه اچن ته انهن جو قدر گهٽ ٿيندو آهي يا وهواهه گهٽ ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري اهي جتان به ممڪن ٿئي بهترين لباس ۽ زيور حاصل ڪنديون آهن.

عقيقي جي هڪڙي دعوت ۾ هڪڙي عورت ٻي کي ٻڌائي رهي هئي ته فلاڻي عورت کي ته ڏس ان اهو ئي وڳو پاتو آهي جيڪو ان کي گذريل مهيني فلاڻي شادي ۾ پاتل هو.

هاڻي ان عورت جي ذهني حالت ڏسو ته ان شادي ۾ شامل ٿيڻ وارين سڀني عورتن جا لباس ۽ زيور پنهنجي ذهن جي ڪمپيوٽر ۾ درج ڪري رکيا هيا. امير گهراڻن جون عورتون لباس مٿان زيور، زيور مٿان زيور بلڪ جسم جو هر اهو حصو جتي سون جو ڪو زيور پائي سگهجي ٿو ۽ نظر ايندو هجي ته اها جاءِ خالي ڪونهي رهندي.

هڪڙي وچولي گهراڻي جي عورت جي ڀائٽي جي شادي هئي. ان ٻُڪي (ميندي)، شادي ۽ دعوت (وليمي) جي ٽن موقعن لاءِ چار چار وڳا پنهنجا ۽ پنهنجين ڌيئن جا سبرايا هيا. پوءِ پنهنجي لاءِ چاليهه هزار جون سونيون چوڙيون خريد ڪيون.

هاڻي انهن کان ڪير پڇي ته چوڙين جا چاليهه هزار ڪٿان آيا؟ ان ويسيون (ڪاميٽيون) وجهي اها رقم ان لاءِ گڏ ڪئي هئي ته پنهنجي رهائش لاءِ ڪو گهر خريد ڪري سگهن. پر شادي ۾ پاڻ ڏيکارڻ ان لاءِ گهر خريد ڪرڻ کان به وڌيڪ ضروري ٿي ويو.

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جڏهن پنهنجي ٻچڙي فاطمه سلام الله عليها وٽ سونو هار ڏٺو ته انهن اها ڳالهه پسند نه ڪئي. حالانڪ عورتن لاءِ سون پائڻ جي اجازت آهي. انهن کي اعتراض اهو هو ته اهو نالي ۽ ڏيکاءُ جو اڻوڻندڙ طريقو آهي.

هڪڙي ڇوڪريءَ کي خسرو نڪتو ۽ بخار کان پوءِ ان جي مٿي جا وار کُسي ويا. ان جي شادي ٿيڻ واري هئي. ان جا مائٽ

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ آيا ۽ ان جي مٿي تي نقلي وار لڳائڻ جي اجازت گهري. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم نہ صرف انڪار ڪري ڇڏيو بلڪ مٿي تي نقلي واڌو وار ۽ نقلي چوٽيون لڳائڻ وارين عورتن تي لعنت ڪئي.

پاڻ سڳورن کي اهو اعتراض هيو تہ اها شي جيڪا توهان ۾ ڪونهي اها ٻين کي ڌوڪو ڏيڻ لاءِ ڇو ڪئي وڃي. جيڪڏهن ڇوڪريءَ جا خسري ڪري وار کُسي ويا آهن تہ اها جيئن ۽ جهڙي آهي ساهرا ڏسي قبول ڪن. اهڙي ڇوڪريءَ کي نقلي وار (وِگ) هٽي شاديءَ جي عمل مان تہ گذاري ٿو سگهجي. پر اها بناوٽ ڪجھ ڏينهن ۾ پڌري ٿي ويندي ۽ پوءِ ممڪن آهي تہ ان کي اتان ذليل ڪري ڪڍيو وڃي.

ڪجھ ڏينهن اڳ هڪڙي ڇوڪريءَ جي رشتي جي ڳالھ هلي رهي هئي. ڇوڪري لکيل پڙهيل ۽ نهايت خوبصورت هئي. گهوٽ ڇوڪري جي پڦي وڏي رازداريءَ سان انهن جي هڪڙي وڏڙيءَ کي وچ ۾ آڻي گذارش ڪئي تہ ڇوڪريءَ جي وارن ۾ نقلي وار لڳائي وارن کي اجا ڊگهو ڪيو وڃي، پوءِ ڇوڪرو ڏسڻ لاءِ اچي ڇوتہ ڊگها وار ڇوڪري جي ڪمزوري آهن. جيڪڏهن وار ڊگها نہ ڏسندو تہ اهو شادي کان انڪار ڪري ڇڏيندو. ان عورت نهايت عقلمنديءَ سان اها مائٽي ختم ڪرائي ڇڏي.

اهوئي هي مسئلو آهي جنهن ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مشورو موجود آهي تہ اها شي جيڪا توهان وٽ موجود ڪونهي اها توهان ٻين کي ڇو ڏيکاري پنهنجي احساس ڪمتريءَ جو مظاهرو ڪيو ٿا.

جڏهن لاهور ۾ نئين نئين ٽي وي آئي تہ جنهن جي گهر ٽي وي هوندي هئي تہ محلي جون عورتون ۽ ٻار گڏ ٿي پروگرام ڏسڻ لاءِ اچڻ لڳا. گهر وارا پنهنجي برتريءِ جو مظاهرو ڪرڻ ۾ انهن تي حڪم هلائڻ لڳا. ڪنهن کي اڳتي ڪنهن کي پوئتي ويهارڻ سان گڏ ڪنهن جي اچڻ تي اعتراض ڪرڻ لڳا. ٻارن جا پيءُ ماءُ روزاني جي ذلت جو بهانو بڻائي ٽي وي خريد ڪرڻ لاءِ نڪتا. ايتري رقم تہ هر ڪنهن وٽ

ڪونہ هئي. ماڻهن وياج تي پئاڻڻ کان قرض ورتا. اسان جي ڄاڻ سڃاڻ واري هڪڙي عورت پنهنجون سونيون چوڙيون وڪڻي رنگين ٽي وي خريد ڪئي. اهو ٽي وي جي فائدي وارو هجڻ جو اعتراف نہ هو. بلڪ پنهنجي ڪمتريءَ جو ردعمل هو. جڏهن پاڙي وارن جي گهر ۾ روزانو ڊرامو ڏسجي ٿو تہ اسان جي گهر ۾ اها رونق ڇو نہ هجي؟ پنهنجي احساس ڪمتريءَ جي تسڪين لاءِ ماڻهن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪندا رهنداسين؟! ان ڊوڙ ۾ شامل ٿيڻ جي بجاءِ جيڪڏهن اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي تہ صبر بہ هڪڙي سٺي ڳالهہ آهي. ٻين جو منهن ڳاڙهو ڏسي پنهنجي منهن کي ٿڦون هڻي هڻي ڳاڙهو ڪرڻ بيوقوفي آهي.

وڏن ماڻهن کي ڏسي يا انهن سان ڳالهائڻ وقت جهڪڻ، ٻنهي هٿن سان هٿ ملائڻ احساس ڪمتريءَ جي علامت آهي. 1919ع ۾ جڏهن جنرل ڊائر امرتسر ۾ مارشل لا لڳائي تہ شهرين کي ذليل ڪرڻ ۽ انهن کي گهٽتائيءَ جو احساس ڏيارڻ لاءِ حڪم جاري ڪيو ويو هو

جڏهن بہ ڪو انگريز يا انگريزياڻي ڪنهن بازار مان لنگهي تہ هر دوڪاندار ان جي احترام ۾ اٿي بيهي.

جڏهن بہ ڪوئي فوجي آفيسر بازار مان گذري تہ هر شخص اٿي ان کي فوجين وانگر سلام ڪري.

اسلام انهن سڀني بيهودگين کي ختم ڪرڻ وارو رهيو آهي.

هڪڙو شخص نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ڪنهن ملڪي معاملي تي گفتگو ڪرڻ آيو. گفتگو دوران ان جي جسم ۾ ڪٻٽي ڪري ڏڪي رهيو هو. حضور ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم محسوس ڪيو تہ اهو شخص ڪائنئن هيبت ۾ آهي. ان کي حوصلو ڏيارڻ لاءِ فرمايائون:

"مان ڪو بادشاهہ ڪونہ آهيان. جنهن کان تون ڊڄين. مان تہ هڪڙي اهڙي غريب عورت جو پٽ آهيان، جيڪا بڪون ڪاٽيندي هئي."

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻاهران تشريف کڻي ايندا هيا تہ انهن جي احترام ۾ اٿڻ کان منع ڪئي وئي هئي. ڪنهن بہ

شخص کي ٻين کي لتاڙي انهن مٿان اورانگهي اڳتي وڃڻ جو حق نہ هو. پاڻ سڳورا انساني وقار کي اهميت ڏيندا هيا. انهن جي ڪچهريءَ ۾ جيتري اهميت ڪنهن قبيلي جي سردار کي ملندي هئي، ايتري ئي هڪڙي عام ماڻهوءَ کي حاصل هئي.

حضرت عمر فاروق رضہ جي دور ۾ هڪڙي قبيلي جو سردار طواف ڪري رهيو هو تہ هڪڙي غريب مسلمان جو پير ان جي چادر تي اچي ويو. ان شخص غريب کي مار ڏني. اهو غريب دانهن کڻي حضرت عمر رضہ وٽ آيو. جانچ ڪرڻ تي سردار جو ڏوهہ ثابت ٿيو ۽ ان کي سزا ملڻ واري هئي تہ اسلامي حڪومت جي حدن کان ڀڄي ٻاهر هليو ويو.

پڙڪيلا ڪپڙا پائڻ ۽ هر وقت پنهنجي هار سينگار تي ڌيان رکڻ جو هرگز اهو مطلب ڪونهي تہ توهان پنهنجي گهٽ وڌائي کي درست رکڻ گهرو ٿا. اهو توهان جي احساس ڪمتريءَ جو اظهار آهي. ورنہ هٿ منهن ڌوئي وارن کي ڦڻي ڏئي ٺيڪ ڪرڻ کان پوءِ صاف سٿرو لباس ڪنهن جي شخصيت کي نکارڻ لاءِ ڪافي آهي. جيڪي ماڻهو پنهنجي ڏينهن جو اڌ حصو آئيني جي سامهون گذارين ٿا، اهي احساس ڪمتريءَ سان گڏ ساڙ ۾ مبتلا آهن. نفسيات ۾ ان کي "نارسزم" (Narcssism) چوندا آهن جنهن مان مراد خودپسندي بہ آهي. هڪڙي مولويءَ صاحب جي باري ۾ مشهور آهي تہ اهو ٻاهر نڪرڻ کان اڳ باقاعدي سينگار واري ميز تي ويهي ميڪ اپ ڪندو آهي ۽ وارن کي چمڪائڻ واري لوشن کان علاوه هلڪي رنگ جي لپ اسٽڪ بہ استعمال ڪندو آهي.

ايڊلر احساس ڪمتريءَ جو مسئلو پيش ڪرڻ کان پوءِ ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جون جيڪي صورتون ٻڌايون آهن انهن جو خلاصو هي آهي.

پنهنجي ذات جي ٻين سان ڀيٽ ڪرڻ ڇڏي ڏجي.
وڏو ماڻهو ٿيڻ جي اهميت ۽ ضرورت ختم ڪري ڇڏيو.
ڪمزوريءَ مان ئي طاقت پيدا ڪئي وڃي. پنهنجي ڪمزوريءَ کي ختم ڪيو ۽ جيڪڏهن ايئن ممڪن آهي تہ پنهنجي

صلاحيت کي ڪنهن بئي پاسي موڙي ان کي بهتر بڻايو.
پنهنجي غلطين جو جائزو وٺي انهن کي درست ڪجي.
پنهنجو پاڻ کي نامڪمل سمجهڻ ڇڏي ڏيو.

اهي هدايتون نامڪمل هجڻ ڪري فائديمند نہ آهن. ڇوتہ ان ڪمتريءَ جو احساس پيدا ڪرڻ وارن گهڻن سببن کي ڇڏي ڏنو ۽ اهي ڳالهيون بہ ڇڏي ڏنيون جن سان واقعي بيماري ٺيڪ ٿي سگهي ٿي، انهيءَ ڪري هڪڙي عام مريض کي پاڻ سنڀالڻ جي مختلف مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي. ڊاڪٽر ان جي علامتن جي وضاحت ڪندا آهن. ان کي مختلف احساس ڏياريا ويندا آهن. ان کي ٻڌايو ويندو آهي تہ ان جي ذهن ۾ بي پناهہ تشدد پريل آهي. ان کي گناهہ جو احساس پريشان ڪري رهيو آهي ۽ اهو ڪمتريءَ جو شڪار آهي.

نفسيات جون سيئي ڳالهيون ٻڌي اهو اڪثر مريض ئي رهندو آهي يا ان جون علامتون ٻي شڪل اختيار ڪري وٺنديون آهن.

## احساس ڪمتري ۽ اسلام:

قرآن شريف سڀ کان پهرين ڳالهہ اها واضح ڪئي تہ شڪل ۽ صورت جي اعتبار کان هر شخص جي شڪل نهايت عمدي ۽ تخليق جو شاهڪار آهي.

"وَصَوَّرَكُمْ فَأَحْسَنَ صُوَرَكُمْ وَإِلَيْهِ الْمَصِيرُ ﴿٣﴾" (تغابن) معني: ۽ توهان جو خاڪو ناهيائين، پوءِ توهان جي تمام سهڻي صورت ناهيائين ۽ انهيءَ ڏانهن ئي موٽڻو آهي ﴿٣﴾

هي آيت جسماني نقص ۽ ڪمزورين ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿي ۽ قبائلي برتري ۽ ذات پات جي نوعيت جي باري ۾ فرمايو:

"إِنَّا خَلَقْنَاكُم مِّن ذَكَرٍ وَأُنثَىٰ وَجَعَلْنَاكُمْ شُعُوبًا وَقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا إِنَّ أَكْرَمَكُمْ عِندَ اللَّهِ أَتْقَاكُمْ إِنَّ اللَّهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ ﴿١٣﴾" (حجرات) معنيٰ: بيشڪ اسان توهان کي هڪ نر (مرد) ۽ هڪ مادي (عورت) مان پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي ذاتيون ۽ قبيلا ڪيوسين جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو. بيشڪ الله وٽ توهان مان زيادهہ عزت وارو اهو آهي

جيڪو توهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي، بيشڪ الله ڄاڻندڙ خبر رکندڙ آهي ﴿۱۳﴾

قبيلا ۽ قومون ان لاءِ ٺاهيا ويا آهن تہ جيئن هڪبئي کي سڃاڻڻ ۽ سڏڻ ۾ آساني ٿئي، پر ان جو هرگز اهو مطلب ڪونهي تہ ڪوئي قبيلو پاڻ کي ٻين کان برتر سمجهي.

"يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا يَسْخَرْ قَوْمٌ مِّنْ قَوْمٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنُوْا خَيْرًا مِّنْهُمْ وَلَا نِسَآءٌ مِّنْ نِّسَآءٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُنَّ خَيْرًا مِّنْهُنَّ وَلَا تَلْمِزُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَلَا تَنَابَزُوْا بِالْاَلْقَابِ بِئْسَ الِاسْمُ الْفُسُوْقُ بَعْدَ الْاِيْمَانِ وَمَنْ لَّمْ يَتُبْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ﴿۱۱﴾"

(حجرات) معنيٰ: اي ايمان وارو! هڪڙا ماڻهو ٻين ماڻهن تي ٺوڪ نہ ڪن شايد اهي ٺوڪ ڪندڙن کان ڀلا هجن ۽ نہ عورتون ٻين عورتن تي ٺٺول ڪن شايد اهي ٺٺولي ڪرڻ وارين کان سٺيون هجن ۽ هڪ ٻئي جا عيب نہ ڪڍو ۽ هڪ ٻئي کي خراب لقب نہ ڏيو. ايمان آڻڻ کان پوءِ خراب نالو وٺڻ بڇڙائي آهي ۽ جيڪي ماڻهو توبهہ نہ ڪندا تہ اهي ئي ظالم آهن ﴿۱۱﴾

ماڻهن کي حقير سمجهڻ لاءِ ڪنهن بہ مسلمان وٽ ڪوئي جواز ڪونهي يا ان جي برخلاف ڪنهن مسلمان لاءِ اهو بہ جائز ڪونهي تہ اهو پاڻ کي ٻين کان حقير سمجهي. الله جي نظر ۾ بدصورت مسلمان ان خوبصورت مسلمان کان ڀلو آهي جنهن جا عمل سٺا نہ هجن. هن اهم نڪتي کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انساني حقن جي سيني کان وڏي چارٽر يعني حجتہ الوداع جي خطبي ۾ واضح ڪرڻ فرمايو:

ڪنهن عربي کي ڪنهن عجمي (غيرعرب) تي ۽ ڪنهن پوري کي ڪنهن ڪاري تي ڪابہ برتري ڪونهي. انسانن ۾ برتري سٺن عملن سان ٿيندي آهي. اهو ياد رکو تہ توهان سڀ آدم جي اولاد مان آهيو جڏهن تہ آدم کي مٽيءَ مان ٺاهيو ويو هو.

پاڻ سڳورن انهن ڳالهين تي پاڻ عمل ڪري ڏيکاريو. بنوهاشم جي ڪجهہ عورتن کي حبشي غلامن سان نڪاح ڪري شادي ڪرائي. حالانڪ عربن جي دماغ ۾ نسلي برتريءَ جو فتور شدت سان موجود هو.

اسلام احساس ڪمتريءَ جي اهم سبب حسد کي خراب سمجهيو. ۽ ايتري تائين جو قرآن شريف هيءَ نصيحت ڪئي ته حسد ڪرڻ وارن کان الله جي پناهه گهرندا ڪريو.

"وَمِنۡ شَرِّ حَاسِدٍ اِذَا حَسَدَ ﴿۵﴾" (الفلق) معنيٰ: ۽ حسد ڪرڻ واري جي شر کان (پناهه)جڏهن اهو ساڙ ڪري ﴿۵﴾.

جيڪي ماڻهو پنهنجي دولت تي پڏندا آهن يا عهدو حاصل ڪرڻ کان پوءِ آڪڙ ڪندا آهن، انهن جي احساس برتريءَ کي غيراهم قرار ڏنو آهي. اهڙن ماڻهن کان جڏهن ڪرسي کسجي ويندي آهي يا انهن جي دولت ۾ گهٽتائي اچي ويندي آهي ته انهن کي پيٽ ۾ وڪڙ پوندا آهن. ان سلسلي ۾ قرآن شريف ۾ آيو آهي:

"لِّكَيۡلَا تَاۡسَوۡا عَلٰى مَا فَاتَكُمۡ وَلَا تَفۡرَحُوۡا بِمَاۤ اٰتٰٮكُمۡ‌ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ مُخۡتَالٍ فَخُوۡرِ ﴿۲۳﴾" (الحديد) معنيٰ: اها خبر هن لاءِ آهي ته جيئن جيڪو توهان جي هٿ مان ويو توهان ان تي ڏک نه ڪيو ۽ جيڪو توهان کي ڏنائين ان تي غرور نه ڪيو. ۽ الله ڪنهن به آڪڙ ڪندڙ ۽ وڏائي ڪندڙ کي دوست نه رکندو آهي ﴿۲۳﴾

قرآن شريف ذهني مسئلن ۽ پريشانين جي باري ۾ اها لاجواب ترڪيب ٻڌائي ته جيڪو هليو ويو ان تي پڇتاءُ ڪونهي ۽ جيڪو اچي ويو ان تي پڏڻو ڪونهي. اهو مختصر اصول جيڪڏهن ذهن ۾ ويهاريو وڃي ته پوءِ دنيا ۾ ڪابه مصيبت اعصاب تي سوار ڪونه ٿي سگهندي.

هر شخص جو نالو جيئن ته ڏينهن ۾ وري وري پڪاريو ويندو آهي، انهيءَ ڪري اهو نالو به ان جي شخصيت جو سبب ٿي ويندو آهي. نالو جيڪڏهن تڪبر جو آئينيدار هجي يا ان سان ڪنهن ڪمزوريءَ جو اظهار ٿيندو هجي ته اسلام ان کي پسند نٿو ڪري. حضرت عائشه رضه جي روايت آهي.

"ڪان رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم بغيرالاسم القبيح." (ترمذي) يعني، رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم خراب نالن کي تبديل ڪري ڇڏيندا هيا.

حديثن ۾ اهڙن گهڻن نالن جو ذڪر ملي ٿو جيڪي تبديل ڪيا ويا. جيئن بره جو نالو زينب رکيو ويو ۽ عاصيہ کي جميلہ ڪيو ويو.

حضرت عبدالله رضہ بن عمرو بن عاص کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"المسلم من سلم المسلمون من لسانه و يده والمهاجر من هجر مانهيٰ الله عنہ." يعني، مسلمان اهو آهي جنهن جي هٿن ۽ زبان کان ٻيا مسلمان محفوظ هجن. مهاجر اهو ئي آهي جنهن الله تعاليٰ جي منع ڪيل ڳالهين کي ترڪ ڪيو.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هر مسلمان کي ذاتي وقار عطا ڪيو. انهن کي سٺن عملن، حُسن اخلاق ۽ ٻين جي خدمت ڪرڻ جي بنياد تي برتريءَ جو حقدار قرار ڏنو. هر مسلمان جي لاءِ پنهنجن پائرن سان مروت، خلوص ۽ محبت کي ضروري قرار ڏنو. هڪبئي جي جاسوسي ڪرڻ، ٻئي جو خط کولي پڙهڻ ۽ پٺي پنيان گلا ڪرڻ کي منع ڪيو. دوستن ۾ تڪبر ۽ خودپسندي کي ختم ڪيو. هر شخص کي اهو حوصلو ڏنو تہ اهو پنهنجون غلطيون مڃي ۽ ايئن ڪري ٻين کي بہ سٺن ڪمن جو حوصلو ڏياري. جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي ضرورت پوري ڪندو تہ الله ان جي ضرورت پوري ڪندو. بيمار جي عيادت ڪرڻ ۽ جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ سان گڏ ڪنهن جي دعوت قبول ڪرڻ سان بہ هر شخص ٻئي جي برابر ٿي ويندو. اسلام قبول ڪرڻ ۽ ان کي دل ۾ ويهارڻ کان پوءِ ڪنهن مسلمان وٽ احساس ڪمتريءَ ۾ متبلا ٿيڻ جو ڪوبہ جواز نٿو رهي.

# پوشاڪ جي اڏنگائي

1935ع ۾ جرمني جي ڊاڪٽر ميگنس هرشفيلڊ هڪڙي عجيب بيماريءَ جو پهريون ڀيرو مشاهدو ڪيو. جنهن کي ان پنهنجي تحقيقي مقالن ۾ مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ يا پوشاڪ جي اڏنگائي جو نالو ڏنو. ان بيماريءَ جي واضح علامتن جي مطابق مرد جي دل ۾ خواهش پيدا ٿيندي آهي تہ اهو عورتاڻا ڪپڙا پائي ۽ پنهنجي هار سينگار جي لحاظ کان هڪڙي عورت جي صورت پيش ڪري. شروعات ۾ اهو اڪيلائي ۾ عورتن جي هار سينگار جي سامان کي استعمال ڪري پاڻ کي آئيني ۾ ڏسي هڪڙي قسم جي لذت حاصل ڪندو آهي. پوءِ اهو عورتاڻي ميڪ اپ ۾ آهستي آهستي ايترو اضافو ڪندو آهي جو اهو هر طرح سان هڪڙي هار سينگار ڪيل عورت لڳندو آهي. جڏهن ان کي ان عمل سان جنسي تسڪين بہ اچڻ لڳندي آهي تہ اهو لڪي عورت ٿيڻ جي بجاءِ ڪڏهن ماڻهن ۾ بہ اهڙي حليي ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مگر شروعات عورتاڻن استعارن سان ٿيندي آهي. جيئن وار ڏگها ڪري انهن ۾ عورتن وانگر ڳُتون ناهڻ. حالانڪ ڏگها وار قبائلي تهذيب ۾ بهادرن جي نشاني هوندي هئي. پر انهن کي عورتاڻي رواج جي انداز ۾ ناهہ نوهہ ڪري اهڙي شڪل ڏني ويندي آهي جو پنيان ڏسڻ سان عورت ئي لڳندا آهن.

ميگنس هرشفيلڊ جي ان انڪشاف کان پوءِ انگلستان ۽ آمريڪا جي نفسياتي ماهرن ان موضوع تي وڏيڪ مشاهدا ڪري ان ڪيفيت کي محض چڙواڳي نہ پر هڪڙي باقاعده نفسياتي بيماري قرار ڏنو آهي. جنهن ۾ مريض هر وقت فڪرن ۾ مبتلا رهندو آهي. طبيعت بڏل ۽ ماڻهن ۾ اٿڻ ويهڻ کان لهرائڻ عام رويو هوندو آهي. ان ڪيفيت کي احساس ڪمتريءَ جي بگڙيل شڪل بہ چئي سگهجي ٿو. مگر اهڙا مرد جڏهن عورت جي لباس ۾ هجن تہ انهن ۾ حد درجي جي خود اعتمادي ڏني ويندي آهي. عام حالتن ۾ هڪڙو چڱو ڀلو مرد جڏهن پاڻ کي عورت

ٿاهي ڇڏي ته ان ۾ ڪجهه پشيماني ۽ شرم جو اظهار ضروري آهي، پر اهو وري وري عورت بڻجڻ جي خواهش تي عمل ڪندو آهي. ان وقت پنهنجي اندر خود اعتمادي محسوس ڪندو آهي. مگر ان سان گڏوگڏ ان ۾ گناهه جو احساس ۽ شرمساري بهرحال، هوندا آهن. جيڪڏهن اهي ڳالهيون ظاهري طور محسوس نه ٿين، ته اهي ذهني روڳ جي صورت به اختيار ڪري وٺنديون آهن.

پهريان اهو خيال هو ته وڏي عمر وارا ڪنوارا يا جسماني ڪمزورين وارا مريض اڪيلائي ۾ پنهنجو پاڻ کي عورت سمجهي تسڪين جي شايد ڪا صورت اختيار ڪندا آهن. مگر ڳڻپ جي جائزن مان معلوم ٿيو ته اهڙن مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ وارن ۾ 66 سيڪڙو پرڻيل مرد هيا ۽ اڪثر جي شادي واري زندگي خوشگوار هئي، نفسياتي طور اهي موڊ جا ٻانها هوندا آهن. ڪڏهن گهڙيءَ ۾ تولو ته ڪڏهن ماسو. ٻئي طرف هر ڳالهه ۾ ٻين تي ڀاڙيندا آهن. اڪيلائي پسنديءَ ۾ سڄو ڏينهن سوچي سوچي پنهنجي گناهه واري احساس ۾ اضافو ڪندا رهندا آهن.

جيئن جو تيئن اهڙيون ئي ڪيفيتون عورتن ۾ به هونديون آهن. اهو چئي سگهجي ٿو ته عام طور تي معاشري ۾ عورتون ڪمزور سمجهيون وينديون آهن. انهيءَ ڪري اهي زماني جي گردش جي مجبورين سبب پنهنجو پاڻ کي مرداڻي شڪل ڏئي وڌيڪ محفوظ سمجهي سگهنديون آهن. مجبوريون بلڪل الڳ مسئلو آهي. هي اهي عورتون آهن جيڪي معاشي مجبورين کان هٽي ڪري پاڻ کي مرد ٿاهڻ پسند ڪنديون آهن.

هڪڙي عورت پهريان چولي وانگر ڪٽي سبيل زناني قميص جي بجاء مردن جي قميص وانگر ڪپي سبيل ڳچي واري قميص پائڻ شروع ڪئي. ويڪري شلوار سان گڏ قميص مردن جي ڪالرن واري ٿي وئي. پوءِ وار ڪترجي ويا ۽ مرداڻا جوتا پاتائين. ان جي گفتگو ۾ گهڻي قدر مرداڻو انداز هو. پر اها پاڻ کي عورت طور ئي واقفيت ڪرائيندي هئي.

نفسيات ۾ هڪڙي بيماري ڪنهن شي کي پسند ڪرڻ، يعني، اشياء پسندي يا "فيتشزم" (Fetichism) جي نالي سان موجود آهي. جنهن جا مريض ڪنهن شي کي پسند ڪندا آهن. پوءِ اها شي جنهن بہ جاءِ تي جنهن وٽ بہ نظر اچي، اهو شخص ان کي پسند اچي ويندو آهي. جيئن وڏي ڪُڙي جيڪڏهن ڪنهن شخص کي پسند اچي وئي تہ ان جي پسند واري وڏي ڪڙي وارا جوتا جنهن بہ عورت کي پاتل هوندا، ان کي اها عورت پسند اچي ويندي ۽ ان کي ان سان وابستگي محسوس ٿيندي. جڏهن تہ ان ۾ ان عورت جو خوبصورت هجڻ بہ ضروري ڪونهي.

مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ ۽ اشياء پسندي بہ مختلف ڳالهيون آهن. نفسياتي ماهرن جي راءِ ۾ جيڪڏهن ڪو شخص رنگين چمڪندڙ شيون پسند ڪري ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهي پائي بہ ٿو تہ اها مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ واري عادت ڪونهي. ڇوتہ ان ڪيفيت جا شڪار ٿيل ماڻهو پنهنجو پاڻ کي مخالف جنس جي مڪمل شڪل ڏيڻ جي ڪوشش نہ ڪندا آهن.

هندوستان ۾ پهلواني سان تعلق رکڻ وارا ماڻهو شروع ۾ بنارسي ڪم ٿيل ريشمي سندرا ٻڌندا هيا. پوءِ بوسڪيءَ جي قميص ۽ ان جي شلوار جو رواج پيو ۽ هاڻي موسيقي جي شعبي سان تعلق رکڻ وارا فنڪار هر قسم جا زنانا ڪپڙا، زري ۽ ڳوٽي جو ڪم ٿيل پوتڙو (گوڏ) ۽ بروڪيڊ جون واسڪوٽيون وڏي اهتمام سان پائين ٿا. هندو مذهب جي هڪڙي نشاني ڳچيءَ ۾ ڌاڳو ٻڌڻ آهي، جنهن کي اهي "جڻيو" چوندا آهن. امير هندو "جڻيي" سان گڏ سوني زنجيري پائين ٿا. هاڻي گهڻو ڪري پاڪستاني نوجوان ڇوڪرن جي ڳچيءَ ۾ سوني زنجيري هوندي آهي، جنهن سان گڏ پُتلي جي ٻڙائين اضافي طور هوندي آهي.

مردن لاءِ ريشمي ڪپڙا، ڳچيءَ ۾ سونيون زنجيرون غير مسلمن جي خراب نقل سان گڏوگڏ ذهني ڏيوالپڻي جو نتيجو آهن.

حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ساڄي هٿ ۾ ريشمي ڪپڙو

ڪنيو ۽ ڪاٻي هٿ ۾ سون ۽ فرمايو: "هي ٻئي منهنجي امت جي مَردن تي حرام آهن." (ترمذي ـ ابو دائود)

جڏهن ته ان موضوع تي نسائي ابوموسيٰ اشعري جي هڪڙي روايت بيان ڪئي آهي ته امت محمديه جي مردن تي سون ۽ ريشمي لباس پائڻ حرام ڪيو ويو آهي.

اهڙيون روايتون به ملن ٿيون جن ۾ عورتن جي لاءِ به سون جي گهڻي مقدار کي ناپسند قرار ڏنو ويو آهي. خاص طور تي حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها وٽ هڪڙو سونو هار ڏسي پاڻ سڳورن کي خوشي نه ٿي. ان جو سبب شايد نمائش جي حوصله شڪني سان گڏ مال جي گردش جو مسئلو به هجي. ڇوته سون جي شڪل ۾ گهڻي قومي دولت هڪڙي جاء تي بند ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري اسلام زيورن تي زڪوات به مقرر ڪئي آهي.

جرمن ڊاڪٽرن مردن ۽ عورتن ۾ هم جنسيت جي مطالعي ۾ معلوم ڪيو آهي ته انهن جي غدودي نظام ۾ به ڪجهه تبديليون ٿي وينديون آهن. جنهن سان انهن جي جسماني بيهڪ بدلجي ويندي آهي. مردن جي رت ۾ عورتاڻا هارمون وڏيڪ تعداد ۾ ملندا آهن جيڪا سٺي ڳالهه ڪونهي.

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جڏهن ڪنهن ڳالهه کان منع ڪندا هيا يا ڪنهن عمل کي نامناسب قرار ڏنو آهي ته ان حڪم جي پٺيان صحت، صفائي ۽ نفسيات جا ڪيترائي فائدا وابسته هوندا آهن. جڏهن ته شروعات ۾ اسان انهن فائدن کان واقف نه هوندا آهيون. جيئن ڪتو ڪنهن ٿانو ۾ منهن هڻي ته ان کي ست ڀيرا ڌوئجي، جنهن ۾ هڪڙو ڀيرو مٽي سان صاف ڪجي. ان حڪم کي جڏهن قرآن شريف جي هڪڙي ارشاد سان گڏ پڙهيو وڃي، جنهن جي مطابق ان جانور جو گوشت حرام آهي جنهن کي ڪنهن درندي چيرڻ ڦاڙڻ جي ڪوشش ڪئي هجي. هاڻي اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته ڪتي ۽ ٻين درندن جي وات ۾ ڪا اهڙي شي آهي جيڪا ڪنهن تندرست انسان جي ڪاڌي ۾ شامل ٿي وڃي ته ان کي بيمار ڪري سگهي ٿي. اها ڳالهه ستين عيسوي

صدي جي ماڻهن کي تہ معلوم ڪونہ هئي، مگر اڄ اسان کي ان جو سبب معلوم ٿي ويو آهي تہ درندن جي ڳِڳ ۾ پاڳل ٿيڻ جا جراثيم هوندا آهن.

ريشمي ڪپڙا ۽ سون پائڻ وارا مرد گهٽ ڪري منفرد نظر اچڻ لاءِ ايئن ڪندا آهن. پاڻ کي نمايان ڪرڻ جي اها خواهش احساس گناهہ سان گڏ احساس ڪمتريءَ جو مظاهرو بہ ٿي سگهي ٿي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ان کان منع ڪئي تہ ان جي مصلحت ۽ سبب بہ اهوئي هوندو.

ابن ابي مليڪہ حضرت عائشہ رضہ کان انهن عورتن جي باري ۾ معلوم ڪيو جيڪي مردن وارا جوتا پائينديون آهن. ان فرمايو:

"رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهڙين عورتن تي لعنت ڪئي آهي جيڪي لباس ۽ عادتن ۾ مردن سان مشابهت اختيار ڪنديون آهن." (ابودائود)

مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ، ڪنهن عورت جي لاءِ پتلون (سوٽ) پائڻ يا ڪنهن مرد جي لاءِ برٽ پريل چادر ويڙهڻ جو مسئلو ڪونهي، بلڪ هڪڙي چڱي ڀلي شخص جي ذات ۽ ڪردار جو مسئلو آهي. جڏهن ڪنهن مرد ۾ زنانين شين ۽ هار سينگار جو سامان استعمال ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿيندي آهي تہ ان جي پٺيان ڪيترين ئي نفسياتي بيمارين لڪل هونديون آهن. جڏهن ان کي ريشمي يا جارجٽ جي قميص پائڻ سان زياده اطمينان يا خود اعتمادي محسوس ٿيڻ لڳندي آهي تہ ان جو اهو عمل مختلف ذهني بيمارين جي شروعات ٿيڻ سان گڏوگڏ ان جي شخصيت کي ختم ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ويندو آهي. سوچڻ ۽ سمجهڻ جي آسان ڳالهہ اها آهي تہ عورت جيڪڏهن مرداڻو لباس پائي تہ ان سان اسلام جو ڇا بگڙجندو يا اسلام کي ڪهڙو لاچار ٿيو آهي جو عورتن جي لباس جي باري ۾ خواهہ مخواهہ اعتراض ڪري. حقيقت جي تلاش ۾ جيڪڏهن ويجهي تہ اسلام جي هر هدايت ۽ هر حڪم اسان جي فائدي لاءِ آهي. اسلام هرگز اهو پسند نٿو ڪري تہ ان جو ڪو مجڻ وارو ٻٽي شخصيت جو شڪار

ٿي نفسياتي بيمارين ۾ مبتلا ٿي وڃي ۽ ايئن اسان هڪڙي سٺي ڪارڪن يا ساٿي کي عملي زندگيءَ ۾ بيڪاري ڪري ڇڏيون.

لکنوءَ ۾ جان صاحب نالي هڪڙو شاعر رهندو هو. جيڪو شعرن ۾ پنهنجو تخلص "بِي جان" استعمال ڪندو هو. مشاعرن ۾ اهو عورتاڻو لباس پائي زيورن سان سينگارجي ايندو هو ۽ پنهنجن عورتاڻن نظمن تي داد حاصل ڪندو هو. شاعري جي حوالي سان اهو بلڪل بيڪار هو. مگر پنهنجي بي معنيٰ شاعري کي عورتاڻين ادائن ۽ لهجي سان هڪڙي انفراديت ڏئي پنهنجي لاءِ مشهوري جو بندوبست ڪري ويو. ورنہ مردن وانگر ڪنهن مشاعري ۾ بيٺ وانگر اچي ها تہ ان جو هڪڙو شعر بہ داد واصول نہ ڪري ها. "نظريہ ضرورت" جي ان استعمال جي مصلحت سان گڏوگڏ ان جو ڏيکاءُ وارو ڪردار يا زندگي هڪڙي تندرست انسان جي زندگي ڪونہ هئي. ذهني بيمارين جي شروعاتي علامتن کان پوءِ آخر ۾ پاڳل ٿي ويو.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسلام سيکارڻ ۾ هميشہ مسلمانن جي لاءِ هڪڙي ڏکهي ۽ صحتمند زندگي گذارڻ جو مقصد بہ سامهون رکيو. ذهني تندرستي جي سلسلي جي بقا ۾ حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي:

> "رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هر ان مرد تي لعنت ڪئي جيڪو عورتن جهڙو لباس پائي ۽ هر ان عورت تي لعنت ڪئي جيڪا مردن جهڙو لباس پائي. (ابو دائود)

ميگنس هرشفيلڊ کي مخالف جنس جا ڪپڙا پائڻ جي نقصانن جو اندازو ويهين عيسوي صدي ۾ ٿيو. پر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان خلفشار کان تيرهن سو سال اڳ آگاهہ هيا ۽ انهن برائي کي وڌڻ يا نقصان ڪرڻ کان اڳ ۾ ان جي شروعاتي حالت ۾ روڪڻ جي ترڪيب ڪندي مردن جي لاءِ عورتاڻو اندازِ زندگي يا عورتن لاءِ مرداڻا طور طريقا اختيار ڪرڻ جي عادت کي پهرين ئي مرحلي ۾ روڪي انسانن جي شخصيت کي نفسياتي بيمارين کان بچايو ۽ فيصلو هاڻي توهان پاڻ ڪيو تہ علم نفسيات جو حقيقي عالم ڪير هو؟

# خواب ۽ خوابن جي تعبير

هر انسان ننڊ ۾ خواب ڏسندو آهي. هاڻي اها ڳالهه به معلوم ٿي آهي ته انسانن کان علاوه جانور به خواب ڏسندا آهن، جن ۾ ڳئون، مينهن، ڪتو، ٻلي شامل آهن. بلڪ ڪجهه ماهرن کي پڪين ۾ به خواب ڏسڻ جو يقين ٿي رهيو آهي. ان جي صورت اها آهي ته انسان جڏهن سمهندو آهي ته ان جو جسم ڍرو ٿي ويندو آهي. پر جڏهن خواب اچڻ لڳندو آهي ته بند اکيون تيزيءَ سان گهمڻ لڳنديون آهن. دماغ ۾ برقي تبديليون واقع ٿينديون آهن، جن کي اوزارن جي مدد سان رڪارڊ ڪري سگهجي ٿو. نڙيءَ ۾ موجود زبان جي آخري حصن ۾ حرڪتون پيدا ٿينديون آهن. ساهه تيز هلندو آهي ۽ دل ۾ معمولي ڌڙڪو محسوس ٿيندو آهي. فرانسي ماهر چون ٿا ته اٺن ڪلاڪن جي روزاني واري ننڊ ۾ ڏيڍ ڪلاڪ خوابن جو هوندو آهي.

خواب هڪڙي لڳاتار ڪهاڻي هوندي آهي، جنهن ۾ مختلف نظارا، واقعا وغيره دماغ جي پردي تي فلم وانگر هلندا آهن. اها هڪڙي اهڙي ڪيفيت آهي، جيڪا دماغي بيمارين يا نشو ڪرڻ وارن کي ڏينهن ۾ به محسوس ٿيندي آهي. ان کي هوائي قلعا ٺاهڻ به چئي سگهجي ٿو مگر خواب پنهنجي مرضي سان نه ايندا آهن. بلڪ ڪنهن شخص کي هوش ۽ حواس ۾ ڪنهن خاص قسم جي ڪهاڻي ڏانهن ڌيان ڇڪرائي اها تلقين ڪئي وڃي ته ان جو باقي حصو اهو ننڊ ۾ ڏسي ته ايئن ممڪن ڪونهي. البت ان کي بيهوش ڪري يا هپناٽزم جي دوران جيڪڏهن اهڙي قسم جو مشورو ڏنو وڃي ته ان دوران ڏنل مشورو ڪارآمد ٿي سگهي ٿو. خواب هڪڙي مڪمل ڪهاڻي هوندي آهي، جيئن ڪهاڻي هلڻ جو هڪڙو عرصو هوندو آهي، اهڙيءَ طرح خواب جي ڊيگهه به ان ڪهاڻي جي مناسبت سان هوندي آهي.

هڪڙي ڊاڪٽر جي ڏند ۾ تڪليف هئي. بيهوش ڪري ان جو ڏند ڪڍيو ويو. بيهوش ڪرڻ، ڏند ڪڍڻ ۽ وري هوش ۾ اچڻ جو پورو عرصو هڪڙي منٽ کان به گهٽ هو. چوته جڏهن ڏند ڪڍيو ويو ۽ اڃا اهو اچليو ڪونه ويو هو ته سور جي ڪري ان جون اکيون کلي ويون ۽ ان ڏند ڪي چڱيءَ طرح ڏسي ورتو. ان جي اکين ۾ لڙڪ هيا، البت، اهي سور سبب نه هيا.

ان ڊاڪٽر ٻڌايو ته اهو بيهوشيءَ جي دوران هڪڙو خواب ڏسندو رهيو. جنهن جو اٽڪل خلاصو ان پنجن منٽن ۾ بيان ڪيو. ان ڪهاڻي ۾ ان جو پنهنجو ڪردار ڪنهن دردناڪ شڪل ۾ هو جنهن جي ڪري ان جا لڙڪ وهي رهيا هيا. غور طلب ڳالهه اها آهي ته بيهوشي جي هڪڙي منٽ جي مختصر عرصي ۾ ان ايترو ڊگهو خواب ڪيئن ڏٺو؟

ان جي بيان ۽ خوابن جي علم سان واقفيت ڪي سامهون رکندي اها ڳالهه اطمينان سان چئي سگهجي ٿي ته خواب جا تفصيل قدرتي طور تي اهڙا مختصر ڪيا ويندا آهن جو اسان جنهن کي پوري رات جو خواب سمجهي رهيا آهيون، حقيقت ۾ اهو اڌ ڪلاڪ ۾ مڪمل ٿيل هوندو آهي.

ڊاڪٽرن اکين ۽ عضون جي حرڪتن جي مشاهدن سان خواب معلوم ڪرڻ جي جيڪا ڪوشش ڪئي آهي ان جي ڪاميابيءَ جو اندازو ان ڳالهه مان ڪري سگهجي ٿو ته جڏهن ڪنهن شخص کي اهڙي ڪيفيت ۾ ڏٺو ويو ته ان کي جاڳايو ويو. 27 مان 20 ماڻهن ٻڌايو ته اهي خواب ڏسي رهيا هيا، جڏهن ته خاموش اکين ۽ عام رفتار سان ساهه کڻڻ واري حالت ۾ 23 ماڻهن کي جاڳايو ويو ته انهن مان صرف 4 ماڻهو خواب بيان ڪرڻ ۾ وڌيڪ چٽا نه هيا.

جن ماڻهن کي تڪڙو ساهه کڻڻ ۽ اکيون گهمائڻ واري حالت مان جاڳايو ويو ته اهي خواب بيان ڪرڻ ۾ وڌيڪ واضح هيا. انهن جي مقابلي ۾ اکيون خاموش هجڻ کان پوءِ جن کي جاڳائي خواب جو پڇيو ويو ته ماڻهن کي ان کي ياد ڪرڻ ۾ مشڪل ٿي رهي هئي، بلڪ گهڻا ته اهو حصو وساري چڪا هيا.

علم الاعضاء ۽ دماغ جي ڊاڪٽرن مشاهدو ڪيو آهي تہ سمهڻ کان پوءِ 100 منٽ بعد اکين ۾ حرڪت شروع ٿيندي آهي ۽ اهو عمل گهٽ ۾ گهٽ 10 منٽ جاري رهندو آهي. پوءِ هر 90 منٽ کان بعد اهڙي قسم جا واقعا پيش ايندا آهن ۽ اهو سلسلو ننڊ جي آخر تائين هلندو رهندو آهي. ڪير پياڪ ٻارن جي ننڊ جو اڌ حصو اهڙي طرح خواب ڏسڻ ۾ گذرندو آهي، جڏهن تہ عمر وڌڻ سان اهو عرصو گهٽ ٿيندو 60 سالن جي عمر ۾ 20 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ وڃي رهندو آهي.

خواب جون اڪثر ڳالهيون منجهيل هونديون آهن. انهن مان سڌو سنئون مطلب ڪيڻ مشڪل هوندو آهي. انهيءَ ڪري خواب جي باري ۾ ڳالهہ صبح ساڻ ڪئي وڃي، ورنہ ان جو اڪثر حصو وسري ويندو آهي. دم دلاسو ۽ اطمينان جو مشورو ڏيڻ جا ماهر پنهنجن مريضن تي زور ڏيندا آهن تہ جيئن ئي اهي ننڊ مان سجاڳ ٿين، خواب لکي ڇڏين.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن خواب جي تعبير ڪندا هيا تہ انهن جي ان معمول جي باري ۾ حضرت سمرة بن جنب رضہ روايت ڪئي آهي تہ

> نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن صبح جي نماز پڙهي وٺندا هيا تہ اصحابن ڏانهن متوجہ ٿيندا هيا ۽ پڇندا هيا تہ توهان مان ڪنهن رات ڪو خواب ڏٺو آهي؟ (بخاري ـ مسلم).

صبح ساڻ ماڻهن کي خواب بيان ڪرڻ تي آماده ڪرڻ ۾ هڪڙو اهم مقصد اهو بہ هو تہ انهن کي ذهني جو پريشان رهڻ کان بچائي خوابن جي تعبير جو علم سيکاريو وڃي.

## خوابن جي تعبير جا پراڻا طريقا:

ڪئناڊا ۾ هڊسن درياء جي پار رهڻ وارا اسڪيمو اهو يقين رکندا هيا تہ ننڊ جي دوران سمهڻ وارو جڏهن خواب ڏسندو آهي تہ ان غرض سان ان جو روح جسم مان نڪري خواب جي وادي ۾ هليو ويندو آهي ۽ اتي وڃي خواب ڏسندو آهي. جيڪڏهن ان کي ان عرصي ۾ جاڳايو وڃي تہ عين ممڪن آهي تہ روح ان خواب جي وادي ۾ رستو ڀلجي

پٽڪي وجي ۽ اهو شخص روح جي موٽي نہ اچڻ ڪري مري وڃي. اهڙيءَ طرح وادي توران جا ماڻهو بہ ستل کي جاڳائڻ گهڻي خراب ڳالهہ سمجهندا هيا. انڊونيشيا جي ڏاکڻ جزيرن ۾ جيڪڏهن ڪير خواب ۾ ڏسي تہ ان جي زال آواره آهي تہ ڏينهن جو پنهنجي سهري کي اطلاع ڪندو هو تہ اهو پنهنجي بدڪار ڌي کي وٺي وڃي.

آفريڪي قبيلن ۾ خواب جي واقعن کي حقيقت تصور ڪيو ويندو آهي. هڪڙي شخص پنهنجي پوري عمر جي دوست کان انهيءَ ڪري تعلق ٽوڙيو جو خواب ۾ اهو ان کي بدخواهہ نظر آيو. جهنگل جي هڪڙي مهم جي دوران هڪڙي ڪارڪن خواب ڏٺو تہ سياح ان کي خطرناڪ درياء جي وهڪري خلاف ٻيڙي هلائڻ جو چئي رهيا آهن. سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ ان ماڻهن جي منٿن ڪرڻ جي باوجود اهڙن بي مروت ماڻهن سان گڏ اڳتي وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

پيراگوئي جي هڪڙي جهنگلي خواب ۾ ڏٺو تہ ڳوٺ جي پادري ان کي مارڻ لاءِ پستول ڪڍيو آهي. اهو صبح جو ويو ۽ اهڙي حادثي کان اڳ ان پادري کي قتل ڪري ڇڏيائين.

ڪجهہ قبيلن ۾ خيال ڪيو ويندو هو تہ نامڪمل خواب کي مڪمل ڪرڻ يا اهڙي طرح عمل ڪرڻ انهن جي تڪڙي ذميواري آهي. هڪڙي شخص خواب ۾ ڏٺو تہ ان پنهنجن 9 ساٿين سان گڏ برف ڄميل درياء ۾ ٽپو ڏنو ۽ برف جي هيٺان لنگهندو ٿوري مفاصلي تي سوراخ ڪڍي اهي سڀ ٻاهر اچي ويا. ان پنهنجو خواب 10 ماڻهن کي ٻڌايو ۽ انهي خواب جي تعميل جي سلسلي ۾ انهن ان سان گڏ خوشي مان درياء ۾ ٽپو ڏنو. ٻاهر نڪرڻ ۾ هڪڙو ساٿي هلاڪ ٿي ويو.

ڪردستان ۾ جيڪا شي خواب ۾ ملندي نظر اچي اها جاڳڻ کان پوءِ حاصل ڪرڻ حق ٿي ويندو آهي. جيئن ڪنهن خواب ۾ ڏٺو تہ هڪڙي رئيس ان کي ڪٽڪ جي ٻوري ڏني تہ اهو ۽ ان جو قبيلو هر حالت ۾ ان رئيس کان ڪٽڪ جي ٻوري وٺي ايندا. اهو مسئلو ان وقت وڏيڪ خراب ٿي ويندو هو جڏهن ڪوئي اها دعوا ڪري تہ ان فلاڻي ڇوڪريءَ کي پاڻ ڏانهن توجهہ ڪندي ڏٺو.

## قديم مذهبي عقيدا:

چيٽربيٽيءَ ٻہ هزار سال قبل مسيح ۾ مصري بادشاهن جي خواب جو مجموعو شايع ڪيو. يوناني شاعر هومر پنهنجي مشهور ڪتاب "ايلياڊ" ۾ لکيو آهي تہ اگامينن وٽ خواب ۾ زيوس ديوتا جو پيغامبر ايندو هو. جيڪو ان کي مستقبل جون خبرون ٻڌائيندو هو ۽ آئنده جي لائحہ عمل جي لاءِ رهبري ڪندو هو.

هندو ڌرم جي ويدن مان "اٿرويد" ۾ هڪڙو باب خواب جي ماهيت ۽ انهن جي تعبيرن جي باري ۾ ملي ٿو. اهو ڪتاب جنهن کي الهامي چيو ويندو آهي تقريبن پنج سو سال قبل مسيح ۾ آيل ٻڌايو وڃي ٿو. قديم بابل جي کنڊرات مان نينوا جي شهر جي کوٽائي دوران اهڙيون تختيون (ڦرهيون) مليون آهن جن ۾ خوابن جا تعبير لکيل هيا. خوابن جي تعبير جي سلسلي ۾ قديم ترين ڪتاب "رٽيڪا" (Ritica) آهي جنهن کي دالديانوس (Daldianus) نالي هڪڙي يوناني فلاسافر ٻي عيسوي صدي ۾ لکيو ۽ يورپ جا وهمي، جواري ۽ شرطون رکڻ جا شوقين ان مان ڦارون ڪيندا آهن. انهن جي سمجهہ مطابق خوابن جو اعليٰ ترين قسم اهو آهي جنهن ۾ خواب عاج جي محراب مان نڪري ايندا آهن. خراب خواب جانورن جي سنڱن مان ٺاهيل دروازن جي رستي ايندا آهن ۽ انهن خوابن مان زندگي ۾ ايندڙ ڏينهن جي باري ۾ پيشنگويون ڪري سگهجن ٿيون.

مشرق وسطيٰ جا ماڻهو خوابن سان بيمارين جو علاج، سفر ۽ قسمت جي حال لاءِ ڦارون ڪيندا هيا. انهن جي تعبير ذريعي مريضن جي علاج جو طريقو قرباني ۽ شفاء لاءِ صحيح ديوتا جي تلاش جو رستو ڪڍيو ويندو هو. يونان ۾ 600 اهڙا مندر موجود هيا جتي بيمار پنهنجي صحت جي لاءِ مناجات ڪرڻ لاءِ ايندا هيا ۽ اتان جا پروهت خوابن جي مدد سان انهن جي لاءِ علاج جي ترڪيب ڪيندا هيا. مندرن جي اندر

۽ ٻاهر ديوتائن جا بت ۽ شفاء جا ٻيا ذريعا نصب ڪيا ويندا هيا ۽ خوابن جي مدد سان انهن مان فائدي واري ٻُت جو پتو لڳايو ويندو هو.

اڃا تائين خيال ڪيو ويندو آهي تہ فرائيڊ اهو پهريون شخص هو جنهن خوابن کي روزاني جي زندگيءَ جو پرتوو قرار ڏنو. حالانڪ 400 سال قبل مسيح ۾ ارسطو لکيو:

> "خارجي شيون ۽ انهن جا اثر جسم ۾ اندر وڃي رڪجي ويندا آهن. ننڊ جي دوران جسماني حِس ڪمزور ٿي ويندا آهن تہ جيئن خوابن جا واقعا منجهيل شڪل ۾ پيدا ٿيندا رهن."

ارسطوءَ خوابن جي تعبير تي هڪڙو ڪتاب "پروا نيچورئليا" (Parva Naturalia) لکيو ۽ اهو ڪتاب بہ ان مسئلي تي اهم ۽ سنـو ڪتاب سمجهيو ويندو آهي. اتفاق سان علم الاخلاق تي اڄ بہ ارسطوءَ جو ئي ڪتاب سيني ڪان مُستَنَد سمجهيو وڃي ٿو. ارسطوءَ ڪوشش ڪئي تہ خوابن کي روزاني جي زندگيءَ جو رد عمل قرار ڏئي، مگر ماڻهو ان تي يقين ڪرڻ لاءِ تيار نہ هيا ۽ مشهور رومي سياستدان سسرو 75 قبل مسيح ۾ ڪتاب لکيو. جنهن ۾ خوابن کي روحانيت جو پرتوو قرار ڏنو ۽ ثابت ڪيو تہ انسانن جا عمل، مستقبل ۽ قدرت جي طرف ڪان انعام ۽ سزا خوابن ۾ لڪل هوندا آهن. ان ڪان پوءِ ٻي ڪوشش فرانسي ڊاڪٽر الفريڊ مور 1850ع ۾ 300 خوابن جي تفصيلي جائزي ڪان پوءِ شايع ڪئي، جنهن ۾ اهو خوابن کي روزاني جي واقعن جو رد عمل قرار ڏئي ٿو ۽ بيان ڪري ٿو.

> "مان هڪڙي ڏينهن خواب ۾ ڏسان ٿو تہ مون کي آزاديءَ جي تحريڪ جي خلاف ڪم ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ انقلاب فرانس دوران هڪڙي ٽربيونل جي سامهون پيش ڪيو ويو. انهن مون کي موت جي سزا ڏني. جڏهن انهن مون کي ٽڪٽڪيءَ سان ٻڌو ۽ چرو مٿان ڪرڻ وارو هو تہ مان ننڊ ۾ ڪٽ تان ڪري پيس چوتہ ڪٽ جي ٻانهين پڇي پئي هئيءِ منهنجي ڪنڌ ۾ ڏڪ لڳو."

ڪيترائي مشهور اديب اهڙا آهن جيڪي پنهنجي تخليق کي الهامي رنگ ڏئي عجيب ۽ غريب وضاحتون پيش ڪندا آهن. جيئن

مشهور برطانوي شاعر ڪولراج چوي ٿو تہ منهنجو مشهور نظم ”قبلائي خان “خواب ۾ ملڻ وارن اشارن سان مڪمل ٿيو.

سلائي جي مشين ايجاد ڪندڙ چوي ٿو تہ مون کي سُئي ناهڻ جي سمجهہ هڪڙي خواب مان آئي، جنهن ۾ ماڻهو مون کي اهڙن نيزن سان ماري رهيا هيا جن جي اڳيان سوراخ هيو ۽ ان ۾ رسو وڌل هو. جڏهن انهن مون کي نيزو ٿي هنيو تہ ان رسي سان منهنجي جسم ۾ هڪڙي قسم جي سلائي ٿي وئي ٿي. جنهن سان مون کي مشين جي سُئي جي سوراخ ۽ ان مان فائدو وٺڻ جو طريقو سمجهہ ۾ اچي ويو.

هڪڙي جرمن ڪيميادان جي دعوا آهي تہ ان هڪڙي نانگ کي خواب ۾ ڏٺو جيڪو پنهنجي پڇ تي اپو بيهي مون ڏانهن وڌي رهيو هو. ان سان مون کي ”بينزين“ (Benzene) جي ترڪيب جو نقشو سمجهہ ۾ اچي ويو. نوبل انعام حاصل ڪرڻ واري جرمن ڊاڪٽر ليوي جو خيال آهي تہ ڏيڏر جي ٽنگ جي اعصاب تي ان جي تجربن جو بنياد هڪڙي خواب مان حاصل ٿيو.

اهي سڀ شخصيتون علم ۽ فن ۾ نمايان ڪمن تي شهرت رکن ٿيون. حقيقت اها آهي تہ انهن جا تحقيقي ڪم ۽ ان ۾ گم ٿي وڃڻ هر وقت انهن جي اعصابن تي سوار هئا. اهي رات ڏينهن پنهنجي ڪم کان علاوه ڪجهہ بہ ڪونہ سوچيندا هيا. انهن جي اها سوچ انهن جي ننڊ ۾ بہ انهن سان گڏ رهندي هئي ۽ جڏهن لاشعور تان ڪنٽرول ڍرو ٿيندو هو تہ انهن جا مسئلا مختلف شڪلين ۾ نظر ايندا هيا ۽ اهي انهن شڪلين مان پنهنجي مسئلي جو ڪو حل ڪڍي وٺندا هيا. جديد نفسيات انهن جي مشاهدن لاءِ اهڙي قسم جون وضاحتون پيش ڪري سگهي ٿي. ان جي برخلاف اسلامي تعليم جي مطابق الله تعاليٰ جنهن تي مهرباني ڪرڻ پسند ڪندو آهي، ان کي خواب ۾ ڪنهن مشڪل جو حل ڏيکاريندو آهي. انهيءَ ڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم خواب کي نبوت جو ڇائيتاليهون حصو قرار ڏنو آهي. ڇوتہ الله تعاليٰ پنهنجن نبين کي وحي جي ذريعي اطلاع ڪندو رهندو آهي ۽ سٺا خواب بہ نبوت جي ان خصوصيت جو حصو آهن.

## ڀوائتا خواب:

اڪثر اهو ٿيندو آهي تہ ڪنهن ٻار کي ڀوائتو خواب ڏٺو ۽ اهو ان جي دهشت کان رڙيون ڪرڻ لڳو. سجاڳ ٿيو تہ پگهر ۾ شل ٿيل هو. چهري تي گهٻراهٽ ظاهر هوندي آهي. ان کي "پيوَرناڪچرنَس" (Pavur Nocturnus) چوندا آهن.

اهڙي خواب کان پوءِ ٻار جڏهن سجاڳ ٿيندو آهي تہ عام طور تي خواب جي هڪ اڌ ڳالهہ کان علاوه ان کي ٻيو ڪجهہ بہ ياد نہ رهندو آهي. اها تڪليف عام طور تي 3 کان 7 سالن جي عمر وارن ٻارن جي ڪل تعداد جي 3 سيڪڙو کي ٿيندي آهي. جڏهن تہ انهن مان 10 سيڪڙو اهڙا هوندا آهن جن جي عمر 12 کان 14 سال جي وچ ۾ هوندي آهي. اهڙي دهشت جي باري ۾ اڪثر ماهرن جو خيال آهي تہ ٻار ڀوائتو خواب ڪونہ ڏٺو آهي، بلڪ ڪجهہ ٻاهرين سببن ڪري ان کي جڏهن هڪدم سجاڳ ٿيڻو پيو تہ ان عمل جا پريشاني وارا اثر ان جي لاءِ دهشت ۽ گهٻراهٽ جو سبب ٿيا.

ڀوائتن خوابن جي باري ۾ اجاين خيالن جي مقابلي ۾ اسلام خوابن جي تعبير ۽ خوابن جي باري ۾ جيڪا معقول تعليم ڏني آهي، ان جي مطابق خراب ۽ ڀوائتا خواب شيطان جي ڪري ايندا آهن. سٺن ۽ خراب خوابن جي باري ۾ حضرت ابو سعيد رضہ ۽ حضرت ابو قتاده رضہ جي ٻن مختلف روايتن ۾ آيو آهي.

> نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا هيا تہ سٺو خواب الله جي طرف کان آهي ۽ خراب خواب شيطان جي طرف کان هوندا آهن ۽ اهڙي خواب کي بيان نہ ڪجي، بلڪ الله کان شيطان جي شر کان پناهہ گهرجي. اهڙي شخص کي ڪو نقصان نہ ٿيندو. (بخاري)

اها هڪڙي حقيت آهي تہ رڳو ٻار نہ پر وڏا بہ ڪجهہ خوابن کان دهشت ۾ اچي ويندا آهن. ڪجهہ ماڻهو تہ خوابن ڏسڻ کان پوءِ ڪيترن ڏينهن تائين گهٻرايل هوندا آهن. اهڙن خوابن جو اچڻ هڪڙي حقيقت

آهي. ان جو حل اسلام کان علاوه ڪنهن ٻئي علم يا سائنس وٽ ڪونهي. خراب خوابن جي خراب اثرن کان محفوظ رهڻ جي مٿئين طريقي کان علاوه ٻيا به گهڻا طريقا نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم بيان ڪيا آهن.

خراب خواب ڏسڻ کان پوءِ لاحول ولاقوة الابالله پڙهيو وڃي. شيطان جي براين کان پناهه گهرڻ کان پوءِ کاٻي پاسي تي ٿيرا ٿڪيو وڃي ۽ پاسو بدلائي سمهي رهجي ته ڪوبه نقصان نه ٿيندو. انشاء الله.

## ننڊ ۾ هلڻ:

هي عادت تمام گهٽ ٻارن ۾ ملي ٿي ۽ 11 کان 14 سالن جي عمر دوران شروع ٿيندي آهي. ٿيندو هي آهي ته سمهڻ وارو وڏي اطمينان سان پنهنجي هنڌ تان اٿندو آهي. ان جون اکيون ڪليل هونديون آهن ۽ ائين رستي جي رڪاوٽن کان بچندو هلندو رهندو آهي. توڙي جو ڪهاڻين ۾ پڙهندا آهيون ته ننڊ ۾ هلڻ وارو ڪوئي شخص پنهنجي ڪوٺي تان هيٺ ڪري پيو يا ان انهيءَ ڪيفيت ۾ ڪنهن کي قتل ڪري وڌو. حالانڪ ان جو حقيقت سان ڪوبه تعلق ڪونهي هوندو. دماغ جي فعاليت جي برقي جائزن سان معلوم ٿيو ته اها حرڪت ان وقت ٿيندي آهي جڏهن گهري ننڊ هجي ۽ اکيون حرڪت ۾ هجن ۽ اهڙي حالت ۾ عام طور تي خواب نه ايندا آهن. انهيءَ ڪري اهو چوڻ ته ننڊ ۾ هلڻ ڪنهن خواب جي اثر ڪري هوندو آهي، درست ڪونهي. البت، فارسي ۾ خواب لفظ جي معنيٰ سمهڻ يا ننڊ آهي. انهيءَ ڪري هتي لفظ خواب پنهنجي ٻي معنيٰ يعني ننڊ جي صورت ۾ استعمال ٿيندو آهي.

> اسلام پوره لاهور جو هڪڙو شخص گرمي جي موسم ۾ پنهنجي ڪوٺي تي صرف گوڏ ٻڌي ستو پيو هو. ان کي ننڊ ۾ هلڻ واري بيماريءَ جو دورو پيو ۽ اهو گهر کان ملتان روڊ طرف هلڻ لڳو. رستي ۾ چوبرجي جي تيز ٽريفڪ مان خيريت سان نڪري نيازبيگ نوڪر تائين پهچي ويو. ان وقت تائين صبح ٿي ويو هو ۽ هلندي هلندي پير به ڏکي رهيا هيس. نهر جي پل

تي وجي جڏهن سجاڳي ٿيس تہ اهو حيران ٿي ويو تہ اها کهڙي ماجرا آهي؟ پهريان ان کي پورا ڪپڙا نہ هجڻ ۾ اڌ اگهاڙو هجڻ جو احساس ٿيو جنهن ڪري شرمساري محسوس ڪرڻ لڳو. پيو مسئلو گهر پهچڻ جو هو ۽ وٽس هڪڙو ڏوڪڙ بہ ڪونہ هو. هڪڙي رڪشي واري کي منٿ ڪيائين ۽ گهر پهچي ان کي ڀاڙو ڏنائين.

ان معاملي ۾ ان کان سوال ڪيا ويا تہ معلوم ٿيو تہ اهڙو حادثو ان سان ڪنهن باقاعدگي سان ڪونہ ٿيندو آهي، بلڪ ڪڏهن ڪڏهن سالن ۾ مهينن کان پوءِ ٿيندو آهي. اڪثر ڪري اهو ڪنهن پٽ يا گهر ڀاتي سان ٽڪرائجي سجاڳ ٿي ويندو آهي. اهو 12 ميلن جو سفر زندگيءَ ۾ صرف هڪڙو ڀيرو ٿيو. البت زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ اهو پاڳل ٿي ويو هو.

## هنڌ ۾ پيشاب ڪرڻ:

طب جي علم ۾ بستري تي سمهڻ دوران پيشاب ڪرڻ هڪڙي باقاعده بيماري آهي، جنهن جو باقاعده علاج ڪيو ويندو آهي. يوناني طب ۾ خسخس، صوف، آرينو وغيره ڏنا ويندا آهن. جڏهن تہ جديد طب ۾ دماغ کي سڪون ڏيڻ واريون دوائون ۽ بيلاڊونا جا مرڪب استعمال ٿيندا آهن. عام طور تي ٻار ڇئن سالن جي عمر کان پوءِ هنڌ ۾ پيشاب ڪندا آهن. ٻارن جي نفسيات جا ماهر چون ٿا تہ ٻار جڏهن پنهنجو پاڻ کي عدم توجهہ جو شڪار ڏسي ٿو تہ اهو هنڌ ۾ پيشاب ڪري لاشعوري طور تي توجهہ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. گهڻن ٻارن کان معلوم ڪيو ويو تہ انهن مان اڪثر ٻڌايو تہ انهن کي اهڙا خواب ايندا آهن جن ۾ اهي باقاعدي غسل خاني ۾ وڃي پيشاب ڪندا آهن. مگر جڏهن اک کُلي ويندي آهي تہ معلوم ٿيندو آهي تہ اهو قصو جيتوڻيڪ خواب ۾ ٿيو پر ان جي انجام ۾ پورو بسترو آلو هيو.

هڪڙو شخص ٻالڪپڻي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ واري ڪنهن مائٽ جي گهر وڏي شهر ۾ رهيو. توڙي جو بستري تي پيشاب ڪرڻ جي معمولي عادت پنهنجي گهر ۾ بہ هيس، پر شهر ۾

مهمان تي اچڻ کان پوءِ هنڌ ۾ پيشاب ڪرڻ ان جو روزاني جو معمول ٿي ويو. بلڪ ڪجهہ راتين ۾ ٻہ ٻہ دفعا بہ ٿي ويندو هو.

ان پاڻ ٻڌايو تہ مان ايترو ننڊو بہ ڪونہ هيس ۽ جڏهن صبح جو آلو ٿيل بسترو ڏسبو هو تہ مان شرم مان پاڻي پاڻي ٿي ويندو هيس. مگر حقيقت اها آهي تہ مان هميشہ محتاط رهندو هيس. سمهڻ کان اڳ ۾ پيشاب ڪري سمهندو هيس، پر ٿيندو اهو هيو تہ اهو خواب ۾ هڪڙي ڊگهي ڪهاڻي جي دوران باقاعده لوٽو کڻي ڪاڪوس ۾ ويندو هو ۽ ڏيان سان پيشاب ڪندو هو ۽ اهوئي خواب ان جي هنڌ کي آلو ڪري ويندو هو.

اهڙي طرح خوابن ۾ شهوتي ۽ جنسي حرڪتون بہ نظر ايندڀون آهن. البت، اهي ذهن جي گندگي ۽ شيطان جي ڪارگذاري جو اظهار هونديون آهن.

نفسيات ۾ اول تہ انهن مسئلن جو ڪوبہ حل موجود ڪونهي. جيڪڏهن آهي تہ تحليل نفسي جو هڪڙو ڊگهو وڏو پروگرام جنهن تي عمل ڪرڻ چڱن ڀلن جي وس جي بہ ڳالهہ ڪونهي. ان جي مقابلي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم رات جو سمهڻ کان اڳ ۾ پڙهڻ جي لاءِ سٺيون سٺيون ڳالهيون ٻڌايون آهن. اڄ 1400 سال گذرڻ کان پوءِ بہ اها ڳالهہ پوري وثوق سان چئي سگهجي ٿي تہ جنهن بہ ايمان سان انهن آيتن يا دعائن کي پڙهيو، ان کي ڪڏهن بہ نہ تہ پوائتا خواب ڏسڻ ۾ آيا ۽ نہ اهو ننڊ ۾ هلي ڪٿي وڃي پهتو.

حضرت علي عليہ السلام روايت ڪئي آهي تہ سورت بقره جون آخري ٽي آيتون پڙهڻ سان هر طرح جي حفاظت ٿيندي آهي. جڏهن تہ محدث عبدالرزاق ۽ ٻين عالمن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد نقل ڪيو آهي تہ سمهڻ وقت شمس ۽ واليل، والتين، قل هوالله سان گڏ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذبرب الناس سورتون پڙهڻ ۽ هن دعا کي پڙهڻ کان پوءِ ننڊ جو عرصو پوري اطمينان، سڪون ۽ آرام سان گذرندو آهي. دعا هي آهي:

اللّهم اني اعوذبڪ من سيء الاحلام، استجيربڪ من تلاعب الشيطان في اليقظته والمنام، اللّهم اني اسئلڪ رؤيا صالحته صادقته نافعته حافظته غير منسيته. اللهم ارني في منامي ما احب.

انهن سورتن ۽ دعا کي پڙهڻ ۾ ڏهه منٽ لڳن ٿا. اسان جو ايمان ۽ يقين آهي ته الله تعاليٰ جي نالي جي برڪت سان رات يقيني طور خير سان گذرندي ۽ جيڪڏهن ڪو اسلام تي يقين نه رکندو هجي ته ان جو نفسياتي پهلو ٻه اهميت رکي ٿو. ڇوته پورا ڏهه منٽ جڏهن انهن کي پوري ڏيان سان پڙهيو ويندو ته دماغ ۾ موجود ابتا سبتا خيال يا فضول ڳالهيون نڪري وينديون. انهن جي تلاوت هڪڙو طاقتور موڙ (ڊائورٽشن ـ Diversion) مهيا ڪندي. اهڙيءَ طرح ڏينهن جا اهي واقعا يا اثر جيڪي پنهنجي هيئت تبديل ڪري خواب ۾ اذيت جو سامان ٿيندا آهن نڪري ويندا ۽ خوشگوار ننڊ هڪڙو لازمي نتيجو ٿيندي.

## استخارا:

جديد نفسيات ۾ هاڻي اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته ڪوئي شخص پنهنجي خواهش جي مطابق خواب ڏسڻ تي قدرت نٿو رکي. ان جي مقابلي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي مرضيءَ جو ۽ پنهنجي پسند جي موضوع تي خواب ڏسڻ جي هڪڙي ترڪيب ٻڌائي، جنهن کي محدثن استخارا جو نالو ڏنو آهي. ان جي ترڪيب هي آهي ته سومهڻي (عشاء) جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعون نفل پڙهي استخارا جي لاءِ مقرر ڪيل دعا پڙهي وجي ۽ الله تعاليٰ کان پنهنجي مطلب واري معاملي يا مسئلي تي اشارو ڪرڻ جي درخواست ڪجي.

استخارا جي دعا ۾ الله تعاليٰ کان درخواست ڪئي ويندي آهي ته اهو ان خصوصي مسئلي ۾ سوالي کي پنهنجي مهرباني سان اهو مشورو ڏئي ته اهو ڪم يا معاملو ان لاءِ فائدي وارو آهي يا نه. ۽ جيڪڏهن اهو فاعدي وارو ڪونهي ته الله پاڪ نه صرف ان کي ٻڌرائي بلڪ ان جي دل ان ڳالهه کان ڦيرائي ڇڏي.

ان طريقي سان دعا ڪرڻ ۽ الله کان اشارو طب ڪرڻ کان پوءِ لازمي طور خواب ۾ ڪنهن نموني ۾ اشارو ملي ويندو آهي. جيڪڏهن پهريون دفعو نہ ملي تہ اهائي ترڪيب مسلسل ٻي ۽ ٽين رات بہ ڪئي وڃي. 95 سيڪڙو ماڻهن کي انهن ٽن راتين ۾ واضح اشارو ملي ويندو آهي ۽ اهي 5 سيڪڙو جن کي خواب ۾ ڪو اشارو نہ ملندو آهي تہ انهن جي دعا بہ بيڪار ڪونہ ٿيندي آهي، بلڪ ان ڪم يا معاملي لاءِ الاهي مصلحت مطابق انهن جي دل ڦري ويندي آهي يا مائل ٿي ويندي آهي. الله کان مشورو ۽ رهنمائي طلب ڪرڻ جي هن ترڪيب ۾ سڀ کان وڏو شرط اهو آهي تہ استخارا ڪنهن ناجائز مسئلي لاءِ نہ هجي. مثال طور، ڪوئي شخص استخارا ڪري تہ منهنجي لاءِ فلاڻي گهوڙي تي شرط رکڻ فائدي واري ٿيندي يا نہ؟ ڇوتہ جوا جا سڀ قسم ۽ بہ طرفي شرط لڳائڻ اسلام ۾ حرام آهي. انهيءَ ڪري ڊوڙ جي مقابلن وغيره جي حوالي سان استخارا مان ڪوبہ فائدو حاصل نہ ٿيندو.

## خوابن جي تعبير جو جديد نظريو:

الهامي ڪتابن ۾ سوين اهڙن خوابن جو ذڪر ٿيل آهي جن جي تعبير ۾ بہ ڪا مشڪل ڪونہ هئي، بلڪ اڪثر جو مطلب اهوئي هو جيڪو خواب ۾ ڏٺو ويو. مگر هر خواب ڪنهن بشارت تي مبني نہ هوندو آهي. خوابن جي تعيبر جي حوالي سان سڀني کان پهريان ارسطو اهو نظريو پيش ڪيو تہ ماحول جا اثر خواب بڻجي رات جو ننڊ ۾ ايندا آهن. ان کان پوءِ ڪجهہ ماڻهن بشارت واري نظريي جا وڏيڪ ثبوت پيش ڪيا. پر 1850ع ۾ فرانسي طبيب الفريڊ موري خوابن کي ٻاهرين حرڪتن جو سبب قرار ڏيڻ واري نظريي جي تائيد ۾ 3000 خوابن تي مشاهدا پيش ڪيا. اهوئي اهو بنياد هو جنهن تي فرائيڊ 1896ع ۾ پنهنجو مشهور ڪتاب "ڊئي ٽرومديوٽنگ" (DieTraumdeutung) مرتب ڪيو جيڪو 1953ع ۾ "انٽرپريٽيشن آف ڊريمس" (Interpretation of Dreams) جي نالي سان انگريزي ۾ شايع ٿيو. ان کان ڪجهہ ڏينهن اڳ خواب جي باري ۾ ان جا نظريا ( An Outline of Psychoanalysis) ۾ بہ شامل ٿي ويا هيا. ان کان پوءِ "خواب ۽ انساني

معاشرو" ۾ "خوابن جي نفسيات" ڪتابن ۾ ٻين ماهرن پنهنجا مشاهدا بہ شامل ڪري ڇڏيا ۽ ائين خوابن جي تعبير جديد نفسيات جو هڪڙو اهم باب بڻجي ويو.

ان جو نظريو هو تہ خواب حقيقت ۾ لاشعور ۾ وڃڻ جو هڪڙو مفيد ۽ اهم رستو آهن. انهن جي ذريعي ئي اسان کي اتان جون خبرون ملن ٿيون ۽ انهن جي ذريعي اتي درستگي جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي. اهو ان کي دماغ جون دريون قرار ڏئي ٿو ۽ ان انهن جي تعبير جو هڪڙو باقاعده اصول ترتيب ڏنو.

سجاڳي جي حالت ۾ ذهن جا ڪجهہ حصا ۽ انهن جي رجحانن تي اخلاقي، سماجي يا مذهبي پابنديون اهڙي صورت ۾ عائد هونديون آهن جو اسان پاڻ بہ پنهنجي ذهن جي اندر موجود خيالن کان آگاهہ ڪونہ هوندا آهيون. پر خوابن جي ذريعي اسان دٻيل خواهشن جي اظهار جو رستو ڪڍي وٺندا آهيون. جيئن جارحيت جي شوق يا جنسي شهوتي رجحانن وغيره کي ننڊ ۾ خواب جي شڪل ۾ نڪرڻ جو رستو ملي ويندو آهي.

فرائيڊ جي چوڻ ۾ خوابن جي شڪل مريض جي قبضي، مثاني ۾ موجود پيشاب جي دٻاءُ، ننڊپڻ جي تڪليف وارين يادن ۽ روزاني جي واقعن ۽ تاثرات جي ذخيرن مان ترتيب وٺندي آهي. خواب ۾ جيڪو ڪجهہ نظر ايندو آهي ان جون بہ صورتون آهن. هڪڙي صورت اها آهي جنهن ۾ روزاني جا واقعا ۽ ڪنهن سان نفرت يا محبت واضح شڪل ۾ مختلف علامتن سان واضح ٿيندي آهي. ٻي صورت ۾ مخفي رجحان ظاهر ٿيندا آهن، جن جو آساني سان ترجمو نٿو ڪري سگهجي. خواب جي اهڙن حصن جي وضاحت اهوئي ڪري سگهندو آهي جيڪو نفسياتي علم کان واقف هجڻ کان علاوه مريض جي شخصيت کي بہ ڄاڻندو آهي. خواب جي تعبير کان پهريان مريض کان مختلف سوال ڪيا ويندا آهن. ان جي پراڻين يادن کي کوليو ويندو آهي ۽ تڏهن وڃي خواب جو تعبير سمجهہ ۾ ايندو آهي، جنهن کي اشاراتي زبان يعني "سيمبوازم" (Symboism) سان تشبيهہ ڏني ويندي آهي.

جڏهن ڪير خواب ڏسي رهيو هوندو آهي تہ اهو ڪوشش ڪندو اهي تہ ان ڪي سجاڳي نہ ٿئي ۽ خواب ڏسڻ جو دلچسپ عمل دير تائين جاري رهي. ان جو اهو سبب ڪونهي تہ خواب وٽندڙ هو بلڪ ذهن جي لاشعور ڪي ان چور دروازي مان ٻاهر نڪرڻ جو رستو ملي ويو. ان ڪي خواب ۾ اهي مڙئي ڳالهيون ڪرڻ ۽ ڏسڻ جو موقعو مليو جن جو اظهار اهو سجاڳي جي حالت ۾ واضح طور تي نٿي ڪري سگهيو. فرائيڊ جو خيال آهي تہ خواب جي ظاهري صورت ۾ بہ مخفي صورت جا ڪجهہ حصا يا ان کان ابتن استعارن ۾ ملندا آهن. مثال طور، ڪنهن کي هڪڙي اهڙي شخص سان نفرت آهي جيڪو عينڪ پائيندو آهي. هڪڙي ڊگهي ۽ ڳوڙهي خواب ۾ ڪنهن جاءِ تي عينڪ هڪڙي اهڙي صورت ۾ نظر ايندي جنهن مان برائي جو اظهار ٿيندو آهي. هتي ان شخص جي ڪا نشاني ان جي شخصيت جي اظهار لاءِ استعمال ٿيندي آهي.

خواب کان پوءِ جڏهن ڪنهن کي ان جو تفصيل ٻڌائڻ لاءِ چيو ويندو آهي تہ عام طور تي ان کان گهٽيون ڳالهيون وسري وڃن هونديون آهن. پوءِ اهو ٻاراڻن خيالن ۽ ڳالهيون ملائڻ وغيره جي ڪوشش سان نامڪمل واقعن کي خالي جايون پرڻ جي اصول تي مڪمل ڪري وٺندو آهي. بلڪ اڪثر خوابن ۾ وضاحت جي خيال سان اهڙيون ڳالهيون بہ بيان ڪري ڇڏيون آهن جيڪي اصل خواب ۾ ڪونہ هيون.

خواب جو تعبير حاصل ڪرڻ لاءِ مريض کي "فري ايسوسيئيشن" (Free Association)جو مشورو ڏنو ويندو آهي. مثال طور، ان کي آماده ڪيو ويندو آهي تہ ڪتي جو لفظ ٻڌڻ کان پوءِ ان جي ذهن ۾ سڀ کان اڳ ۾ ڇا ايندو آهي. پوءِ ان مرحلي تي جڏهن اهو پنهنجي ٻاراڻن خيالن کي اڃا اڳتي وٺي ويندو آهي تہ ڪتي نہ ڪتي ذهن چغلي کائي ان اصلي شي يا ڳالهہ کي ٻاهر ڪڍي ايندو. جنهن جي استعاري لاءِ ڪتو نظر آيو. پاڪستاني معاشري ۾ ڪتو پليت، ناپاڪ، گندو ۽ خطرناڪ جانور آهي، هڪڙو سچو مسلمان پنهنجي گهر ۾ ڪتو رکڻ پسند نہ ڪندو. انهيءَ ڪري جڏهن اهو خواب ۾ ڪتو ڏسندو آهي تہ اهو ڪنهن نفرت جي قابل يا ڪميڻي شخص کي ظاهر ڪندو آهي، جنهن

جو گهر ۾ اچڻ يا ان سان تعلق رکڻ نهايت خراب آهي. ان جي برخلاف يورپي معاشري ۾ ڪتو هڪڙو وڏندڙ پيارو ۽ حفاظت ڪرڻ وارو ساٿي آهي. انهن جي خواب ۾ ڪتو ڪو آڳو پيڇو ڪرڻ واري شخصيت جو استعارو ٿي سگهي ٿو.

خواب هر شخص جي پنهنجي شخصيت جو پرتوو هوندا آهن. بلڪ اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ ان شڪل ۾ ان شخص جو دماغ پنهنجا ڳجها پيغام موڪليندو آهي. خواب ٻڌڻ جي لاءِ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ سان صبح سان ان جي گهر ۾ وڃي ملجي تہ جيڪا معلومات حاصل ٿيندي اها انهن معلوماتن کان مختلف هوندي آهي جيڪي نفسياتي علاج جي دوران مريضن کان ڊاڪٽرن جي اسپتالن ۾ حاصل ٿيندیون آهن. ڇوتہ وقت گذرڻ ۽ جاءِ جي تبديليءَ سان گڏ انساني ذهن جي اظهار ۾ تبديلي اچي ويندي آهي. خاص طور تي اهي مسئلا جن ۾ جذبات ۽ احساس جو اظهار ملوث آهي.

تجرباتي طور تي جڏهن ڪنهن کي خواب کي لکي ڪري بيان ڪرڻ جو چيو ويندو آهي تہ مسلسل مشاهدن مان معلوم ٿيو تہ اهڙو بيان 150 لفظن کان وڌيڪ ڪونهي هوندو. مگر ان جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن واڌو سوال ڪيا ويندا آهن تہ آهستي آهستي واڌ نظر اچڻ لڳندي آهي ۽ ڏٺو ويو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن ٻيا واڌارا اصل بيان کان ٽيڻا بہ ٿي ويندا آهن.

جيئن تہ خواب جذبات جي اظهار جو هڪڙو ذريعو آهن انهيءَ ڪري انهن ۾ موجود ڪاوڙ ۽ نفرت ججهي انداز ۾ هوندا آهن. مگر اهي پنهنجي اصل شڪل ۾ هجڻ جي بجاءِ هڪڙو خوبصورت ڊرامو بہ ٿي سگهن ٿا. مثال طور، ڪوئي شخص ڪنهن ميدان ۾ باڪسنگ جو خطرناڪ مقابلو ڏسي رهيو آهي، مگر جڏهن اک کلي ٿي تہ پاڻ کي بستري کان خالي کٽ تي ستل ڏسي ٿو. باڪسنگ ۾ مريض پنهنجي ڪاوڙ جي اظهار جي ڪوشش ڪندو آهي. بلڪ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن هڪڙي شخص سان محبت محسوس ڪرڻ لڳندو آهي ۽ ان کي جيتري مار ملي ان کي ايئن لڳندو آهي تہ اها ان کي نئي ملي بلڪ

اهو پاڻ مار کائي رهيو هو يا ڪڏهن ڪڏهن واري باڪسر طور اهو پنهنجي ڳجهي دشمن کي مار ڏيڻ جي خوشي محسوس ڪندو آهي.

فرائيڊ جا اهي نظريا انهن خوابن جي باري ۾ ته درست ٿي سگهن ٿا جن کي اسان پيٽ جي خرابي سان تشبيهه ڏيندا آهيون يا اهي گهري ننڊ ۾ ڪونه ايندا آهن پر ننڊ ۽ سجاڳي جي وچواري عرصي ۾ اهڙي طرح ايندا آهن جيئن سجاڳي وارا خيال ننڊ ۾ به جاري رهيا. ان قسم جو هڪڙو خواب نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ بيان ڪيو ويو.

حضرت جابر رضه جي روايت آهي ته هڪڙو شخص آيو ۽ ان رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کي پنهنجو خواب ٻڌايو ته ان جو ڪنڌ ڪپجي ويو آهي ۽ اهو ان جي پٺيان ڀڄندو ٿو وڃي. پاڻ سڳورن ان کي چڙٻ ڏني ته اهڙو خراب خواب ڪڏهن به ڪنهن کي نه ٻڌائجان، ڇوته خواب ۾ اهڙي طرح شيطان توسان شرارت ڪري ٿو. (بخاري ـ مسلم).

هن ۾ اهم ڳالهه اها آهي ته اسلام جي بنيادي تعليم جي مطابق خراب خواب ڪنهن کي ٻڌائڻ جي بجاءِ الله تعاليٰ کان پناهه گهري ٿي پيرا ٿڪيو وڃي. خواب جي نقصانڪاري ويندي رهندي. ان ترڪيب کان علاوه هڪڙي ٻي روايت ۾ ارشاد فرمايو ته شيطان جڏهن توهان سان شرارت ڪري ته ماڻهن کي نه ٻڌايو.

## مقدس ڪتاب ۾ خواب:

مقدس ڪتاب ۾ ڪجهه جاين تي اهڙن خوابن جو ذڪر ملي ٿو جنهن مطابق ڪنهن کي الله جي طرف کان رهنمائي حاصل ٿي. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام جي گهر واري حضرت ساران رضه کي بادشاهه زبردستي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ارشاد ٿيو:

پر خدا ابي ملڪ وٽ خواب ۾ آيو ۽ ان چيو ته ڏس تون ان عورت جي ڪري جنهن کي تو زبردستي ڪرڻ لاءِ پاڻ وٽ آندو آهي. هلاڪ ٿيندين، ڇوته اها پرڻيل آهي. پر ابي ملڪ

ان سان اڃا غلط ڪم ڪونہ ڪيو هو. سو ان چيو اي خداوندا! ڇا تون صادق قوم کي بہ ماريندين؟ ڇا ان شخص پاڻ مون کي ڪونہ چيو تہ اها منهنجي ڀيڻ آهي؟ ۽ هي بہ اهو چئي رهي هئي تہ اهو منهنجو ڀاءُ آهي. مون تہ پنهنجي سچي دل ۽ پاڪ هٿن سان اهو ڪيو. الله تعاليٰ ان کي خواب ۾ چيو تہ هائو مان ڄاڻان ٿو تہ تو پنهنجي سچي دل سان اهو ڪيو ۽ مون بہ توکي روڪيو تہ تون منهنجو گناهہ نہ ڪرين. انهيءَ ڪري مون توکي ان کي هٿ لائڻ نہ ڏنو. هاڻي تون ان مرد جي زال کي واپس ڪري ڇڏ. ڇوتہ اهو نبي آهي ۽ اهو تنهنجي لاءِ دعا ڪندو ۽ تون خوش رهندين، ورنہ تون بہ ۽ جيترا بہ دشمن آهن سڀ ضرور هلاڪ ٿيندا. (پيدائش 8:3 ـ 20)

هن اهم خواب کان پوءِ ان ئي باب ۾ حضرت يوسف عليہ السلام جو ذڪر ڪيل هڪڙو خواب بيان ٿيل آهي، جنهن ۾ چيو ويو.

تڏهن ساقين جي سردار پنهنجو خواب يوسف سان بيان ڪيو. ان چيو تہ مون خواب ۾ ڏٺو تہ انگور جي ول منهنجي سامهون آهي ۽ ان جون ٽي شاخون آهن ۽ ايئن ڏسڻ ۾ آيو تہ ان ۾ ڪليون لڳيون ۽ گل ڦٽا ۽ ان جي سڀني ڇڳن ۾ پڪل انگور ظاهر ٿيا ۽ فرعون جو پيالو منهنجي هٿ ۾ آهي ۽ مون انهن انگورن کي فرعون جي پيالي ۾ نپوڙيو ۽ مون اهو پيالو فرعون جي هٿ ۾ ڏنو. يوسف ان کي چيو تہ ان جو تعبير اهو آهي تہ اهي ٽي شاخون ٽي ڏينهن آهن. هاڻي ٽن ڏينهن جي اندر فرعون توکي نوازيندو ۽ وري توکي تنهنجي عهدي تي بحال ڪندو. پهريان وانگر جيئن تون ان جو ساقي هئين ايئن پيالو فرعون جي هٿ ۾ ڏيندين. جڏهن تون خوشحال ٿي وڃين تہ مون کي ياد رکجان ۽ مون سان ٿوري مهرباني سان پيش اچجان. (پيدائش 9 ـ 40)

ان دوران فرعون مصر هڪڙو خواب ڏٺو جنهن جي تعبير کان ان دور جا نجومي عاجز ٿي ويا. هوڏانهن اهو جيل وارو ساقي ساٿي، وري عهدي تي بحال ٿيڻ کان پوءِ يوسف کي وساري ويٺو هو.

پورن ٻن سالن کان پوءِ فرعون خواب ۾ ڏٺو تہ اهو درياء جي ڪناري تي بيٺو آهي. ان درياء مان ٿلهيون متاريون ست ڏڳيون نڪري چرڻ لڳيون. انهن کان پوءِ ست بدشڪل ۽ ڏٻريون ڏڳيون درياء مان نڪتيون ۽ ٻين ڏڳين جي پرسان درياء جي ڪناري تي وڃي بيٺيون ۽ اهي بدشڪل ۽ ڏٻريون ڏڳيون انهن ستن ئي ٿلهين متارين ڏڳين کي کائي ويون.
تڏهن فرعون جاڳي پيو ۽ وري سمهي رهيو ۽ ان ٻيو خواب ڏٺو تہ هڪڙي ڏانڊيءَ ۾ ان جا ست پريل ۽ سٺا چڱا نڪتا. انهن کان پوءِ ست خس ٿيل ۽ مئل چڱا نڪتا. اهي خس ٿيل چڱا انهن ستن پريل چڱن کي ڳهي ويا ۽ فرعون جاڳي پيو. (پيدائش: 8 ـ 41:1)

فرعون جو اهو خواب قرآن شريف ۾ آيل بيان سان ٿوري تبديلي سان هڪجهڙائي رکي ٿو. توريت مقدس جو باب داني ايل خوابن ۽ انهن جي تعبير سان پريو پيو آهي.

ٻ بنو ڪدنضر پنهنجي سلطنت جي ٻئي سال اهڙا خواب ڏٺا جن سان ان جي دل گهبرائي وئي ۽ ان جي ننڊ حرام ٿي وئي. (داني ايل 2ـ 2:1)

پهرين خواب ۾ ان هڪڙي مورت ڏٺي ان جو مٿو خالص سون جو هو ڇڳي ۽ ٻانهون چانديءَ جون، رانون ٽامي جون، ٽنگون لوهہ جون، مگر ڪجهہ حصو مٽيءَ جو. هڪڙو پٿر لڳڻ سان اها ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. ان جو تعبير ٻڌايو ويو تہ ان جي پنهنجي سلطنت سوني آهي ۽ بعد واري حڪومت ننڍي ۽ ڪمزور ٿيندي. مگر آخر ۾ لوهہ وانگر مضبوط ٿي ويندي.

ان کان پوءِ داني ايل بابل جي بادشاهہ بيشضر جي حڪومت جي پهرين سال هڪڙوخواب ڏٺو تہ سمنڊ مان چار نهايت طاقتور جوان ظاهر ٿيا، جيڪي عجيب الخلقت هيا. ان اهو خواب بہ ڏينهن لاڳيتو ڏٺو. ان جي حڪومت جي ٽئين سال ان وري هڪڙو ڊگهو ۽ عجيب خواب ڏٺو تہ اهو هڪڙي محل ۾ آهي. ان جي خوابن جي تصديق اسلام بہ ڪري

ٿو. حضرت يوسف عليہ السلام کان پوءِ خوابن جي تعبير جو عالم حضرت دانيال عليہ السلام کي تسليم ڪيو وڃي ٿو.

انجيل مقدس ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيدائش جي ذڪر جي سلسلي ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ حضرت مريم عليہ السلام کي ٻار ٿيڻ جي خبر ڏيڻ کان پوءِ.

بس ان جو مڙس جيڪو سچ ڳالهائيندڙ هو ۽ ان کي بدنام ڪرڻ نٿي گهريائين، ان کي ماٺ ميٺ ۾ ڇڏي ڏيڻ جو ارادو ڪيائين. اهو اهي ڳالهيون سوچي رهيو هو تہ خداوند جي ملائڪ ان کي خواب ۾ اچي چيو اي يوسف بن دائود! پنهنجي زال مريم کي پاڻ وٽ وٺي اچڻ کان نہ ڊڄ، ڇوتہ جيڪو ان جي پيٽ ۾ آهي اهو روح القدس جي قدرت سان آهي. ان کي پٽ ڄمندو ۽ تون ان جو نالو يسوع رکجان. ڇوتہ اهو ئي پنهنجن ماڻهن کي گناهن کان ڇوٽڪارو ڏياريندو.

اهو سڀ ڪجهہ انهيءَ لاءِ ٿيو جو خداوند نبيءَ جي معرفت چيو هو اهو پورو ٿيو. ڏسو هڪڙي ڪنواري کي پيٽ ٿيندو ۽ ان کي پٽ ڄمندو ۽ ان جو نالو عماد نو ايل رکندا، جنهن جو ترجمو آهي خدا اسان سان گڏ. پوءِ يوسف ننڊ مان سجاڳ ٿي ائين ئي ڪيو جيئن خداوند جي ملائڪ ان کي حڪم ڏنو هو. (انجيل متي: 24 ـ 19 : 1)

## قرآن شريف ۾ خواب:

قرآن شريف کي اها اهميت حاصل آهي تہ اهو دنيا جي هر مسئلي ۾ رهبري فراهم ڪري ٿو ۽ ان جي تعليم هر دور جي لاءِ درست ڏسڻ ۾ ايندي، ان ۾ خوابن جي سلسلي ۾ مختلف جاين تي ذڪر ٿيل آهي. پر تفصيل سان سڀ کان اڳ پهريون خواب حضرت ابراهيم عليہ السلام جو آهي:

”فَلَمَّا بَلَغَ مَعَهُ السَّعْيَ قَالَ يٰبُنَيَّ اِنِّيْٓ اَرٰى فِي الْمَنَامِ اَنِّيْٓ اَذْبَحُكَ فَانْظُرْ مَاذَا تَرٰى قَالَ يٰٓاَبَتِ افْعَلْ مَا تُؤْمَرُ سَتَجِدُنِيْٓ اِنْ شَاۗءَ اللّٰهُ مِنَ الصّٰبِرِيْنَ (١٠٢) فَلَمَّآ اَسْلَمَا

وَتَلَّهٗ لِلْجَبِيْنِ﴿۱۰۳﴾ وَنَادَيْنٰهُ اَنْ يّٰاِبْرٰهِيْمُ﴿۱۰۴﴾ قَدْصَدَّقْتَ الرُّءْيَا اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ﴿۱۰۵﴾ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْبَلٰٓؤُا الْمُبِيْنُ﴿۱۰۶﴾ وَفَدَيْنٰهُ بِذِبْحٍ عَظِيْمٍ﴿۱۰۷﴾ وَتَرَكْنَا عَلَيْهِ فِي الْاٰخِرِيْنَ﴿۱۰۸﴾ سَلٰمٌ عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ﴿۱۰۹﴾ كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ﴿۱۱۰﴾ اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ﴿۱۱۱﴾" (صافات). معنيٰ: پوءِ جڏهن اهو ان سان گڏ ڪم ڪار ڪرڻ جي قابل ٿيو ته ان کي چيائين ته اي منهنجا پُٽ! مون خواب ۾ ڏٺو آهي ته مان توکي ڪُهان ٿو. هاڻي تون سوچ ته تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي، چيائين ته اي بابا! جنهن ڳالهه جو توکي حڪم ٿئي ٿو سا ڪر. الله گهريو ته (انشاءَ الله) سگهو مون کي صبر ڪرڻ وارن مان لهندين ﴿۱۰۲﴾ پوءِ جڏهن ٻنهي حڪم مڃيو ته پيءُ پٽ کي پيشاني ڀر ليٽايو ﴿۱۰۳﴾ اسان ان کي سڏ ڪيو ته اي ابراهيم! ﴿۱۰۴﴾ بيشڪ تو خواب سچو ڪري ڏيکاريو. بيشڪ اسان چڱائي ڪرڻ وارن کي ايئن بدلو ڏيندا آهيون ﴿۱۰۵﴾ بيشڪ اهو پڌرو امتحان هو ﴿۱۰۶﴾ ۽ اسان ان کي وڏي قرباني سان بدلايوسين ﴿۱۰۷﴾ ۽ اسان پوين ۾ ان جي تعريف باقي رکي ﴿۱۰۸﴾ ابراهيم تي سلام هجي ﴿۱۰۹﴾ اسان چڱائي ڪرڻ وارن کي ايئن بدلو ڏيندا آهيون ﴿۱۱۰﴾ بيشڪ اهو اسان جي مومن ٻانهن مان هو﴿۱۱۱﴾

حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي ننڍي عمر واري پٽ اسماعيل عليہ السلام کي خواب ۾ الله جو حڪم ملڻ سان ڪهڻ جي لاءِ تيار ٿي ويو. پٽ کي اونڌي منهن سمهاريائين ته جيئن ان جي ڇهري تي تڪليف ڏسي پيءُ واري محبت ۽ شفقت جوش ۾ نہ اچي. ان مرحلي تي الله حضرت ابراهيم عليہ السلام کي هٿ روڪڻ جو حڪم ڏئي ان جي جاءِ تي هڪڙو گهٽو رکيو. اطاعت جو اهو شاندار مثال دائمي ٿي ويو. ڇوته ان ڏينهن اڪثر مسلمان سنت ابراهيمي تي عمل ڪندي قرباني ڪندا آهن. ابراهيم عليہ السلام پنهنجي زندگيءَ ۾ جڏهن بہ گهريو الله کان گهريو ۽ ان کي ملي ويو. ان ذبح عظيم کان پوءِ ان کي ڪراڙپ ۾ هڪڙو ٻيو پٽ اسحاق عليہ السلام بہ عطا ڪيو ويو.

## حضرت يوسف عليہ السلام ۽ خوابن جو تعبير:

ان جڏهن پهريون خواب ڏٺو تہ قرآن شريف ۾ ان جو هيئن بيان ٿيل آهي:

"اِذْ قَالَ يُوْسُفُ لِاَبِيْهِ يٰٓاَبَتِ اِنِّيْ رَاَيْتُ اَحَدَ عَشَرَ كَوْكَبًا وَّالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ رَاَيْتُهُمْ لِيْ سٰجِدِيْنَ ﴿٤﴾ قَالَ يٰبُنَيَّ لَا تَقْصُصْ رُءْيَاكَ عَلٰٓى اِخْوَتِكَ فَيَكِيْدُوْا لَكَ كَيْدًا اِنَّ الشَّيْطٰنَ لِلْاِنْسَانِ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٥﴾ وَكَذٰلِكَ يَجْتَبِيْكَ رَبُّكَ وَيُعَلِّمُكَ مِنْ تَاْوِيْلِ الْاَحَادِيْثِ وَيُتِمُّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكَ وَعَلٰٓى اٰلِ يَعْقُوْبَ كَمَآ اَتَمَّهَا عَلٰٓى اَبَوَيْكَ مِنْ قَبْلُ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ اِنَّ رَبَّكَ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٦﴾ لَقَدْ كَانَ فِيْ يُوْسُفَ وَاِخْوَتِهٖٓ اٰيٰتٌ لِّلسَّآئِلِيْنَ﴿٧﴾" (سورت يوسف)

معنيٰ: جڏهن يوسف پنهنجي پيءُ کي چيو تہ اي بابا! مون خواب ۾ يارهن ستارا ۽ سج ۽ چنڊ ڏٺا، مون انهن کي ڏٺو تہ مون کي سجدو ڪن ٿا ﴿٤﴾ يعقوب چيو تہ اي منهنجا پٽڙا! پنهنجو خواب پنهنجي ڀائرن کي نہ ٻڌائجان متان اهي تنهنجي لاءِ ڪا چالبازي ڪن، بيشڪ شيطان انسان جو کليو دشمن آهي ﴿٥﴾ ۽ اهڙيءَ طرح توکي تنهنجو رب چونڊيندو ۽ توکي خوابن جو تعبير سيکاريندو ۽ توتي ۽ يعقوب جي اولاد تي پنهنجي نعمت پوري ڪندو جيئن اڳ ۾ تنهنجي پيءُ ڏاڏي ابراهيم ۽ اسحاق تي پوري ڪيائين، بيشڪ تنهنجو رب ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي ﴿٦﴾ بيشڪ يوسف ۽ سندس ڀائرن جي قصي ۾ پڇندڙن لاءِ نشانيون آهن ﴿٧﴾

اهو حضرت يوسف عليہ السلام جو پنهنجو پهريون خواب هو. جڏهن ان جي بابي کي معلوم ٿيو تہ ان تعبير ڪيو تہ تنهنجا يارنهن ڀائر ۽ پي تنهنجي سامهون سجدو ڪندا. الله تعاليٰ توکي خوابن جي تعبير جي علم ۾ پوري دنيا ۾ منفرد بڻائيندو ۽ اهڙي طرح پيغمبري عطا ڪندو جيئن الله تنهنجي پي ڏاڏن ۾ ابراهيم ۽ اسحاق عليهم السلام کي عطا ڪئي هئي.

اهو خواب بہ سچو ثابت ٿيو. حضرت يوسف عليہ السلام جڏهن مصر ۾ خزاني ۽ خوراڪ جي وزارت واري عهدي تي مقرر ٿيو ۽ ان جي

ياڻرن ۾ پي ان کي تعظيم ڪندي سجدو ڪيو. ان کي خوابن جي تعبير جي علم ۾ ايتري قدرت عطا ٿي جو پوري دنيا ۾ اڄ بہ ان کان بهتر تعبير ڪرڻ وارو ڪير بہ پيدا ڪونہ ٿيو. پنهنجي پهرين خواب کان پوءِ حضرت يوسف عليہ السلام کي مختلف معاملن ۾ ڦاسايو ويو ۽ شاهہ مصر جي زال ان تي الزام هڻي جيل ۾ وجهرايو بلڪ ان پاڻ پسند ڪيو تہ اهو اهڙي غلط گهر ۾ رهڻ جي بجاءِ جيل ۾ هليو وڃي تہ سٺو آهي. جيل ۾ ان ماڻهن کي نيڪيءَ جو درس ڏيڻ شروع ڪيو.

"وَدَخَلَ مَعَهُ السِّجْنَ فَتَيٰنِ قَالَ اَحَدُهُمَآ اِنِّيْٓ اَرٰىنِيْٓ اَعْصِرُ خَمْرًا وَقَالَ الْاٰخَرُ اِنِّيْٓ اَرٰىنِيْٓ اَحْمِلُ فَوْقَ رَاْسِيْ خُبْزًا تَاْكُلُ الطَّيْرُ مِنْهُ نَبِّئْنَا بِتَاْوِيْلِهٖ اِنَّا نَرٰىكَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ﴿۳۶﴾ قَالَ لَا يَاْتِيْكُمَا طَعَامٌ تُرْزَقٰنِهٖٓ اِلَّا نَبَّاْتُكُمَا بِتَاْوِيْلِهٖ قَبْلَ اَنْ يَّاْتِيَكُمَا ذٰلِكُمَا مِمَّا عَلَّمَنِيْ رَبِّيْ اِنِّيْ تَرَكْتُ مِلَّةَ قَوْمٍ لَّا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ﴿۳۷﴾" (يوسف)

معنيٰ: ۽ ان سان گڏ قيدخاني ۾ بہ ٻيا جوان بہ داخل ٿيا، انهن مان هڪڙي چيو تہ مون خواب ۾ ڏٺو آهي تہ مان شراب نپوڙيان ٿو ۽ ٻئي چيو تہ مون خواب ۾ ڏٺو آهي تہ منهنجي مٿي تي ڪجهہ مانيون آهن جن مان پکي کائن ٿا، اسان کي ان جو تعبير ٻڌاءِ جو بيشڪ اسان توکي ڀلارن مان ڏسون ٿا ﴿۳۶﴾ يوسف چيو تہ توهان کي ملندڙ کاڌو اڃا توهان وٽ پهچندوئي نہ تہ ان جي اچڻ کان اڳ ۾ مان توهان کي ان جو تعبير ٻڌائي ڇڏيندس، اهو علم انهن ڳالهين مان آهي جيڪي مون کي منهنجي رب سيکاريون آهن، بيشڪ مون انهن ماڻهن جو دين نہ مڃيو آهي جيڪي الله کي نٿا مڃين ۽ اهي آخرت جا بہ منڪر آهن ﴿۳۷﴾

ان کان پوءِ ان قيدين کي اسلام جي باري ۾ ٻڌايو ۽ دين حنيف جي تبليغ کان پوءِ انهن کي تعبير ٻڌايا ۽ پوءِ جو قصو قرآن شريف ۾ هيئن بيان ٿيل آهي:

"يٰصَاحِبَيِ السِّجْنِ اَمَّآ اَحَدُكُمَا فَيَسْقِيْ رَبَّهٗ خَمْرًا وَاَمَّا الْاٰخَرُ فَيُصْلَبُ فَتَاْكُلُ الطَّيْرُ مِنْ رَّاْسِهٖ قُضِيَ الْاَمْرُ الَّذِيْ فِيْهِ تَسْتَفْتِيٰنِ﴿۴۱﴾ وَقَالَ لِلَّذِيْ ظَنَّ اَنَّهٗ نَاجٍ مِّنْهُمَا

اذْكُرْنِيْ عِنْدَ رَبِّكَ فَاَنْسٰىهُ الشَّيْطٰنُ ذِكْرَ رَبِّهٖ فَلَبِثَ فِي السِّجْنِ بِضْعَ سِنِيْنَ ﴿٤٢﴾ وَقَالَ الْمَلِكُ اِنِّيْٓ اَرٰى سَبْعَ بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاْكُلُهُنَّ سَبْعٌ عِجَافٌ وَّسَبْعَ سُنْۢبُلٰتٍ خُضْرٍ وَّاُخَرَ يٰبِسٰتٍ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَاُ اَفْتُوْنِيْ فِيْ رُءْيَايَ اِنْ كُنْتُمْ لِلرُّءْيَا تَعْبُرُوْنَ﴿٤٣﴾ قَالُوْٓا اَضْغَاثُ اَحْلَامٍ وَمَا نَحْنُ بِتَاْوِيْلِ الْاَحْلَامِ بِعٰلِمِيْنَ﴿٤٤﴾ وَقَالَ الَّذِيْ نَجَا مِنْهُمَا وَادَّكَرَ بَعْدَ اُمَّةٍ اَنَا اُنَبِّئُكُمْ بِتَاْوِيْلِهٖ فَاَرْسِلُوْنِ﴿٤٥﴾ يُوْسُفُ اَيُّهَا الصِّدِّيْقُ اَفْتِنَا فِيْ سَبْعِ بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاْكُلُهُنَّ سَبْعٌ عِجَافٌ وَّسَبْعِ سُنْۢبُلٰتٍ خُضْرٍ وَّاُخَرَ يٰبِسٰتٍ لَّعَلِّيْٓ اَرْجِعُ اِلَى النَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَعْلَمُوْنَ﴿٤٦﴾ قَالَ تَزْرَعُوْنَ سَبْعَ سِنِيْنَ دَاَبًا فَمَا حَصَدْتُّمْ فَذَرُوْهُ فِيْ سُنْۢبُلِهٖٓ اِلَّا قَلِيْلًا مِّمَّا تَاْكُلُوْنَ﴿٤٧﴾ ثُمَّ يَاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ سَبْعٌ شِدَادٌ يَّاْكُلْنَ مَا قَدَّمْتُمْ لَهُنَّ اِلَّا قَلِيْلًا مِّمَّا تُحْصِنُوْنَ﴿٤٨﴾ ثُمَّ يَاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ عَامٌ فِيْهِ يُغَاثُ النَّاسُ وَفِيْهِ يَعْصِرُوْنَ ﴿٤٩﴾ وَقَالَ الْمَلِكُ ائْتُوْنِيْ بِهٖ فَلَمَّا جَآءَهُ الرَّسُوْلُ قَالَ ارْجِعْ اِلٰى رَبِّكَ فَسْــَٔلْهُ مَا بَالُ النِّسْوَةِ الّٰتِيْ قَطَّعْنَ اَيْدِيَهُنَّ اِنَّ رَبِّيْ بِكَيْدِهِنَّ عَلِيْمٌ﴿٥٠﴾ قَالَ مَا خَطْبُكُنَّ اِذْ رَاوَدْتُّنَّ يُوْسُفَ عَنْ نَّفْسِهٖ قُلْنَ حَاشَ لِلّٰهِ مَا عَلِمْنَا عَلَيْهِ مِنْ سُوْٓءٍ قَالَتِ امْرَاَتُ الْعَزِيْزِ الْـٰٔنَ حَصْحَصَ الْحَقُّ اَنَا رَاوَدْتُّهٗ عَنْ نَّفْسِهٖ وَاِنَّهٗ لَمِنَ الصّٰدِقِيْنَ﴿٥١﴾ ذٰلِكَ لِيَعْلَمَ اَنِّيْ لَمْ اَخُنْهُ بِالْغَيْبِ وَاَنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ كَيْدَ الْخَآئِنِيْنَ﴿٥٢﴾ وَمَآ اُبَرِّئُ نَفْسِيْ اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوْٓءِ اِلَّا مَا رَحِمَ رَبِّيْ اِنَّ رَبِّيْ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ﴿٥٣﴾ وَقَالَ الْمَلِكُ ائْتُوْنِيْ بِهٖٓ اَسْتَخْلِصْهُ لِنَفْسِيْ فَلَمَّا كَلَّمَهٗ قَالَ اِنَّكَ الْيَوْمَ لَدَيْنَا مَكِيْنٌ اَمِيْنٌ﴿٥٤﴾ قَالَ اجْعَلْنِيْ عَلٰى خَزَآئِنِ الْاَرْضِ اِنِّيْ حَفِيْظٌ عَلِيْمٌ﴿٥٥﴾ وَكَذٰلِكَ مَكَّنَّا لِيُوْسُفَ فِي الْاَرْضِ يَتَبَوَّاُ مِنْهَا حَيْثُ يَشَآءُ نُصِيْبُ بِرَحْمَتِنَا مَنْ نَّشَآءُ وَلَا نُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ﴿٥٦﴾" (يوسف )

**معنيٰ: اي منهنجا قيدي ساٿيو! توهان مان هڪ تہ پنهنجي مالڪ (بادشاهہ) کي شراب پياريندو. رهيو ٻيو تہ اهو ڦاسي چاڙهيو ويندو پوءِ ان جي مٿي مان پکي کائيندا. ان ڳالهہ جو فيصلو ٿي چڪو جنهن جي اوهان پڇا ڪيو ٿا ﴿٤١﴾ يوسف انهن ٻن مان جنهن جي ڇُٽڻ جو گمان ڪيائين انهيءَ کي چيو تہ پنهنجي بادشاهہ وٽ منهنجي ڳالهہ ڪجان، پر شيطان انهيءَ کان پنهنجي بادشاهہ آڏو يوسف جو ذڪر ڪرڻ وسارايو، تنهنڪري يوسف ڪيترا سال قيدخاني ۾ ٿي رهيو ﴿٤٢﴾ ۽**

بادشاهہ چيو تہ مون خواب ۾ ست متاريون ڍڳيون ڏٺيون آهن جو انهن کي ست ڏٻريون ڍڳيون کائن پيون ۽ ست سنگ ساوا ۽ ٻيا ست سڪل سنگ ڏٺا اٿم, اي سردارو! جيڪڏهن توهان خواب جي تعبير ڪندا هجو تہ منهنجي خواب جو تعبير ٻڌايو ﴿٤٣﴾ چيائون تہ هي پريشان ڪندڙ خواب آهي ۽ اسان اهڙن خوابن جي تعبير نہ ڄاڻندا آهيون ﴿٤٤﴾ ۽ جيڪو انهن ٻنهي قيدين مان ڇُٽي آيو هو ان کي هڪ مدت کان پوءِ يادگيري آئي، ان چيو تہ مان توهان کي ان جي تعبير ٻڌائيندس، پوءِ مون کي موڪليو ﴿٤٥﴾ قيدخاني ۾ اچي چيائين, اي يوسف! اي سچا دوست! اسان کي تعبير ٻڌاءِ ست متارين ڍڳين جي جن کي ست ڏٻريون ڍڳيون کائن ٿيون ۽ ست ساوا سنگ ۽ ٻيا ست سڪا سنگ جيئن مان ماڻهن ڏانهن موٽي وڃان تہ اهي تعبير کان واقف ٿين ﴿٤٦﴾ يوسف چيو تہ توهان ست سال لڳاتار پوک ڪندا رهو پوءِ جيڪي لڻو تہ ان مان ٿورو جيترو کائو ان کان سواءِ باقي سڀ اناج سنگن ۾ رهڻ ڏيو ﴿٤٧﴾ ان کان پوءِ سخت ڏڪار جا ست سال ايندا توهان انهن جي لاءِ جيڪو اناج اڳي سنگن ۾ گڏ ڪري رکيو هوندو سو ان بچائي رکيل اناج مان ٿورڙي کان سواءِ ٻيو سڀ کائيندا ﴿٤٨﴾ وري ان کان پوءِ هڪ سال ايندو جنهن ۾ ماڻهن جي لاءِ برسات وسندي ۽ ان ۾ عرق ۽ تيل جام ڪيندا ﴿٤٩﴾ ۽ بادشاهہ چيو تہ انهيءَ کي مون وٽ وٺي اچو, پوءِ جڏهن قاصد ان وٽ آيو تہ يوسف چيو تہ پنهنجي بادشاهہ وٽ موٽي وڃ ۽ ان کان پڇا ڪر تہ انهن عورتن جو ڪهڙو حال آهي جن پنهنجا هٿ ڪپيا هيا, بيشڪ منهنجو رب انهن جي فريب کي خوب ڄاڻندڙ آهي ﴿٥٠﴾ بادشاهہ عورتن کي چيو, اي عورتو! توهان جو ڇا مطلب هو جڏهن توهان يوسف جي دل لالچائڻ ٿي گهري، چيائون تہ الله پاڪ آهي، اسان ان ۾ ڪابہ برائي نہ ڏٺي، عزيز مصر جي گهر واري چيو تہ هاڻي حق (اصلي ڳالهہ) ظاهر ٿيو مون ان جي دل لالچائڻ گهري

ٿي ۽ بيشڪ اهو سچن مان آهي ﴿٥١﴾ يوسف چيو تہ اهو مون
ان لاءِ ڪيو جو عزيز مصر کي معلوم ٿي وڃي تہ مون سندس
پرپٺ ساڻس خيانت نہ ڪئي هئي ۽ الله خيانت ڪندڙن جي
فريب کي پورو ٿيڻ نہ ڏيندو آهي ﴿٥٢﴾ مان پنهنجي نفس کي
پاڪ نٿو چوان ڇوتہ جنهن تي منهنجو پالڻهار ٻاجھہ ڪري
تنهن کان سواءِ نفس تہ هميشهہ برائي ڏانهن گهڻو ڇڪيندڙ
آهي، بيشڪ منهنجو پالڻهار بخشڻهار مهربان آهي ﴿٥٣﴾ ۽
بادشاهہ چيو تہ انهيءَ کي مون وٽ وٺي اچو تہ مان کيس پاڻ وٽ
مقرر ڪريان، پوءِ جڏهن ان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪيائين تہ
چيائين تہ اڄ کان تون اسان وٽ معتبر ۽ ڀروسي وارو آهين
﴿٥٤﴾ يوسف چيو تہ مون کي ملڪ جي خزانن تي مقرر ڪر،
بيشڪ مان حفاظت ڪندڙ ۽ گهڻي ڄاڻ وارو آهيان ﴿٥٥﴾
اهڙي طرح اسان يوسف کي ان ملڪ ۾ مرتبي وارو ڪيوسين تہ
ان ۾ جتي وڻيس رهي، اسان کي جنهن تي وڻي پنهنجي ٻاجھہ
پهچائيندا آهيون ۽ نيڪن جو اجر نہ وڃائيندا آهيون ﴿٥٦﴾

## نبي ڪريم ﷺ ۽ خوابن جي تعبير:

خوابن جي تعبير جي موضوع تي حضرت يوسف عليہ السلام ۽
حضرت دانيال عليہ السلام جو ذڪر گهڻو ملي ٿو. ان کان اڳ ۾
حضرت ابراهيم عليہ السلام بہ هڪڙو خواب ڏٺو ۽ ان ان جو تعبير
ڪرڻ جي بجاءِ ان تي جيئن جو تيئن عمل ڪيو. دنيا جي آباديءَ جي
وڌڻ، عملي ۽ معاشرتي ترقي کان پوءِ ماڻهن جي علم ۽ ضرورتن ۾
اضافي کي سامهون رکندي خوابن جي نوعيت بہ تبديل ٿي وئي آهي. الله
تعاليٰ بدلجندڙ حالتن ۽ انهن جي تقاضا جي مطابق هر دور ۾ رسول
موڪليا ۽ انهن رسولن انسانيت کي سنوارڻ ۽ سٺي زندگي گذارڻ جا
طريقا سيکاريا. انهن مان ئي هر رسول وٽ روحانيت کان علاوه دنياوي
علمن ۾ بہ ڪانہ ڪا خصوصيت هوندي هئي. حضرت يوسف عليہ
السلام کي بادشاهت سان گڏ خوابن جي تعبير جو مڪمل علم عطا ٿيو.

بلڪ انهن ڳالهين جي ملڻ کان گهڻو پهريان ان جي پيءُ ۽ الله جي نبي حضرت يعقوب عليہ السلام ان کي خبروار ڪري ڇڏيو هو تہ اهو جلد نبوت حاصل ڪندو ۽ خوابن جي تعبير جي علم ۾ بہ دائمي شهرت ملندي. تاريخ مان ان ڳالھ جي ڪا ثابتي ڪونہ ٿي ملي تہ حضرت يوسف عليہ السلام خوابن جي تعبير جو علم ٻين ماڻهن کي بہ سيکاريو. جڏهن تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جيڪي علم عطا ٿيا، انهن اهي علم ماڻهن کي وڏي محنت ۽ ڪوشش سان سيکاريا ۽ اهوئي سبب هو جنهن جي ڪري مسلمانن ملڪگير تبليغ، حڪمت، فلسفي بلڪ اقليدس جهڙن مضمونن ۾ بہ مهارت حاصل ڪئي. انهن کي اڄ بہ وساري نٿو سگهجي.

خوابن جي تعبير جو علم پاڻ سڳورن الله تعاليٰ کان حاصل ڪيو ۽ روزانو صبح جي نماز کان فارغ ٿي اهي ماڻهن ڏانهن ڏيان ڏئي انهن کي خواب ٻڌائڻ جي حوصلہ افزائي ڪندا هيا. خواب ٻڌڻ کان پوءِ ان جو تعبير ڪندا هيا ۽ اهڙي طرح موجود ماڻهن جي گهڻائي خوابن جي اهميت ۽ انهن جي تعبير کان واقف ٿي ويندي هئي. ان ۾ اهم ترين ڳالھ اها هئي تہ خواب صبح جي روشني پکڙجڻ کان بہ پهريان ٻڌا ويندا هيا ۽ ان وقت جيئن تہ خواب تازو ذڻل هوندا هيا، انهيءَ ڪري انهن کي وساري ويهڻ جو ڪوئي امڪان ڪونہ هو. بلڪ ٻين جا خواب ٻڌي ٻاراڻن خيالن ڪري اڌ وساريل خواب بہ ياد اچي ويندا هيا. خواب ٻڌائڻ وارن کي ان علم جي اهميت سيکارڻ جي لاءِ سڀ کان پهريان اهي پنهنجو خواب ٻڌائيندا هيا ۽ پوءِ ان جو تعبير ۽ تفسير بيان فرمائي ان کي الله جي طرف کان خوشخبري جي معنيٰ ۾ اهميت ڏيندا هيا. پاڻ سڳورن جا پنهنجا خواب عام طور تي آئنده جي واقعن جي اڳڪٿين سان گڏ يقيني نوعيت بہ رکندا هيا. مثال طور، بخاري ۾ پاڻ سڳورن جو هڪڙو خواب ڪيترن ئي صفحن تي مشتمل بيان ٿيل آهي، جنهن کي جيئن جو تيئن پيش ڪرڻ جي بجاءِ ان جو خلاصو ڏئي مفهوم کي پڌرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.

سمره بن جنب رضہ جو بيان آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم هر ڏينهن پنهنجن اصحابن کان معلوم ڪندا هيا تہ

ڪنهن اڄ خواب ڏٺو؟ پوءِ ماڻهو پنهنجا خواب ٻڌائيندا هيا.
هڪڙي ڏينهن صبح جو پاڻ سڳورن فرمايو تہ رات مون وٽ ٻہ ملائڪ آيا ۽ مون کي پاڻ سان گڏ وٺي ويا. پهريان هڪڙو شخص پاسي پر سِتل ڏٺو ان جي سيراندي وٽ هڪڙو ملائڪ پٿر کنيون بيٺو هو. ان پٿر هڻي ان جي مٿي کي ڪچلي ڇڏيو. وري ان پاسو بدلايو تہ مٿو نيڪ ٿي ويو تہ ملائڪ وري ان جي ٻئي طرف بہ پٿر هڻي ڪچلي ٿي ڇڏيو.
بعد ۾ معلوم ٿيو تہ ان وٽ قرآن جو علم هو جنهن کي ان وساري ڇڏيو هو. فرض نماز تي ننڊ کي ترجيح ڏيندو هو.
ٻيو شخص ڏٺو تہ ملائڪ ان جي وات ۾ ڇري وجهي ان جي واڇن ۽ اکين کي بہ چيري ٿي ڇڏيو ۽ ان جون ناسون بہ چيرجي ٿي ويون. جڏهن ان ٻئي طرف کان چيرڻ شروع ٿي ڪيو تہ پهريون پاسو ٺيڪ ٿي ويو ٿي. مطلب تہ وري وري ان جو وات چيري ان کي عذاب ڏنو ٿي ويو.
معلوم ٿيو تہ اهو شخص روزانو صبح جو گهران نڪري ڪوڙي خبر ٺاهي ان کي ڦهلائي ڇڏيندو هو.
پوءِ هڪڙو ڪڏو ڏٺو جنهن جي اندر سوين اگهاڙا مرد ۽ عورتون هيا. انهن جي هيٺان باهہ جي ديڳ ٻري رهي هئي جنهن مان شعلا نڪري انهن کي مسلسل ساڙي رهيا هيا. معلوم ٿيو تہ اهي بدڪار مرد ۽ عورتون هيا.
پوءِ هڪڙي ندي ڏٺي جنهن جو پاڻي رت وانگر ڳاڙهو هو. ان ۾ هڪڙو شخص تري رهيو هو. اهو ڪناري تي ويٺل ٻئي شخص ڏانهن وري وري آيو ٿي جيڪو هر ڀيري ان جي وات ۾ پٿر وجهي رهيو هو. معلوم ٿيو تہ اهي وياج کائيندڙ آهن.
پوءِ ڏٺو تہ هڪڙو حيرت ناڪ ڏکهو ۽ بدصورت شخص باهہ ٻاري رهيو هو ۽ ان جي چوڌاري ڊوڙي رهيو هو. ٻڌايو ويو تہ باهہ ٻارڻ وارو اهو شخص دوزخ جو داروغو مالڪ آهي.
پوءِ اسان هڪڙي نهايت شاندار باغ ۾ پهتاسين، جنهن ۾ هڪڙو ڊگهي قد وارو شخص هو ايترو ڊگهو جو ان جو مٿو ڏسڻ ۾ بہ مشڪل هو. ان جي چوڌاري بيشمار ڇوڪرا گڏ آهن.

معلوم ٿيو تہ اهو حضرت ابراهيم عليہ السلام آهي ۽ انهن جي چوڌاري اهي ماڻهو آهن جيڪي دين فطرت يعني اسلام تي فوت ٿيا.
پوءِ اسان هڪڙي بيان ڪرڻ کان مٿي خوبصورت باغ ۾ آياسين. جتي خوبصورت وڻ هيا. اسان هڪڙي وڻ تي چڙهياسين تہ سامهون سون ۽ چاندي جي سرن سان ٺهيل هڪڙو محلات نظر آيو. اندر وياسين تہ اتي اهڙا ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا جن جو اڌ جسم نهايت خوبصورت ۽ اڌ بدصورت هو. ملائڪن انهن کي چيو تہ توهان سامهون واري ندي ۾ ٽپو ڏيو. جڏهن اهي ان شفاف نديءَ مان ٽبي هڻي نڪتا تہ انهن جا جسم مڪمل طور تي خوبصورت ٿي ويا هيا.
معلوم ٿيو تہ هي باغ جنت العدن آهي. ان ۾ گهمڻ ڦرڻ وارا اڌ بدصورت اهي ماڻهو آهن جن زندگيءَ ۾ ڪجهہ گناهہ ڪيا هيا ۽ ڪجهہ نيڪيون. نديءَ ۾ وهنجڻ مان مراد اها هئي تہ رحمت باري سان انهن جا گناهہ معاف ٿي ويا.
اهو خواب جيئن تہ تعليمي نوعيت جو هو جنهن ۾ قرآن جو علم ياد رکڻ، بدڪاري ۽ وياج کائڻ جي مذمت سان گڏ سٺا (نيڪ) عمل ڪرڻ وارن کي سٺو بدلو ملڻ جي خوشخبري ٻڌايل هئي، ان ۾ هڪ بہ نڪتا احساس گناهہ جي باري ۾ بہ ملن ٿا. نفسيات ۾ احساس گناهہ کي مسلسل اذيت جو سبب قرار ڏنو ويو آهي. مگر هن مثال ۾ ان کي وڏي آساني سان حل ڪيو ويو. گناهن ۽ نيڪين جو مرڪب ڪٽي جيڪي ماڻهو جنت ۾ ويا الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان انهن جا سڀ گناهہ ميٽي ڇڏيا.
ماڻهن جا خواب ٻڌڻ کان اڳ پاڻ سڳورن انهن کي خبردار ڪيو تہ ڪوڙو خواب بيان ڪرڻ برائي آهي.
حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:
جنهن شخص هڪڙو اهڙو خواب ٻڌايو جيڪو ان نہ ڏٺو هجي تہ قيامت واري ڏينهن ان کي جَوَ جي ٻن داڻن کي ڳنڍ لڳائڻ جو

چيو ويندو. جيئن ته ايئن ڪرڻ ممڪن نه هوندو انهيءَ ڪري اهو مار کائيندو رهندو.

پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو: جيڪو ماڻهو ٻين جي ڳجهي گفتگو ٻڌڻ جي لاءِ ڪن لڳائيندو ته قيامت واري ڏينهن ان جي ڪنن ۾ پگهاريل شيهو وڌو ويندو. جيڪو تصويرون ٺاهيندو ان کي انهن ۾ ساهه وجهڻ لاءِ چيو ويندو. جڏهن اهو ائين نه ڪري سگهندو ته ان کي عذاب ڏنو ويندو. (بخاري)

ان ئي موضوع تي عبدالله بن عمر رضه بيان ڪيو آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو:

سڀ کان وڏو بهتان اهو آهي ته ماڻهو پنهنجي اکين سان اهڙي شي ڏٺل ٻڌائي جيڪا ان نه ڏٺي هجي. (بخاري)

پوءِ پاڻ سڳورن خواب جي اهميت کي نظر ۾ رکندي خوابن جي وقت جو تعين ڪيو. ان باب ۾ حضرت ابوسعيد خدري رضه روايت ڪئي آهي ته پاڻ سڳورن فرمايو:

گهڻو سچو خواب اهو آهي جيڪو رات جي آخري حصي ۾ ڏٺو وڃي. (ترمذي ـ دارمي).

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم هڪڙو خواب ڏٺو ۽ ماڻهن کي ٻڌايو. ان حوالي سان قرآن شريف ۾ آيو:

"لَقَدْ صَدَقَ اللّٰهُ رَسُوْلَهُ الرُّءْيَا بِالْحَقِّ لَتَدْخُلُنَّ الْمَسْجِدَ الْحَرَامَ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ اٰمِنِيْنَ مُحَلِّقِيْنَ رُءُوْسَكُمْ وَمُقَصِّرِيْنَ لَا تَخَافُوْنَ فَعَلِمَ مَا لَمْ تَعْلَمُوْا فَجَعَلَ مِنْ دُوْنِ ذٰلِكَ فَتْحًا قَرِيْبًا﴿٢٧﴾" (سورت فتح) معنيٰ: بيشڪ الله پنهنجي رسول جو خواب حق سان سچو ڪيو ته جيڪڏهن الله گهريو (انشاء الله) ته امن ۽ امان سان پنهنجي مٿي جا وار ڪوڙائي يا ڪٽائي توهان مسجدالحرام ۾ ضرور داخل ٿيندو ۽ نه ڊڄندو. سو ان کي سڀ علم آهي جيڪو توهان کي معلوم نه آهي، پوءِ ان جي پٺيان خيبر جي هڪ ويجهي سوڀ مقرر ڪيائين ﴿٢٧﴾

ان آيت جو شانِ نزول اهو آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم حديبيه ۾ خواب ڏٺو ته انهن جا اصحابي مڪه مڪرم ۾ داخل ٿي

ويا آهن، جتي ڪوئي قرباني ڪري رهيو آهي ۽ ڪوئي مٿو ڪوڙائي رهيو آهي. جنهن جو اهو تعبير ڪيو ويو ته اهي مڪ مڪرم ۾ داخل ٿيندا. پر ان جاءِ تي صلح حديبيه جي ڪري ان وقت الله جي گهر ۾ حاضري ممڪن نه ٿي سگهي. جنهن جي ڪري ماڻهن کي خيال اچي سگهيو ٿي ته خواب ته سچو ڪونه ٿيو. هن آيت ۾ الله پڌرو ڪري ڇڏيو ته پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جو خواب هرحال ۾ پورو ٿيندو ۽ ان عبوري عرصي ۾ جنهن وڏيڪ فتح جي خوشخبري ڏني وئي هئي اها به پوري ٿي. ڇوته مسلمانن خيبر فتح ڪري ورتو.

اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن مڪي مان هجرت ڪرڻ کان اڳ خواب ۾ کجين وارو علائقو ڏٺو ۽ اهو تعبير ڪيو ويو ته انهن کي سندن اصحابن سان گڏ هجرت ڪرڻي پوندي ۽ انهن جو آئينده نڪاڻو کجين وارو علائقو هوندو.

## پريشان حال عورت:

حضرت عبدالله بن عمر رضه جون ٽن مختلف نمونن سان روايتون نقل ٿيل آهن ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم خواب ۾ هڪڙي پريشان حال شيدي عورت کي ڏٺو جيڪا مديني مان نڪري محصيعه ڏانهن هلي وئي. حضور صلي الله عليه وآله وسلم ان جو اهو تعبير ڪيو ته مديني مان ويا جي بيماري نڪري محصيعه (جحفه) ڏانهن هلي وئي (بخاري).

## تلوار هلائڻ:

حضرت ابوموسيٰ اشعري رضه روايت ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ڏٺو ته مان خواب ۾ تلوار هلائي رهيو آهيان. پوءِ اها تلوار هڪدم مٿان کان ڀڄي پئي. پوءِ ٻيهر لهرايو ته اها چڱي نموني صحيح ٿي وئي. پاڻ سڳورن ان جو اهو تعبير ڪيو ته اُحد ۾ مسلمانن تي مصيبت آئي، پوءِ حالتون نيڪ ٿي ويون ۽ مڪو فتح ڪري ورتائون. (بخاري).

پاڻ سڳورن طرفان ڪجهه تعبير ڪيل خواب هي آهن:

حضرت ابوسعيد خدري رضہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مان ستو پيو هيس تہ ڇا ڏسان ٿو تہ ماڻهن کي منهنجي سامهون آڻي رهيا آهن ۽ انهن کي پهراڻ پاتل آهن. ڪنهن جو پهراڻ صرف سيني تائين آهي ۽ ڪن جو ان کان ڪجهہ وڌو ۽ ڪن جا اجا ننڍا. پوءِ عمر منهنجي سامهون آيو. ان جو پهراڻ ايترو ڊگهو هو جو اهو گسڪندو پئي آيو. ماڻهن پڇيو تہ حضور ان جو تعبير ڪهڙو آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ دينداري. (بخاري)

پاڻ سڳورن جي خوابن ۾ مستقبل جي واقعن جي خوشخبري جي مالڪ ماڻهن جي حالتن جو ذڪر بہ ملي ٿو.

حضرت عبدالله بن سلام رضہ خواب ۾ ڏٺو تہ اهو هڪڙي سرسبز باغ ۾ آهي. ان ۾ هڪڙو ٿنڀو آهي. اتي هڪڙو غلام بيٺو هو جنهن مون کي ٿنڀي تي چڙهي وڃڻ لاءِ چيو. مان چڙهي ويس. مٿي هڪڙو ڪنڍو هو. مون ان کي مضبوطي سان جهلي ورتو. ان اهو خواب نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تعبير ڪيو تہ باغ مان مراد اسلام آهي. ڪنڍو بہ اسلام آهي جنهن کي ان مضبوطيءَ سان پڪڙيو. (بخاري ـ مسلم).

## ٻچيءَ ۾ ٻٽ ۽ پيرن ۾ ڏنڊا ٻيڙيون ڏسڻ:

محمد بن سيرين حضرت ابوهريره رضہ جو شاگرد هو. ان ابو هريره رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جڏهن قيامت ويجهو ايندي تہ ڪنهن بہ مومن جو خواب ڪوڙو نہ ٿيندو. ڇوتہ اهو نبوت جو ڇائيتاليهون حصو آهي.

ابو هريره رضہ جو چوڻ آهي تہ خواب ٽن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا نفسياتي خواهشون ـ ٻيا شيطان جا گمراهہ ڪرڻ وارا ـ ٽيان الله جي طرف کان خوشخبري ـ جيڪڏهن ڪو اهڙو خواب ڏٺو وڃي جيڪو ناگوار گذري تہ ننڊ مان اٿي ماڻهو نماز پڙهي. محمد بن سيرين جو بيان آهي تہ ابو هريره رضہ خواب ۾ ٻچيءَ ۾ ٻٽ ڏسڻ کي خراب سمجهندو هو ڇوتہ اها دوزخين

جي نشاني آهي. جڏهن ته پيرن ۾ ڏنبا پيڙي کي دينداريءَ ۾ مضبوطيءَ جي علامت قرار ڏئي سنو سمجهندو هو. (بخاري).

ابوهريره رضہ کان اها روايت قتاده رضہ ۽ يونس رضہ بہ بيان ڪئي آهي. جنهن کي مسلم نسائي ۾ محمد بن سيرين جي قول کان الڳ ۽ ابوهريره جي روايت الڳ بيان ڪئي آهي. ليڪن ڏنبا پيڙي ۽ ڳٽ جو تعبير ٻنهي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان روايت ڪيو آهي.

## ريشمي ڪپڙو:

حضر ت عبدالله بن عمر رضہ روايت ڪئي آهي تہ مون خواب ۾ ڏٺو تہ مان بهشت ۾ آهيان ۽ منهنجي هٿ ۾ ريشمي ڪپڙي جو هڪڙو ٽڪرو آهي. مان جنهن جاءِ تي وڃڻ جو ارادو ڪريان ٿو تہ اهو ٽڪرو مون کي اتي اڏائي وٺي وڃي ٿو. مون پنهنجو اهو خواب پنهنجي ڀيڻ ام المومنين حضرت حفصہ رضہ کي ٻڌايو. ان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان معلوم ڪيو تہ انهن فرمايو تہ تنهنجو ڀاءُ نيڪ بخت ماڻهو آهي. (ترمذي۔ بخاري)

هڪڙي ٻي روايت جي مطابق فرمايو تہ عبدالله سٺو ماڻهو آهي، پر جيڪڏهن اهو تهجد بہ پڙهي ها. ان تي ان پوري زندگي ڪڏهن بہ تهجد نہ ڇڏي.

## چشمو:

جڏهن مهاجر مديني آيا تہ حضرت عثمان بن مظعون رضہ هڪڙي انصاري خاندان سان گڏ ٿي ويا. گهر جي وڏي عورت ام علاء رضہ ان جي پرهيزگاري ۽ اخلاق جي مداح هئي. اهو فوت ٿيو تہ ان عورت خواب ۾ ڏٺو تہ حضرت عثمان رضہ جي لاءِ هڪڙو چشمو وهي رهيو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جڏهن اهو خواب ٻڌايو ويو تہ انهن فرمايو تہ اهي عثمان جا نيڪ عمل آهن جن جو فائدو ان کي مرڻ کان پوءِ بہ ملي رهيو آهي.

امام بخاري ان تي تبصرو ڪيو آهي تہ حضرت عثمان رضہ شاهوڪار هو. ممڪن آهي عوام الناس جي ڀلائي لاءِ ان اهڙو ڪم

ڪيو هجي جيڪو صدقہ جاريہ جي برابر هو ۽ ان ڪري ان جو ثواب مرڻ کان پوءِ بہ ملندو آهي. (بخاري)

ان مان اهو معلوم ٿيو تہ سٺن ڪمن جو بدلو مرڻ کان پوءِ بہ ملي سگهي ٿو.

## کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ:

عبدالله بن عمر رضہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مان خواب ۾ ڏسان ٿو تہ هڪڙي کوهہ تي بيٺو آهيان ۽ پاڻي ڪڍي رهيو آهيان. پوءِ ابوبڪر آيو ۽ ان هڪ بہ ڏول ڪڍيا، مگر تڪليف سان. پوءِ عمر آيو. ان جي لاءِ ڏول بہ وڏو ٿي ويو پر ان بهتر ڪم ڪيو. ايترو پاڻي ڪڍيو جو سڀ ماڻهو ڍو ڪري ويا ۽ اهي پنهنجن جانورن کي آرام جي لاءِ انهن جي وٿاڻن تي وٺي ويا. (بخاري)

هن حديث کي حضرت ابوهريره رضہ بہ روايت ڪيو آهي. ان جو تعبير مسلمانن جي خلافت ڪيو ويو. حضرت ابوبڪر رضہ مختصر عرصو خلافت ڪئي. پوءِ عمر رضہ آيو جنهن مسلمانن کي مالامال ڪري ڇڏيو. چار هزار وڏا شهر فتح ڪيا. اسلام ۽ اسلامي ترقي لاءِ شاندار خدمتون انجام ڏنيون.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مان هڪڙي دفعي ستل هيس تہ خواب ۾ کير جو پيالو منهنجي سامهون آندو ويو. مون کير پيتو. ايترو کير پيتو جو کير منهنجي ناسن مان نڪري وهڻ لڳو. مون پيالي ۾ بچيل کير عمر کي ڏنو. اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ ان جو تعبير ڇا آهي. پاڻ سڳورن فرمايو "علم" (بخاري).

## قبرص ۽ قسطنطينہ جي فتح:

هڪڙي ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي رضاعي ماسي ام حرام رضہ ۽ حضرت عباده بن صامت رضہ جي گهر تشريف کڻي ويا. ڪاڏي ۾ دير هئي انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ٿوري دير آرام ڪيو ۽ مرڪندا اٿيا. حضرت ام حرام رضہ پڇيو تہ کهڙي خوشي جي ڳالهہ آهي. پاڻ سڳورن فرمايو

"مون ڏٺو تہ منهنجي امت جا ماڻهو سمنڊ ۾ اهڙي وقار سان سفر ڪري رهيا آهن جيئن بادشاهہ پنهنجي تخت تي چڙهي ويهندا آهن."
پوءِ فرمايائون
"منهنجي امت جا اهي ماڻهو جيڪي پهرين بحري لڙائي ڪندا اهي سڀ جنتي هوندا."

بحري لڙائي وڙهڻ وارن جي لاءِ جنت جي خوشخبري ٻڌي ام حرام رضہ منٿ ڪئي تہ دعا ڪيو تہ اها بہ انهن پيارن مجاهدن ۾ شامل هجي. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم دعا ڪئي ۽ ان کي ٻڌايو تہ هائو اها انهن ۾ شامل هوندي. ڪاڏو اچا تيار ڪونہ ٿيو هو تہ وري گهيرٽ اچي وين ۽ پهريان وانگر مرڪندا اٿيا. محترمہ سبب پڇيو تہ فرمايائون
"منهنجي امت جو اهو پهريون لشڪر جيڪو قيصر روم جي گادي واري هنڌ (قسطنطينہ) وجي لڙائي ڪندو. اهو سمورو لشڪر جنت ۾ ويندو."
ام حرام رضہ وري عرض ڪيو تہ ان کي بہ ان لشڪر ۾ شامل ڪيو وڃي. مگر حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "نہ، تون ان ۾ ڪونہ هونديئن."
ان خواب جو هر حصو پورو ٿيو. بحري لڙائي وڙهي وئي. ام حرام رضہ ان ۾ شامل ٿي مگر قبرص ۾ سير ڪندي گهوڙي تان ڪري فوت ٿي وئي. يعني اها بحري لڙائي ۾ شامل ٿي مگر پوءِ واري قسطنطينہ جي لڙائي ۾ شامل ٿي نہ سگهي. (بخاري).

## نبي ڪريم ﷺ جا خواب ۽ انهن جو مطلب:

حضرت ابوهريره رضہ جو بيان آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون کي اهڙيون ڳالهيون ڏنيون ويون آهن جن جا لفظ ٿورڙا ۽ مطلب گهڻا آهن ۽ دشمنن تي منهنجو رعب وجهي منهنجي مدد ڪئي وئي. پوءِ فرمايائون
هڪڙو پيرو مان ستل هيس تہ زمين جي خزانن جون ڪنجيون آڻي منهنجي هٿن ۾ ڏنيون ويون. (بخاري)

ان خواب جي تفسير ۾ محدثن ان جي جامع ڪلام هجڻ واري فضيلت کي سامهون رکيو آهي. اهو ته ان خواب جو تڪڙو تفسير هو. پر امام محمد بن سيرين ۽ ان جي اوستاد ابوهريره رضہ جي علم تعبير جي حوالي سان خواب ۾ گهڻيون ڪنجيون ملڻ مان مراد حڪومت ۽ بادشاهت ملڻ جي خوشخبري آهي. جڏهن ته هڪڙي ڪنجيءَ سان جيڪڏهن دروازو کوليو وڃي ته ان جو تعيبر اهو آهي ته ڪنهن شخص جي مدد سان ان جو ڪو مسئلو حل ٿيندو.

خواب جي تعبير جي انهن اصولن جي روشني ۾ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو خواب ڏٺو وڃي ته ان جو هڪڙو ئي تعبير آهي ته ان کي دنيا جي حڪومت ملندي. ان تعبير جي روشني ۾ انهن جي خواب کي ڏسون ته پاڻ سڳورن جي وفات وقت انهن جي حڪومت هيٺ علائقي جي ايراضي 10 لک چورس ميل هئي. جڏهن ته پاڻ سڳورن جي خلفاء راشدين جي دور تائين اسلامي سلطنت هندوستان کان آفريڪا تائين پکڙجي چڪي هئي ۽ پوءِ ان جي پکيڙ ۾ اضافو ٿيندو ويو.

## خوابن جا قسم:

حضرت ابوهريره رضہ پنهنجي عمر جو گهڻو حصو درِ رسالت تي علم سکڻ ۾ گذاريو. خوابن جي تعبير جو علم پنهنجي باعمل شاگرد محمد بن سيرين کي سيکاريو. اهو پنهنجي اوستاد کان بيان ڪري ٿو

> خواب ٽن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا نفساني يعني شهوتي خيالن جا ـ ٻيا شيطان جو ڊيڄارڻ ـ ٽيون الله جي طرف کان خوشخبري. (بخاري).

انهن خوابن جي هر قسم کي واضح ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن ان اصول جي روشني ۾ فرائيڊ جي خوابن جي تعبير واري علم کي سامهون رکون ته مسئلو وڌيڪ واضح ٿي وڃي ٿو. نفسياتي علم وارا خوابن کي روزاني جي واقعن سان مرتب ٿيڻ وارن استعارن جو مجموعو قرار ڏين ٿا يا لاشعور جو پرتوو چيو وڃي ٿو. ان کي ابوهريره رضہ جي پهرين ۽ ٻئي قسم هيٺ بيان ڪري سگهجي ٿو. جڏهن ته خوشخبري وارو حصو جيئن

تہ فرائيڊ جهڙي احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا لامذهب شخص جي عقل کان ٻاهر هو. انهيءَ ڪري اهو ان کي اها اهميت نہ ڏئي سگهيو يا ان جي هم عقيده يهودين کي خوشخبري وارا خواب ڪونہ ايندا هيا. انهيءَ ڪري خواب مان حاصل ٿيڻ واري خوشخبري ان جي سمجهہ کان مٿي هئي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

مون کان پوءِ رسالت ۽ نبوت ختم ٿي ويندي. اها ڳالهہ ماڻهن کي گهڻو ڏکي لڳي تہ پاڻ سڳورن فرمايو "پر مبشرات باقي آهن."

ماڻهن عرض ڪيو تہ مبشرات ڇا آهن تہ ارشاد فرمايائون تہ اهو مسلمان جو خواب آهي جيڪو نبوت جي حصن مان آهي. (جامع ترمذي).

هڪڙي ٻي روايت ۾ حضرت ابو درداء رضہ جي حوالي سان قرآن شريف جي آيت "لَهُمُ الْبُشْرٰى فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا" (يونس: 64) جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ان مان مراد اهي سنا خواب آهن جن کي هڪڙو مومن مسلمان ڏسندو رهندو آهي.

ڀلارن خوابن جي سلسلي ۾ ام المومنين حضرت صفيہ رضہ بنت حي بن اخطب جو خواب گهڻو دلچسپ آهي.

ان پنهنجي جهولي ۾ سج ۽ چنڊ کي ڪرندو ڏٺو. هي اهو وقت هو جڏهن اسلام جي لشڪر خيبر جي قلعي جو گهيرو ڪري رکيو هو. ان پنهنجو اهو خواب پنهنجي پيءُ کي ٻڌايو تہ اهو ان خواب ڪري ايترو بِرِ ٿي ويو جو ڌيءَ جي منهن تي چماٽ وهائي ڪيڍيائين ۽ چيائين تہ تون خيبر جي شڪست جا خواب ڏسي اسان سان دشمني ڪري رهي آهين. ايندڙ ڏينهن واقعي خيبر فتح ٿي ويو ۽ ان عورت کي جڏهن ام المومنين ٿيڻ جي سعادت نصيبت ٿي تہ ان اهو واقعو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌايو.

ام المومنين حضرت عائشہ رضہ خواب ۾ ڏٺو تہ ٽي چنڊ ان جي حجري ۾ اچي ڪريا. ان اهو خواب پنهنجي بابي ابوبڪر رضہ کي ٻڌايو تہ اهو تعبير ڪرڻ جي بجاءِ ماٺ رهيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ جڏهن

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وفات ڪئي تہ حضرت ابوبڪر رضہ ان کي خواب ياد ڏياريندي ٻڌايو تہ اهي ٽي چنڊ جيڪي تو پنهنجي حجري ۾ لهندي ڏٺا هيا، هي انهن مان هڪڙو هو جيڪو سڀني کان بهتر بہ هو (مالڪ).

ان کان پوءِ ان ئي حجري ۾ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ دفن ٿيا ۽ ان جي حجري ۾ ٽي چنڊ اچڻ وارو خواب پورو ٿيو. پر هر خواب نہ تہ خوشخبري هوندي آهي ۽ نہ ئي انهن جو ڪو مطلب هجڻ ضروري آهي.

> حضرت ابوبڪر رضہ روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ڪنهن شخص خواب ۾ ڏٺو تہ هڪڙي تارازي جيڪا آسمان مان هيٺ آئي ان جي هڪڙي پُڙ ۾ پاڻ سڳورن ۽ ابوبڪر کي توريو ويو تہ پاڻ سڳورا ڳورا ٿي ويا. پوءِ ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ کي توريو ويو تہ ابوبڪر رضہ ڳورا ٿي ويا. پوءِ عمر رضہ ۽ عثمان رضہ کي توريو ويو تہ عمر رضہ ڳورا ٿي ويا. پوءِ تارازي مٿي کڄي وئي پاڻ سڳورن جي چهري مبارڪ تي خواب ٻڌڻ کان پوءِ ڪراهت پڌري هئي (ترمذي)

خوابن جي قسمن جو تعين ڪرڻ کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم روزانو صبح جي نماز کان پوءِ ماڻهن جا خواب ٻڌندا هيا ۽ تعبير ٻڌائيندا هيا. ان سان اصحابن سڳورن آهستي آهستي خوابن جي تعبير جو پورو علم انهن کان سکي ورتو. پاڻ سڳورن جو تعليم ڏيڻ جو طريقو اهو هو تہ پهريان اهي پنهنجو خواب ٻڌائيندا هيا، پوءِ ماڻهن کي ٻڌندا هيا ۽ انهن لاءِ خواب حل ڪرڻ جو اصول بيان ڪندا هيا. مگر اهي خواب جن ۾ صرف ذهني خلفشار جو اظهار هوندو هو ان کي شيطاني شرارت قرار ڏنو ويندو هو ڇوتہ نفس اماره بہ تہ هڪڙو شيطان آهي.

## خوابن جي تعبير هڪڙو علم:

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم علم ۽ فن جا هڪڙا يگانو نمونو هيا. انهن علم الڪلام کان وٺي طب تائين جي مسئلي تي پوريءَ

طرح رهنمائي عطا ڪئي ۽ سندن ارشادن کي ماڻهن پنهنجي پنهنجي پسند جي موضوعن مطابق سهيڙيو. جيئن علم الامراض ۽ علاج جي باري ۾ محمد بن ابوبڪر بن السني کان وٺي محمد بن ابوبڪر بن القيم تائين “طب نبوي” جا مجموعا ترتيب ۾ ايندا رهيا ۽ اڄ بہ اهي ڪتاب نہ صرف شايع ٿي رهيا آهن بلڪ انهن جي علاج سان اهڙين اهڙين بيمارين ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي جن ۾ جديد علاج ناڪام رهيا.

اهڙيءَ طرح خوابن جي تعبير جي موضوع تي انهن جي شاگردن مان عبدالله بن مسعود رضہ ابوهريره رضہ انس بن مالڪ رضہ امام حسن عليہ السلام، سمره بن جنب رضہ ۽ ٻين اصحابن سڳورن پنهنجن شاگردن کي اهو علم سيکاريو. انهن شاگردن ۾ حضرت انس رضہ جو آزاد ڪيل غلام محمد بن سيرين کي دائمي شهرت حاصل ٿي. اڄ تائين ان کي علم تعبير جو امام مڃيو وڃي ٿو. ان کان علاوه ٻيا عالم بہ آهن. انهن مان هرهڪ ڪتاب جو ليکڪ آهي. انهن جا نالا هي آهن:

امام محمد بن سيرين ــــــ ڪتاب الجامع
امام جعفر صادق عليہ السلام ــــ ڪتاب التقسيم
امام جابر مغربي ــــ ڪتاب الارشاد
امام ابراهيم ڪرماني ــ ڪتاب الدستور
امام اسماعيل بن اشعث ـــ ڪتاب التعبير
حضرت دانيال عليہ السلام ــ ڪتاب الوصول
حافظ بن بن اسحاق ـــ ڪتاب التعبير
ڪتاب حمل الالائل المنامات،
ڪتاب مبادي التعبير
امام فخري ــــــ ايضاح التعبير.

فن تعبير تي هڪڙو معتبر ڪتاب ڇهين صدي هجري ۾ ابوالفضل حسين بن ابراهيم محمد تفليسي اڳين 12 ڪتابن مان تڪرا ڪٽي سلجوقي سلطان قزل ارسلان ثاني والي روم کي پيش ڪيو. ان جو اردو ترجمو “ڪتاب الرويا” جي نالي سان اڄ بہ وري وري ڇپجي مقبوليت حاصل ڪري رهيو آهي.

## تعبير جي عالمن جي اهميت:

خوابن جي تعبير ڪرڻ واري عالم کي عربي ۾ "معبر" چوندا آهن. توڙي جو عالمن تعبير جي ڇهن اڳوڻن ماڻهن کي هڪجهڙو قرار ڏنو آهي، پر شهرت ۽ صلاحيت جي لحاظ کان محمد بن سيرين کي برتري حاصل آهي. شيخ ابن حجر عسقلائي ان جي تعريف ۾ لکيو آهي:

محمد بن سيرين ڪامل العلم، معتبر، جبل وانگر مضبوط تعبير جو علامہ، پرهيزگاري ۽ تقويٰ جو سرتاج، امام حسن بصري کان بہ وڌيڪ ثابت قدم ۽ مستقل مزاج هو.

اهو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وڏي رتبي واري خادم انس بن مالڪ جي گهر ۾ نپنو پليو. ان کان آزادي وٺي بہ ان جي خدمت ۾ موجود رهيو ۽ ان لاءِ لکندڙ جون ذميواريون ادا ڪيون. ان حضرت عبدالله بن عمر رضہ، عبدالله بن عباس رضہ، حسن بن علي عليهم السلام، رافع بن خديج رضہ، جنب بن عبدالله، ام المومنين عائشہ صديقہ رضہ ۽ ٻين ڪيترن اصحابن سڳورن کان حديثون روايت ڪيون آهن. انهن مان بزرگن ۽ خاص طور تي حضرت ابوهريره رضہ ۽ حضرت انس بن مالڪ رضہ کان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم طرفان تعليم ڏنل خوابن جي تعبير جو علم سکيو. امام بخاري ۽ امام مسلم ان کي حديث جي معتبر راوين ۾ ڳڻيو آهي. امام ذهبي سنتِ نبوي جي روشني ۾ ترتيب ڏنل مختلف بزرگن جي ڪمالن جي هڪڙي فهرست مرتب ڪئي آهي، جن ۾ مختلف فنن جا قابل اڳواڻ هيٺان آهن.

قرآن جو تفيسر ــــ عبدالله بن عباس
قرائت ــــ نافع رضہ
فقہ حديث ــــ امام شافعي رضہ
خوابن جي تعبير ــــ محمد بن سيرين.

امام احمد بن حنبل جي تحقيق جي مطابق ان عبدالله بن زبير رضہ جي حڪومت جي دوران حج ڪيو ۽ مڪہ مڪرمہ ۾ عبدالله بن زبير

رضہ، زيد بن ثابت رضہ ۽ عڪرمہ رضہ کان حديث جي تعليم حاصل ڪئي. انهن بزرگن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان جيڪو علم سکيو ان کي اڳتي وڌايو. اسلام جي تاريخ جي هر دور ۾ ديني بزرگن ماڻهن جا خواب ٻڌا. انهن جو تعبير ڪيو ۽ معبر سڏيا ويا. الله تعاليٰ ان علم کي ايتري اهميت وارو قرار ڏنو جو قرآن شريف ۾ حضرت يوسف عليہ السلام کي تعبير جو علم عطا ٿيڻ کي فضيلت قرار ڏنو ويو. ان ڪري حضور اقدس صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ ان کي اهميت عطا ڪئي ۽ سٺي خواب کي خوشخبري قرار ڏنو بلڪ ان کي نبوت جو حصو قرار ڏنو. پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مون کان پوءِ بہ الله تعاليٰ طرفان ماڻهن کي خواب جي ذريعي سٺيون ڳالهيون معلوم ٿينديون رهنديون. خوشخبرين جي ڄاڻ ۽ سنتِ نبوي کي سامهون رکي ديني عالمن تعبير جو علم سکيو. ان کي مرتب ڪيو. خواب جا وقت ۽ تعبير جي شرطن سان گڏ تعبير ڪرڻ وارن (معبر) جون ذميواريون مقرر ڪيون. امام جابر مغربي جو چوڻ آهي تہ خواب جي تعبير ۾ رازداري ضروري آهي ۽ خواب کي ڌيان سان ٻڌي بلڪل اهڙيءَ طرح غوروفڪر ڪري تعبير ڳوليو وڃي جيئن ڪوئي طبيب مريض جي ڳالهين کي ٻڌي ۽ علامتن کي ڏسي ان جي روشني ۾ مرض جي سڃاڻپ ڪندو آهي.

هندوستان ۾ حضرت شاهہ ولي الله دهلوي کان حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي تائين بزرگن خوابن جي تعبير جي موضوع تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اهو چوڻ غلط آهي تہ خوابن جي تعبير جو علم جديد نفسيات جو ڪمال آهي.

## خوابن جي تعبير جا جديد نظريا ۽ اسلام:

نفسياتي ماهرن خوابن کي روزاني زندگي جي واقعن جو ورجاء قرار ڏنو آهي. توڙي جو مختلف ماهر انهن جي سببن ۽ تعبير تي پنهنجا پنهنجا نظريا رکن ٿا. پر انهن مان ڪير بہ ڪنهن خواب جو سڌو سنئون تعبير ڪرڻ جي قابل ڪونهي. اهي خواب ڏسڻ واري سان

تفصيلي گفتگو ڪرڻ، ان جي معمولن ڪي ڄاڻڻ ۽ ان جي شخصيت ۽ ان جي لاشعور کان واقف ٿيڻ کان پوءِ ئي تعبير ٻڌائي سگهندا آهن. انهن جي نظر ۾ خواب نامڪمل خواهشن، نفرتن ۽ مشاهدن جو مظهر هوندو آهي. هر گروهه پنهنجي پنهنجي ڪوشش سان ڇڪي تاڻي پنهنجي مرضيءَ جو مطلب ڪڍي وٺندو آهي. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته ڪنهن به هڪڙي خواب جو هرجاءِ تان ساڳوئي تعبير نه ڪيو ويندو آهي. يعني، سمورين ترقين جي باوجود ماهر خوابن جي استعارن تي اڄ به متفق ڪونه آهن. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي ته جديد نفسيات خوابن جي تعبير جي علم کي پراڻي زماني جي وهمن مان ڪڍيو آهي. اڄوڪا ماڻهو خواب ڏسڻ کان پوءِ اهي حرڪتون ڪونه ڪندا آهن جيڪي قديم زماني جا ماڻهو ڪندا هيا. مگر جهالت جو اهو مظاهرو غير مسلمن تائين محدود هو. ڇوته تاريخ جي پهرين مسلمان حضرت ابراهيم عليه السلام خواب ڏٺو ته ان جو تعبير ڪيو. حضرت دانيال عليه السلام ٻين کي به خوابن جا مطلب سمجهائيندو هو ۽ حضرت يوسف عليه السلام خوابن جي تعبير جي علم جو باضابطا باني هو. ان وڏا وڏا ڪامياب تعبير ڪيا، جن جي تصديق توريت مقدس ۽ قرآن شريف ۾ آهي.

خوابن جي ذريعي ملڻ وارن پيغامن کي علم جي صورت ۾ بيان ڪرڻ ۽ انهن جي تعبير جو علم باقاعده سيکارڻ ۾ اوليت جو شرف حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم کي حاصل آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم خواب ۾ نظر اچڻ وارن ڳالهين کي ترڪيب ڏني ۽ ڊيڄارڻ وارن خوابن کان بچڻ لاءِ اهڙي فائدي واري ۽ پلي ترڪيب ٻڌائي جو اها اڄ به اهڙي طرح اثرائتي آهي، جهڙي طرح پاڻ سڳورن جي زماني ۾ هئي. حديث شريف جي هر مجموعي ۾ انهن جي بارگاهه کان مليل خوابن جي علم جو باب "ڪتاب الرويا" جي نالي سان موجود آهي.

اسان جي بدقسمتي اها آهي ته ڏارين کان آيل ڳالهين کي ٻڌي ۽ ڏسي ايترو متاثر ٿيندا آهيون جو پوءِ ڪجهه ڏسڻ جي ضرورت باقي نه

رهندي آهي. ڪارل مارڪس پنهنجي اشتراڪي فلسفي جو بنياد اسلامي تعليم تي رکيو. پر ان جتي بہ پنهنجو عقل استعمال ڪيو اتي مار کائي ويو. فرائيڊ جيئن تہ پاڻ احساس ڪمتريءَ جو شڪار هو تنهن ڪري دائم المريض ۽ ماڻهن کان بيزار يهودي هو. انهيءَ ڪري اهو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليم ڏنل خوابن جي علم ڏانهن ڌيان ئي نہ ڏئي سگهيو.

اها هڪڙي حقيقت آهي تہ خوابن جي تعبير کي باقاعده علم جي شڪل ڏيڻ واري ماهرِ نفسيات جو نالو محمد بن عبدالله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هيا ۽ جنهن بہ انهن کان اهو علم حاصل ڪيو تہ ان کي ڪڏهن بہ غلطي نہ ٿيندي.

# شادي ۽ ان جا مسئلا

زمين تي انسان جي آباد ٿيڻ کان پوءِ ان جي لاءِ اهم ترين مسئلو کاڌ خوراڪ ۽ درندن کان محفوظ رهڻ هو. ذات جي تحفظ جي انهن مسئلن جو مقابلو ڪرڻ ۾ جسماني گهٽتائي جي ڪري عورت نسبتن غير محفوظ هئي. تجربن مان معلوم ٿي چڪو هو ته ماڻهو جيڪڏهن گڏجي رهن ته اهي سک سڪون حاصل ڪندا آهن. اهي گڏيل نڪاڻا عام طور تي چشمن ۽ پاڻي جي ذريعن جي ويجهو ۽ وڻڪار جي ويجهو هوندا هيا. جانورن ۾ به نر ۽ مادي جو گڏجي ۽ الڳ رهڻ جو طريقو مروجه آهي. پر عورتن محسوس ڪيو ته اهي جيڪڏهن هڪڙي مرد جون ٿي رهن ته انهن جي سنڀال چڱي نموني ٿي سگهي ٿي. اهي پنهنجي ساٿيءَ سان پوکي راهي ۽ ٻين معاشي ذريعن ۾ ساٿ ڏيڻ کان سواءِ ان جي خوراڪ کي ڳولڻ ۽ تيار ڪرڻ جو گهٽ محنت وارو ڪم ڪري سگهي ٿي ۽ اهڙيءَ طرح ان جي ساٿي مرد کي معاشي ذريعي تي وڌيڪ وقت ڏيڻ جو موقعو ملي سگهيو ٿي.

ڪم جي ورهاست جو اهو طريقو توڙي جو لاڀائتو هو. پر ٻئي ساٿي اهو انديشو ڪري سگهيا ٿي ته ان جو ساٿي ڪنهن وقت به ان کان ڪنهن کي وڌيڪ بهتر سمجهي ان کي ڇڏي نه ڏئي. مثال طور، عورت لاءِ اهو عين ممڪن هو ته اها ڪنهن وڌيڪ خوبصورت يا وڌيڪ پئسي واري مرد کي حاصل ڪري سگهي ته اها پهرين مڙس کي ڇڏي ڏئي ۽ اهڙي قسم جو انديشو عورت کي لاڳو رهندو هو ته ان جو مرد وڌيڪ خوبصورت عورت ڏسي يا ڪا وڌيڪ ڪم ڪرڻ واري عورت ملڻ تي پهرين زال کي ڇڏي ڏئي. انهن معاشي ۽ ذاتي لالچن سان گڏ ڪراڙپ به تلخ حقيقت طور موجود هئي. جيئن پکي مينهن کان اڳ پنهنجي آکيرن کي مضبوط ڪندا آهن ۽ ڏکين ڏينهن لاءِ خوراڪ جو ذخيرو ڪندا آهن، اهڙيءَ طرح آخري وقت جي دهشت جو خيال مرد ۽ عورت

ڪي هڪجيتري بندوبست جي ضرورت ڏانهن ڌيان ڇڪرائيندو رهندو هو. عورت چاهيندي هئي ته ان جو ساٿي مرد ۽ ٻار ان جي ڪراڙپ ۾ ٽهل ٽڪور لاءِ موجود هجن. اهڙي قسم جي خواهش مرد جي دل ۾ به موجود رهندي هئي. ان مشڪل جو پهريون حل ته اهو هو ته عورت مرد کان واعدو وٺي ته اهو ڪنهن به حالت ۾ ان کي نه ڇڏيندو ۽ اهڙي قسم جو واعدو مرد به وٺي ٿي سگهيو. وقت ۽ تجربن مان معلوم ٿيو ته زباني واعدا مستقبل جي ضمانت نٿا ٿي سگهن.

## شاديءَ جو رواج:

جڏهن هڪ مرد ۽ عورت پاڻ ۾ گڏجي رهڻ ۽ هڪٻئي سان زندگي گذارڻ جو واعدو ڪن ته ان واعدي کي شاديءَ جو نالو ڏنو ويو. شاديءَ جي تعريف جي مطابق اهو گڏجڻ مستقل نوعيت جو هجڻ گهرجي. ان تعريف جي لحاظ کان ان ٻنڌڻ ۾ جيڪڏهن ڪو ٽيون شخص شامل ٿي وڃي يا انهن ۾ ڪنهن سبب جي ڪري الڳ ٿيڻ جي نوعيت اچي وڃي ته انهن جو اهو عمل شاديءَ جي بنيادي تعريف جي خلاف هوندو. انهيءَ ڪري جو شادي صرف هڪ مرد ۽ عورت جي وچ ۾ زندگي گذارڻ جو اقرار نامو آهي.

انسان هر دور ۾ ڪنهن نه ڪنهن اڻ ڏٺي معبود جي عبادت ڪندو رهيو آهي. ڪڏهن پنهنجي معبود کي پٿر يا ڪاٺ مان تراشي پنهنجي سامهون رکيو ۽ ڪڏهن سج، چنڊ يا تارن کي ان جو پرتوو قرار ڏئي ان جي عبادت ڪندو رهيو. معبود کي سامهون رکي عبادت ڪرڻ جي مسئلي کي علامه اقبال خوب واضح ڪيو آهي:

ذوق حضور درجهان رسم صنم گري نهاد
عشق فريب مي دهد جان اميدوار را

جيئن ته پهرين ماڻهن کي معبود جي دهشت گهڻي هوندي هئي، انهيءَ ڪري ترڪيب اها ڪيدي وئي ته گڏ رهڻ ۽ هميشه نڀاءُ ڪرڻ جو اقرار معبود جي سامهون ڪيو وڃي. مذهبي اڳواڻن ان عمل ۾ پاڻ کي به شامل ڪري ورتو ۽ اهڙيءَ طرح شاديءَ جو واعدو معبود جي سامهون يا

ان جي نالي تي ان جي پوڄاري جي هٿن سان انجام ڏيڻ ۾ آيو. قبائلي تهذيب جي شروعات کان وٺي اڄ به شادي الله يا ديوتائن کي حاضر ناظر ڄاڻي پڄارين، پنڊتن، يا پادرين جي هٿاران مڪمل ٿئي ٿي.

واڌ ويجهه جي لحاظ کان انسان به هڪڙو جانور آهي. وڏا جانور گهر ٺاهي رهندا آهن جنهن ۾ اهي پنهنجي مادي ۽ ٻچن سان زندگي گذاريندا آهن. جيتوڻيڪ انهن جو عام ميلاپ هڪ زال وارو هوندو آهي پر انسان پنهنجي فطرت جي لحاظ کان گهڻين زالن وارو آهي. توڙي جو گهڻين زالن جو رجحان جانورن ۾ به آهي پر هر گروهه ۾ ان جي عملي شڪل مختلف آهي. جيئن هڪڙو نر ۽ هڪڙي مادي هڪڙي موسم ۾ گڏ گذاريندا آهن، جڏهن ته ٻي موسم اچڻ ۽ ٻچن جي وڏي ٿيڻ کان پوءِ ٻئي پنهنجو ساٿي تبديل ڪري وٺندا آهن. دنيا جي اڪثر مذهبن ۾ ٻن زالن جو رواج ڪونهي. حالانڪ توريت مقدس ۾ گهڻين زالن جو ذڪر گهڻو ملي ٿو ۽ ڪنهن جاءِ تي به ان عمل جي مذمت نٿي ملي. انجيل مقدس ۾ به اهڙو ڪو حڪم موجود ڪونهي جنهن مان ٻي شاديءَ جي منع ٿيل هجي. اها ئي حالت هندو مذهب جي آهي بلڪ ڀڳوان سڏرائڻ وارن ڪيترن راجائن جون گهڻيون ئي راڻيون هيون. ان جي باوجود پنڊت ٻي شاديءَ کي جائز نٿا چون. اسلام پهريون ضابطه حيات آهي جنهن ڪجهه شرطن سان وڌيڪ زالن جي اجازت ڏني. قرآن شريف ۾ ان باري ۾ فرمايو ويو آهي:

> ”فَانۡكِحُوۡا مَا طَابَ لَـكُمۡ مِّنَ النِّسَآءِ مَثۡنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ‌ ۚ فَاِنۡ خِفۡتُمۡ اَلَّا تَعۡدِلُوۡا فَوَاحِدَةً“ (نساء: 3) معنيٰ: جيڪي عورتون توهان کي پسند هجن سي ٻه ٻه ۽ ٽي ٽي ۽ چار چار پرڻجو. پوءِ جيڪڏهن ڊڄو ته ٻن زالن کي انصاف سان ۽ برابر رکي نه سگهندو ته هڪ پرڻجو.

هن آيت جي اهم نڪتن ۾ پسند جي عورت سان شادي ڪرڻ کان علاوه وڌيڪ زالون پرڻجڻ جي اجازت ته موجود آهي مگر ان صورت ۾ زالن جي وچ ۾ هر ڳالهه برابر هوندي ۽ ڪنهن کي ترجيح نه ڏني ويندي.

زالون جيڪڏهن هڪڙي کان وڌيڪ رکيون هجن ته انهن جي وچ ۾ انصاف جي شرط جو ڪامل مظاهرو اسان کي پيغمبر اسلام صلي الله

عليہ وآلہ وسلم جي زندگي ۾ ملي ٿو. هر گهر واريءَ کي هڪجيترو کاڌ خوراڪ ۽ هڪجهڙو لباس ملندو هو.

هر گهر واريءَ جو وارو مقرر ٿيل هو ۽ ڪنهن کي توجهہ نہ ملڻ جي شڪايت جو موقعو نہ ملندو هو. سير ۽ سفر جي موقعي تي ڪُڻو ڪڍي گڏ وڃڻ واري گهر واريءَ جي چونڊ ٿيندي هئي. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم گهڻو بيمار ٿي ويا ۽ انهن لاءِ روزانو ٻي گهر واريءَ سان گڏ رهڻ ممڪن نہ رهيو تہ انهن حضرت عائشہ رضہ جي حجري ۾ بيماريءَ جا ڏينهن گذارڻ لاءِ ٻين گهر وارين کان باقاعده اجازت ورتي.

جيئن مرد لاءِ اهو ممڪن آهي تہ اهو هڪڙي زال جي هوندي ٻي زال پرڻجي، اهڙيءَ طرح قبائلي تهذيب ۾يا انهن علائقن ۾ جتي عورتون ٿوريون آهن، اتي عورت هڪڙي کان وڌيڪ مڙس رکي سگهندي هئي، جهن کي گهڻا مڙس رکڻ چئبو آهي. پراڻي زماني جي اها عادت اڄ بہ ڀارت جي ڏاکڻن علائقن، تبت، آسٽريليا جي قبائلين ۽ آفريڪا ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ٻن مڙسن جو مسئلو معاشي لحاظ کان مشڪل آهي. ڇوتہ انهن جي وچ ۾ پيءَ جي سڃاڻپ ۽ حسد کان علاوه خرچ جي ورهاست ۽ اولاد پالڻ جهڙا مونجهارا پيدا ٿي پوندا آهن جن کي آساني سان حل نٿو ڪري سگهجي. مشهور آهي تہ ڀارتي پنجاب جي ڪجهہ ڳوٺن ۾ ڪيترن ئي ڀائرن جي هڪڙي ئي گڏيل زال جو رواج موجود آهي. ڀارتي ٽيليويزن ڳوٺاڻي زندگيءَ جي باري ۾ گذريل سال هڪڙو ڊرامو پيش ڪيو جنهن ۾ چاچي ۽ ڀائٽي جي هڪ زال مان گڏيل اولاد هئي. جيتوڻيڪ اها عادت هر ملڪ ۽ معاشري ۾ هاڻي سٺي نٿي سمجهي وڃي، پر ان جي باوجود ڪنهن مذهب ان جي ڪليل ۽ مڪمل مذمت ڪونہ ڪئي آهي. بلڪ هندوستان جي ڪهاڻين ۾ دوپدري جو قصو مشهور آهي، جنهن جا پنج پانڊو مڙس هيا. جڏهن تہ اسلام پهريون معاشرو آهي جنهن ان کي پڏري نموني غيرفطري ۽ حرام قرار ڏنو آهي.

## هندو مذهب ۾ شادي:

هندو مذهب جي الهامي ڪتابن ۾ شاديءَ کي هڪڙو مقدس رشتو قرار ڏنو ويو آهي. انهيءَ ڪري شادي اگني ديوتا جي پرتوو يعني باهہ جي سامهون ڪئي ويندي آهي.

شاديءَ کان اڳ ۾ پنڊت انهيءَ ڳالهه جي جانچ ڪري يقين ڪندا آهن تہ زال مڙس جي وچ ۾ نہ صرف ڪوبہ رت جو رشتو نہ هجي بلڪ هڪڙي ئي برادريءَ ۾ مائٽي ڪرڻ کان بہ منع ٿيل آهي. ان کان پوءِ جوتشي ۽ پنڊت انهن جي شاديءَ جو زائچو ڪيڻ کان پوءِ اهڙو ڏينهن ڳوليندا آهن جنهن ڏينهن وهانءِ ڪرڻ سان انهن جي قسمت تي سٺو اثر پوي. ٻڌو ويو آهي تہ مبارڪ ڏينهن ۽ وقت ڪيڻ جو عمل يقيني نہ هوندو آهي. جوتشي خاندانن جي دلچسپي مطابق انهن جي مرضيءَ جو ڏينهن ڪيي ڏيندا آهن. سيئي ڏينهن الله جا آهن ۽ ڪنهن کي پلارو ۽ ڪنهن کي منحوس چوڻ رڳو خوش فهمي آهي.

مقرر وقت تي شاديءَ جي سيج (منڊپ) ڪيلي جي پتن، ميون ۽ ناريل سان سجائي ويندي آهي. پنڊت وچ تي باهہ ٻاري اشلوڪ ۽ منتر پڙهندي گِهہ وجهندو ويندو آهي. جڏهن اهو پنهنجو ورد پورو ڪندو آهي تہ گهوٽ جي پڳڙي سان ڪنوار جو پَلَو ٻڌي انهن کان مقدس باهہ جي چوڌاري چڪر هڻايا ويندا آهن. ان دوران منترن سان گڏ انهن مٿان خوشبوءِ ڇٽڪاري ويندي آهي. انهن جي مذهبي عقيدن مطابق اهو وهانءِ مقدس باهہ جي سامهون شاسترن جي برڪت سان جڏهن پڙهجي ويو تہ ان کي دنيا جي ڪابہ طاقت ٽوڙي نٿي سگهي.

سوامي ديانند سرسوتي "ستيارٿ پرڪاش" ۾ وهانءِ شادي جا يارهن قسم بيان ڪيا آهن جن مان باهہ جي چوڌاري ڦيرا پائڻ هڪڙو قسم آهي. جڏهن تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن عورت کي زبردستي کڻي وڃي تہ اهو بہ نڪاح آهي، جنهن کي راڪش بواهہ جو نالو ڏنو ويو آهي. جيئن راجا جئي چند جي ڌي سنجوگتا کي پرٿوي راج زبردستي کڻي ويو ۽ ان کي نڪاح ئي تصور ڪيو ويو. جهنگل ۾ ڪا اڪيلي عورت ملي وڃي تہ ان سان بغير شاهد جي گنڌرپ بواہ ٿي ويندو آهي.

جيتوڻيڪ هندو مذهب ۾ شادي کي مستقل حيثيت حاصل آهي مگر ان ۾ عورت کي ڪنهن بہ قسم جو ڪوئي حق حاصل ڪونهي.

شادي کان اڳ ۾ ڏاج جي نالي تي گهوٽ کي پنهنجي حيثيت کان به وڌيڪ رقم ڏيندا آهن. ڇوڪرن وارا ايترا مطالبا ڪندا آهن جو ٿورو ڏاج ڪٺي اچڻ واريون ڇوڪريون خودڪشي ڪرڻ تي مجبور ٿي وينديون آهن يا ڇوڪرا پهرين ڪنوار کي قتل ڪري ٻي جي ڳولا ۾ لڳي ويندا آهن. زال پنهنجي مڙس کي ڀڳوان سمجهي ان جي پوڄا ڪندي آهي. ان کي پهريان ماني کائڻ جي اجازت ڪونهي ۽ جيڪڏهن مڙس مري وڃي ته ڪنوار کي منحوس سمجهيو ويندو آهي. مڙس جي ساهه نڪرڻ سان ئي ان جون چوڙيون پٿر هڻي ڀڃيون وينديون آهن. سينڌ مان سينڌور ختم ڪيو ويندو آهي. هار سينگار جو سمورو سامان کسيو ويندو آهي ۽ رنگين ۽ ريشمي لباس پائڻ منع ٿي ويندو آهي. ان جي زندگي ايتري اجيرن ڪئي ويندي آهي جو ان کي موت کان علاوه ڪوئي رستو نظر نه اچي. جيڪڏهن اها عذاب جي زندگي گذارڻ جي بجاءِ مڙس جي لاش سان گڏ سڙي مرڻ قبول ڪري ته معاملا آسان ٿي ويندا آهن. ان کي پوري ميڪ اپ ۽ عمدي لباس سان نچندي ڳائيندي شراب پياري باهه ۾ اڇلايو ويندو آهي. راجه رام موهن راءِ جي تحريڪ ۽ برطانوي وائسراءِ لارڊ بينٽنگ هندوستان مان ستي ٿيڻ جي رسم ختم ڪئي. مگر ڪڏهن ڪڏهن اهڙا واقعا اڄ به ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

بيوهه کي ٻيو نڪاح ڪرڻ جي اجازت ڪونهي. ٻيا ماڻهو به ان سان شادي ڪرڻ جو حوصلو نه رکندا آهن، ڇوته ان جو مڙس مري ويو اها منحوس آهي.

عورتن تي ظلم، سڙڻ ۽ ساڙڻ جي واقعن، بيوهه جي نڪاح ڪرڻ تي سماجي پابندين جي خلاف هاڻي هندو عورتون پنهنجي مذهب سان بغاوت ڪري رهيون آهن. انهن پارتي پارليامينٽ کان هندو ڪوڊ بل منظور ڪرايو آهي. جنهن جي مطابق ڏاج گهرڻ ڏوهه آهي. مگر اهو سڀ ڪجهه انهن جي پنهنجي مذهبي تعليم جي خلاف ۽ اسلام جو اصول اڌارو وٺي ڪيو ويو آهي. هاڻي هندو عورت طلاق وٺي سگهي ٿي.

## سک مذهب ۾ شادي:

حضرت بابا نانڪ هندو هجڻ جي باوجود اسلام کان متاثر هو. ان گرنٿ صاحب کي قرآن شريف ۽ حديثن کان متاثر ٿي لکيو ۽ گهڻيون ڳالهيون قرآن شريف جي آيتن جو جيئن جو تيئن ترجمو آهن. ان شاديءَ وهانءِ ۾ سادگي جي پرچار ڪئي آهي پر تفصيل ڪونه ڏنا آهن. جيئن ته قوم هميشه کان هندن جي گهڻو ويجهو رهي آهي انهيءَ ڪري شادي ڪرڻ جو طريقو بلڪل اهو ئي آهي جيڪو هندو مذهب ۾ آهي. البت، ڏاج ۾ روڪ رقم ڏيڻ جو رواج ڪونهي. شروع ۾ شاديءَ جو اهو طريقو هو ته ٻئي ڌريون گوردواري ۾ گرنٿي جي سامهون ويهي رهندا هيا ۽ ايجاب ۽ قبول کان پوءِ اهو برڪت جي لاءِ گرنٿ صاحب جا ڪجهه اشلوڪ پڙهي انهن جي لاءِ خير جي دعا ڪندو هو. مگر هاڻي اهي به باقاعده سيج (منڊپ) سجائي باهه جي چوڌاري ست ڦيرا پائيندا آهن.

سک مذهب ۾ ٻي شادي ۽ طلاق تي ڪابه پابندي ڪونهي. پر عام طور تي انهن ۾ ايئن ڪرڻ جو رواج ڪونهي.

## پارسين جي شادي:

پارسي مذهب جي باني ابراهيم زرتشت جي باري ۾ اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته اهو حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين تي قائم هو. بلڪ محدثن اهو ثابت ڪيو يا ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته قرآن شريف ۾ جنهن ذوالقرنين جو ذڪر ملي ٿو اهو هي زرتشت آهي. ان ئي اُتر کان اچي ڦرلٽ ڪرڻ وارن کي روڪڻ لاءِ لوهه جي ڀت نهرائي هئي. توڙي جو مولانا حفظ الرحمان سيوهاردي جي خيال ۾ ذوالقرنين ڪوئي ٻيو آهي، پر پارسي مذهب تي اسلام جا غالب اثر هاڻي به موجود آهن.

شاديءَ جي لاءِ نه صرف ٻنهي جي پسند ضروري آهي بلڪ ڪنهن گڏيل دوست جي گهر ۾ انهن کي هڪ يا ٻن ملاقاتن ۾ گڏ ويهي هڪ ٻئي کي سمجهڻ جو موقعو ملندو آهي. لاهور جي هڪڙي عاليشان گهر

۾ هڪڙي نهايت معزز خاتون اهڙي قسم جي شروعاتي ملاقاتن جو انتظام ڪري رکيو هو. اها عورت انهن کي سمجهڻ جو موقعو فراهم ڪندي هئي. ان دوران انهن جي پنهنجي طرفان خاطر مدارت ڪندي هئي ۽ جيڪڏهن انهن جي وچ ۾ ڪنهن مسئلي تي رڪاوٽ پئجي ويندي هئي تہ ان کي سلجهائڻ ۾ پنهنجي ذاتي ڪوشش پوري خلوص سان شامل ڪري رشتو طي ڪرائي ونندي هئي.

رشتو طي ٿيڻ کان پوءِ مڱڻي جي مختصر تقريب ۾ ٻنهي طرفن جا ماڻهو شامل ٿي شادي جي تاريخ طي ڪندا آهن. شادي واري ڏينهن هڪڙي دعوت جو بندوبست ڪيو ويندو آهي جنهن جو خرچ ٻئي ڌريون گڏجي ادا ڪنديون آهن. اتي مذهبي اڳواڻ "دستور" انهن جو نڪاح پڙهندو آهي، جنهن ۾ مقدس آيتن جي تلاوت کان پوءِ انهن لاءِ خير ۽ برڪت جي دعا ڪئي ويندي آهي. پوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار مختصر وقت لاءِ آتش ڪده ۾ عبادت لاءِ ويندا آهن، مگر ان دوران دعوت جاري رهندي آهي. ٿوري دير کان پوءِ جوڙو ٻيهر اچي انهن ۾ شامل ٿي ويندو آهي ۽ مبارڪ وصول ڪري نئين زندگي شروع ڪندو آهي. مڙس کي ٻي شاديءَ جي اجازت ڪونهي، باقي طلاق ٿي سگهي ٿي. حيرت جي ڳالهہ آهي تہ لاهور جي پارسي برادريءَ ۾ ڪڏهن بہ طلاق ڪونهي ٿيڏي.

## عيسائي مذهب ۾ شادي ۽ رهبانيت:

مقدس ڪتاب ۾ شاديءَ جو ذڪر 21 جاين تي آيو آهي، جن مان 3 جايون انجيل مقدس ۾ آهن ۽ لفظ نڪاح جو صرف هڪڙو ڀيرو ذڪر ٿيل آهي. انهن سيني جاين تي شاديءَ جو ذڪر صرف دعوت ۽ جشن جي بيان ۾ ملي ٿو. جڏهن تہ شاديءَ جي ترڪيب يا تفصيل جو بيان ڪٿي بہ ڪونهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام پاڻ شادي ڪونہ ڪئي هئي ۽ ان جي زماني ۾ ڪنهن حواريءَ جي شادي بہ ڪونہ ٿي. انهيءَ ڪري حقيقت اها آهي تہ عيسائي مذهب ۾ نڪاح يا شادي جي ترڪيب جو ڪوبہ ذڪر ٿيل ڪونهي. بلڪ سچا عيسائي تہ حضرت مسيح جي سنت تي عمل ڪندي پوري عمر ڪنوارا رهي رهبانيت

اختيار ڪندا آهن. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي سوانح جي باب ۾ قرآن شريف رهبانيت جي مڪمل نفي ڪري ٿو
"وَجَعَلۡنَا فِىۡ قُلُوۡبِ الَّذِيۡنَ اتَّبَعُوۡهُ رَاۡفَةً وَّرَحۡمَةً وَّرَهۡبَانِيَّةَ ۨابۡتَدَعُوۡهَا مَا كَتَبۡنٰهَا عَلَيۡهِمۡ" (الحديد: 27) معنيٰ: ۽ جن ان جي پيروي ڪئي انهن جي دلين ۾ نرمي ۽ ٻاجهہ رکيسين، ۽ گوشہ نشيني (رهبانيت) انهن پاڻ اختيار ڪئي هئي اسان انهن تي مقرر نہ ڪئي هئي.

انجيل مقدس ۾ ڪنهن بہ جاءِ تي ترڪ دنيا ۽ گوشہ نشيني يا رهبانيت جو ڪوبہ ذڪر ڪونهي. بلڪ قرآن شريف جي ارشاد مطابق ان کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان بعد گهڻو پوءِ ماڻهن شروع ڪيو. چيو وڃي ٿو تہ ترڪ دنيا جو رواج سينٽ پال جي ايجاد آهي. اصولي طور تي سينٽ پال کي اهڙي ڪابہ ڳالهہ چوڻ جو حق حاصل نہ هو، جيڪا حضرت مسيح عليہ السلام پاڻ نہ چئي هجي. ترڪ دنيا ڪرڻ وارا راهب ۽ راهبائون گرجا گهرن سان گڏ هاسٽلن ۾ رهندا آهن. انهن کي دنياوي معاملن ۽ هار سينگار کان نفرت ڏياري ويندي آهي. عورتن جا مٿا ڪوڙيا ويندا آهن. اهي ماڻهو سالن تائين جسم کي صاف نہ ڪندا آهن. اهڙا راهب بہ گذريا آهن جن ويهن سالن تائين بہ غسل نہ ڪيو. انهن جي جسمن مان اٿڻ واري بدبوءِ کي ختم ڪرڻ جي لاءِ يوڊي ڪولون پرفيوم ايجاد ٿي آهي.

ترڪ دنيا ڪرڻ وارا راهب شادي نہ ڪندا آهن. جڏهن اهي شادي نہ ڪندا آهن تہ پوءِ انهن جي ذهني قدرتن جو ڪهڙو حال ٿيندو آهي، اسان ان تي بحث نٿا ڪريون. مگر جنسيت انسان جي بنيادي جبلتن مان آهي. برطانوي مفڪر ذات جي تحفظ جي خواهشن جي تڪميل کي شاديءَ جو نالو ڏين ٿا. جيڪڏهن ڪوئي شخص شادي نٿو ڪري تہ اهو ذات جي تحفظ جي اهميت ڇڏي ڏئي ٿو ۽ ان جي نتيجي ۾ ان جي ذهن، ڪردار ۽ عمل ۾ جيڪي تبديليون اچن ٿيون، اهي ان جي ذهن کي بيمار ۽ ڪردار کي هميشہ جي لاءِ داغدار ڪري ڇڏين ٿيون. تندرست رهڻ لاءِ شادي ضروري آهي.

اسلامي لڙاين جي دوران هڪڙي پر فضا مقام کان گذرندي اصحابن سڳورن جي هڪڙي جماعت اجازت گهري تہ اهي باقي زندگي

ان ئي جاءِ تي الله جي ياد ۾ گذارين ته حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم انهن کي منع ڪئي ته اسلام ترڪ دنيا نٿو سيکاري. اسان معاشري ۾ رهي ڀرپور زندگي گذارنداسين ۽ ماڻهن کي به سيکارينداسين ته خوشگوار سماجي زندگي ڪيئن گذاري ٿي سگهجي.

جيئن ته رهبانيت فطرت ۽ انسان جي حياتياتي تقاضائن جي خلاف آهي، انهيءَ ڪري اها تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ ڪامياب ناهي ٿي سگهي. بلڪ عيسائين ۾ به اهو رواج صرف رومين ڪيٿولڪ عقيدي جي ماڻهن تائين محدود آهي. ڪئناڊا جو بيمارين جو ماهر وليم بائيڊ پنهنجي ڪتاب الامراض ۾ لکي ٿو:

> "رات جو گرجا گهرن مان جيڪي دانهن ۽ ڪوڪن جا آواز ايندا آهن اهي مناجات يا دعا جي سلسلي ۾ نه بلڪ اهي انهن پادرين جون رڙيون هونديون آهن جيڪي جنسي بيمارين جي ڪري سنڌن ۾ سور ڪان بي حال هوندا آهن."

شاديءَ جي عام ترڪيب ۾ شادي ڪرڻ وارا گرجا ۾ منبر سان گڏ پادري جي سامهون بيهندا آهن. اهو مقدس ڪتاب جون ڪجهه آيتون برڪت جي لاءِ پڙهي انهن کان سوال ڪندو آهي

> "تون فلاڻو پٽ فلاڻي جو واعدو ڪرين ٿو ته تندرستي ۽ بيماري، غريبي ۽ اميري، خوشي ۽ غصي جي هرحالت ۾ هن عورت ..... کي پنهنجي زال قبول ڪرين ٿو؟"

جڏهن مرد ٿي پيرا اقرار ڪندو آهي ته ان قسم جو سوال ڇوڪريءَ کان ٿي پيرا ڪيو ويندو آهي. جنهن کان پوءِ پادري هي اعلان ڪندو آهي:

> "مان خدا ۽ ان جي فرزند ۽ روح القدس جي نالي تي توهان کي زال ۽ مڙس قرار ڏيان ٿو ۽ هاڻي توهان کي ان پاڪ ۽ مقدس رشتي کان صرف موت ئي جدا ڪري سگهي ٿو."

ان مرحلي تي مرد ۽ عورت هڪٻئي کي منڊي پارائيندا آهن. چرچ آف انگلنڊ جي رواج مطابق نڪاح پڙهڻ کان اڳ ۾ پادري ٿي پيرا

اعلان ڪندو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن کي انهن جي نڪاح تي اعتراض هجي تہ اهو هن وقت ٻڌائي ورنہ پوءِ خاموش رهي.

سڀني تهذيب يافتہ عيسائي ملڪن ۾ پادريءَ جو پڙهايل نڪاح ان وقت تائين مڪمل نہ هوندو آهي جيستائين ان کي رجسترار وٽ داخلا ڪرائي شاديءَ جو سرٽيفيڪيٽ حاصل نہ ڪيو وڃي. ماڻهو هاڻي ٻہ دفعا جنجهٽ ۾ پوڻ جي بجاءِ سڌو سنئون نڪاح لاءِ رجسترار وٽ ويندا آهن. ان معاملي ۾ بحري جهازن جا ڪپتان ۽ فوجن جا ڪمانڊر بہ نڪاح پڙهڻ جو اختيار رکن ٿا. اها صورتحال واضح ڪري ٿي تہ مسلمانن کان شاديءَ جو طريقو اڌار وٺي ان ۾ پنهنجي سمجهہ مطابق تبديليون ڪرڻ جي باوجود نڪاح جي لاءِ ديني اڳواڻ وٽ وڃڻ کان نٽائين ٿا.

عيسائي رواج جي مطابق گهٽيون زالون رکڻ ناجائز آهي. اهو نڪاح جيڪو مقدس منبر جي پاڇي هيٺ خداوند ۽ ان جي پٽ ۽ روح القدس جي نالي تي پڙهيو ويو، طلاق سان ٽُٽي نٿو سگهي. پر جيڪڏهن پوپ چاهي تہ زمين تي مسيح جو نائب هجڻ جي حيثيت ۾ ڪنهن کي طلاق ۽ ٻي شادي جي اجازت ڏئي سگهي ٿو. انگلستان جي بادشاهہ هينري اٺين جڏهن پنهنجي پهرين زال کي طلاق ڏيڻ يا ڪنهن ٻي عورت سان شادي ڪرڻ جي اجازت گهري تہ پوپ اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. تنهن ڪري ان پاپاءِ روم سان مذهبي رشتو ٽوڙي انگلستان جي آرچ بشپ آف ڪنٽربري کي مسيح جو نائب مقرر ڪري ڇڏيو جنهن ٻي شاديءَ جي اجازت ڏئي ڇڏي ۽ پوءِ اهو شاديون ڪندو رهيو.

انگلستان جي بادشاهہ ايڊورڊ ايٺن هڪڙي طلاق مليل عورت مسز والس سمپسن سان شادي ڪرڻ گهري تہ برطانوي پارليامينٽ جي طرف کان وزيراعظم اعتراض ڪيو تہ عيسائي مذهب ۾ جيئن تہ طلاق جي اجازت ڪونهي، انهيءَ ڪري اها عورت اڄ بہ مسٽر سمپسن جي زال آهي ۽ بادشاهہ ڪنهن ٻئي جي زال سان شرعي لحاظ کان شادي نٿو ڪري سگهي. جيئن تہ بادشاهہ پنهنجي لقبن جي حوالي سان دين جو

دفاع ڪندڙ به آهي، انهيءَ ڪري ان جو ڪوبه عمل مسيحي تعليمات جي خلاف نٿو ٿي سگهي. البت، بادشاهه چاهي ته ان عورت کي سنگتياڻي ڪري گهر ۾ رکي سگهي ٿو جنهن تي ڪنهن کي به اعتراض نه ٿيندو. اقتدار تي عشق غالب اچي ويو ۽ بادشاهه تخت ڇڏي ان طلاق مليل عورت سان شادي ڪئي. ان هڪڙي واقعي کان علاوه انگلستان ۽ آمريڪا ۾ اڌ کان گهڻيون شاديون طلاق جي نتيجي تي پهچن ٿيون. طلاق مليل مرد ۽ عورتون روزانو شاديون ڪن ٿا ۽ چرچ انهن جي خلاف ڪڏهن به آواز ڪونه اٿاريو آهي، بلڪ ڪنهن پادري به ڪنهن طلاق مليل مرد ۽ عورت جو نڪاح پڙهڻ کان انڪار ڪونه ڪيو آهي. جيڪڏهن طلاق جائز ڪونهي ته پوءِ ٻيو نڪاح مسيحي عقيدن مطابق حرام آهي. پر اهي به مجبور آهن ته انهن جي مذهب انهن کي مشڪل ۾ وجهي ڇڏيو آهي ۽ ماڻهو حلال ۽ حرام جي پوري مسئلي کان ئي منڪر ٿي ويا آهن.

## شاديءَ جو جديد انداز:

اسڪنڊي نيويا جي ملڪن کي جنسي آزادي يا ڇڙواڳيءَ ۾ وڏي شهرت حاصل آهي. اگهاڙين فلمن ۽ ٻار ڪيرائڻ تي هتي ڪابه پابندي ڪونهي.انهيءَ ڪري اهي ماڻهو خراب ڳالهين جا اڳُمُتي هوندا آهن.

سويڊن جي لکيل پڙهيل طبقي ۾ شاديءَ جو هڪڙو نئون قسم شروع ٿيو آهي. جنهن کي انهن جي اصطلاح ۾ " مئريج باءِ ڪنسائنس" (Marriage by Conscience) جو نالو ڏنو ويو آهي. ان شاديءَ جي ترڪيب هي آهي ته هڪڙو مرد ۽ عورت هڪٻئي کي پسند ڪرڻ کانپوءِ گڏ رهڻ جو فيصلو ڪندا آهن. ان فيصلي کان پوءِ نه ته اهي ڪنهن گرجا گهر ۾ ويندا آهن ۽ نه رجسٽرار جي دفتر ۾ انهن جي شاديءَ جي داخلا ٿيندي آهي. جن وٽ ذريعا آهن اهي پنهنجي ان "ضميري شادي" جو اخبار ۾ اعلان ڇپرائي ڇڏيندا آهن يا دوستن جي دعوت ڪندا آهن. ان قسم جي شاديءَ کي هاڻي قانوني تحفظ به حاصل ٿي ويو آهي. جيڪڏهن ڪوئي جوڙو لڳاتار ٻه سال تائين گڏ رهي ته

انهن جي شادي کي قانون ۾ تسليم ڪيو ويندو آهي. انهن جي اولاد کي قانوني طور تي وراثت جو حقدار قرار ڏنو ويندو آهي.

ٽينس جي هڪڙي عالمي رانديگر سان هڪڙي ڇوڪري گهڻي عرصي کان گڏ رهندي هئي. ان دوران ان کي عالمي شهرت ملي ته ماڻهو ان جي گهر ٻار جي باري ۾ معلومات ڇاپڻ لڳا ۽ معلوم ٿيو ته ان سان گڏ رهڻ واري ڇوڪري هاڻي اميد سان آهي. ماڻهن جي اصرار کان پوءِ انهن ٻار جي پيدائش کانپوءِ شادي ڪئي. يونان جي وزيراعظم جي عمر 65 سال کان مٿي آهي اهو 30 سالن جي عورت کي هميشه پاڻ سان گڏ رکندو آهي. حالانڪ ان جي چڱي ڀلي زال موجود آهي. جيئن ته يونان جي قديم ڪليسا جي رواج مطابق اهو ڀهرين زال کي طلاق نٿو ڏئي سگهي ۽ هڪڙي زال جي هوندي ٻي شادي به نٿو ڪري سگهي، انهيءَ ڪري اهو بنا شاديءَ جي هڪڙي عورت کي گڏ رکي ٿو ۽ اخبارن ۾ انهن جي تصويرن جي هيٺان "وزيراعظم يونان ۽ ان جي سنگتياڻي" لکيل هوندو آهي. اٽلي جو آمر مسوليني پنهنجي زال جي هوندي پتاڪي نالي هڪڙي ڇوڪريءَ کي گڏ رکندو هو. جڏهن ان کي موت جي سزا ڏني وئي ته ان ويچاري ڇوڪريءَ کي بس رڳو ان جي ويهاريل سنگتياڻي هجڻ جي ڏوهه ۾ گوليون هڻي ماريو ويو. يورپ کان پوءِ هاڻي آمريڪا ۾ باقاعده نڪاح کي پسنديدگيءَ جي نظر سان نٿو ڏنو وڃي. حالانڪ اهڙي زندگي عيسائي مذهب جي مطابق به ناجائز آهي.

باقاعده نڪاح ۾ ان جي داخلا جو سڀ کان وڏو فائدو عورت کي ٿيندو آهي. ڇوته شاديءَ جي ڪجهه عرصي کان پوءِ جسماني تبديلين ۽ ٻار ڄڻڻ جي نتيجي ۾ ان جي جسماني هيئت خراب ٿي ويندي آهي. جسماني هيئت جي خرابي، عمر جو وڌڻ ۽ ٻارن جي هجڻ ڪري ان کي بعد ۾ ڪو سٺو ماڻهو آساني سان ملي نه سگهندو. جيڪڏهن ان جو باقاعده نڪاح ڪرايل هوندو ته ان جي ٻارن جي ڪفالت ۽ ان جي پنهنجي سنڀال مڙس جون قانوني ذميواريون هونديون. اهو درست آهي ته سويڊن ۽ ڪجهه ٻين ملڪن ۾ گڏ رهڻ شادي سمجهيو ويندو آهي. پر پاڻ ۾ لکيل معاهدو يا نڪاح نامو نه هجڻ جي ڪري عدالت ۾

گهٽين ڳالهين جي ثبوت جو بار عورت تي هوندو آهي ۽ مڙس جي لاءِ فرار جي آسان ترين صورت تاريخ جي گڙٻڙ يا عذر پش ڪري سگهڻ هوندو آهي تہ اها منهنجي گهر ۾ ڪرائيدار هئي ۽ هيڏي هوڏي گهمندي رهندي هئي، انهيءَ ڪري ڪفالت جي ذميواري نٿو کڻي سگهان.

نڪاح نامو عورت جي پنهنجي مفاد ۾ آهي. مگر ان جي باوجود عورتون پنهنجي زندگي داءُ تي لڳائي رهيون آهن. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ مغربي معاشري ۾ طلاق جو مسئلو گهڻو مشڪل آهي. انهيءَ ڪري نڪاح کي باقاعده بڻائڻ کان پوءِ جيڪڏهن گڙٻڙ ٿي وڃي تہ عدالتي ڪارروائي جي خرچ سان گڏ وڪيلن جون فيون، جاسوسن جي خرچ کان پوءِ ڪردار ڪشي جي مصيبت کان بهتر آهي تہ نڪاح نہ ڪيو وڃي.

جيئن تہ نڪاح ۽ طلاق جا طريقا جديد معاشري جي تقاضائن مطابق نہ آهن، انهيءَ ڪري ماڻهو مذهب کان دل کڻي رهيا آهن. آمريڪا ۾ گهڻو ڪري نڪاح گرجا گهرن جي بدران عدالتن يا ٻين مذهبي ادارن ۾ پڙهيا ويندا آهن.

## اسلام ۾ شادي ۽ طلاق جو نظام:

عالمي مذهبن ۾ شاديءَ جي طور طريقي جي ذڪر سان اها ڳالهہ پڌري ٿي وئي تہ انهن مان ڪوبہ طريقو معاشري جي تقاضائن مطابق ڪونهي. انهيءَ ڪري ماڻهو شادي ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي مذهبي طريقن کان پڄڻ لڳا آهن. اسلام انساني زندگيءَ جي ڍنگ ۽ وقت جي ضرورتن جو اهڙو خيال رکيو آهي جو اهو هر دور ۽ هر ملڪ ۾ پورو لهي ٿو.

سڀني کان پهريون مسئلو پهرين مذهبن تي غلط عمل ڪرڻ وارن جي رهبانيت جي بدعت جو رد آهي. هندو مذهب جا برهمچاري، ٻڌمت جا ڀڪشو ساڌو ۽ عيسائي راهب جيئن تہ شادي نہ ڪندا آهن، انهيءَ ڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڀ کان اڳ ۾ نڪاح جي اهميت کي چٽو ڪيو.

سمرة رضہ جو بيان آهي: "ان النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم نهي عن التبتل و قرارقتادة: ولقد ارسلنا رسلا من قبلڪ،

وجعلنا لهم ازواجا و ذريتہ” يعني، نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم شادي نہ ڪري ڇڙو ڇانڊ رهڻ کان منع ڪئي.
ان روايت کي بيان ڪرڻ واري قتاده رضہ اضافو ڪيو تہ قرآن شريف ۾ بہ آيو آهي تہ اسان توکان اڳ ۾ بہ رسول موڪليا آهن، جن جون زالون بہ هيون ۽ اولاد بہ هئي.
هن روايت ۾ ان پنهنجي قابل قدر راءِ جو اظهار ڪندي قرآن شريف مان واڌارو حوالو بہ شامل ڪري ڇڏيو تہ جڏهن الله جا سڀ نبي شادي ڪندا هيا ۽ اولاد وارا هيا تہ توهان انهن جي سنت کان ڇو منهن موڙيو ٿا؟
حضرت انس بن مالڪ روايت ڪئي آهي تہ اصحابي سڳورا پاڻ ۾ گفتگو ڪري رهيا هيا. هڪڙي چيو تہ مان ڪڏهن بہ شادي نہ ڪندس. ٻئي چيو تہ هميشہ نماز پڙهندو رهندس ۽ ننڊ نہ ڪندس. ڪنهن چيو تہ مان پوري زندگي روزا رکندس.
رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جڏهن انهن ڳالهين جي خبر پئي تہ انهن فرمايو تہ ڇا ڳالهہ آهي جو ماڻهن ۾ اهڙي قسم جون ڳالهيون ٿي رهيون آهن. مان روزا بہ رکندو آهيان ۽ نہ بہ رکندو آهيان. نماز بہ پڙهندو آهيان ۽ ننڊ بہ ڪندو آهيان ۽ شاديون بہ ڪيون آهن. ياد رکو، جيڪو بہ منهنجي سنت کان منهن موڙيندو، اهو مون منجهان نہ آهي. (بخاري ۔ مسلم)
اصحابن سڳورن مان جن جي شادي نہ ٿيل هئي انهن کي زور ڪيو ويو تہ شادي ڪن. بلڪ ايترو فرمايو ويو تہ شادي کان بغير ايمان مڪمل ڪونهي.
حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اذا خطب احدڪم الي المراة فان استطاع ان ينظر منها الي مايدعوه الي نڪاحها فليفعل (ابودائود). يعني، جڏهن ڪير ڪنهن عورت کي نڪاح جو پيغام موڪلي تہ ان کي ڏسي وٺي جيڪو ان کي نڪاح لاءِ راضي ڪري.
ان کان علاوه حضرت ابوهريره رضہ جي هڪڙي روايت ۾ جيڪا ملسم ۽ نسائي ۾ آيل آهي، هڪڙو شخص انصاري عورت سان شادي

ڪري رهيو هو تہ ان کي مشورو ڏنو ويو تہ اهو اڳ ۾ ان کي ڏسي، ڇوتہ انصاري عورتن ۾ ڪو عيب هوندو آهي. ان ئي مضمون جي هڪڙي روايت حضرت مغيره کان ترمذي ۽ نسائي ۾ آيل آهي، جنهن ۾ هڪڙي شخص کي نصيحت ڪئي وئي تہ اهو نڪاح کان اڳ ۾ ڇوڪريءَ کي ڏسي، ڇوتہ ايئن ڪرڻ انهن جي وچ ۾ محبت جو سبب ٿيندو.

شاديءَ کان اڳ مرد ۽ عورت جو هڪٻئي کي ڏسڻ صرف انهن حالتن ۾ فائدي وارو ٿي سگهي ٿو جڏهن مخالف جنس سان ان جا تعلقات ۽ واقفيت جو ڪو سلسلو موجود نہ هجي. مغربي معاشري ۾ هر عورت کي سڃاڻڻ وارن مردن جو تعداد چڱو گهڻو هوندو آهي ۽ اهڙي طرح مردن جي ڄاڻ سڃاڻ بہ عورتن ۾ محدود ڪونہ هوندي آهي. عام حالتن ۾ انهن جي پسند گهڻي سني هوندي. ڇوتہ اهي پنهنجي مستقبل جي ساٿي جي طور طريقن، رهڻي ڪرڻي، ذهني رجحان کان واقف هوندا آهن. ان مطابق انهن جي لاءِ هڪ ٻئي سان نڀائڻ آسان هجڻ گهرجي پر حقيقي طور ايئن نٿو ٿئي. شاديءَ جي ٿورن ڏينهن کان پوءِ انهن کي هڪٻئي ۾ ناقابل قبول غلطيون نظر اچڻ لڳنديون آهن. ٻنهي لاءِ گذريل ملاقاتن جو ذڪر طعني جي شڪل اختيار ڪرڻ کان علاوه عدم توجهہ ۽ بيوفائي جا الزام پيدا ٿيڻ لڳندا آهن. ايئن 50 سيڪڙو شادين جو نتيجو طلاق جي صورت ۾ نڪرندو آهي. جن جي وري طلاق نہ ٿيندي آهي اهي هڪڙي ئي گهر ۾ رهندي اوپرن ماڻهن واري زندگي گذاريندا آهن. چڱيءَ طرح ڏسي وائسي، ملڻ جلڻ ۽ طبيعتن کي ڄاڻي ڪري پوءِ ڪيل شادين ۾ بہ ڪامياب ٿيڻ وارين شادين جو تعداد 25 سيڪڙو کان وڌيڪ نہ هوندو آهي.

پنهنجي ٿيڻ واري ساٿي کي ڏسڻ سني ڳالهہ آهي پر اهو ان صورت ۾ فائدي وارو ٿيندو جڏهن اهي هڪڙي اهڙي معاشري ۾ رهندا هجن جتي عورتن جا مردن سان تعلقات يا مردن جا غير عورتن سان تعلقا نہ هجن. اسلام جو طريقو ان صورت ۾ فائدي وارو آهي. جڏهن توهان اسلامي معاشري ۾ رهندي ڇونڊ ڪيو ۽ غير محرم مرد يا عورت ڪنهن جي زندگيءَ ۾ داخل نہ هجي.

نڪاح ۾ عورت جي رضامنديءَ کي اسلام ۾ ايتري اهميت حاصل آهي جو ان جو پيءُ به ان جي مرضي کان سواءِ نڪاح نٿو ڪرائي سگهي. نڪاح جي موقعي تي اهو ضروري آهي ته ڇوڪريءَ کان رضامندي معلوم ڪئي وڃي. ايئن نه ڪيو وڃي ته نڪاح نه ٿيندو. البت، ڇوڪرين جي روايتي شرم ۽ حيا کي نظر ۾ رکندي ارشاد نبوي آهي: ان جي خاموشيءَ کي رضامندي سمجهيو وڃي.

ان سلسلي جو عملي مظاهرو هيئن ٿيو:

رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جڏهن پنهنجين نياڻين مان ڪنهن جو نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪندا هيا ته پاڻ سڳورا پردي جي پٺيان ان نياڻيءَ سان مخاطب ٿي فرمائيندا هيا ته فلاڻو شخص توهان جي سنگ جي گهر ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن اها پردي کي لوڏيندي هئي ته پاڻ سڳورا نڪاح ڪونه ڪندا هيا. الواضحه ان ۾ اضافو ڪيو آهي ته جيڪڏهن اها آڱر سان ڪڙڪو ڪندي هئي ته به نڪاح نه ڪندا هيا. جيڪڏهن اها خاموش رهندي هئي ته نڪاح ڪندا هيا. (ليڪڪ عبدالرزاق)

ان حوالي سان جيڪڏهن عورت ڪنهن مرحلي تي اظهار ڪري ته نڪاح لاءِ ان جي رضامندي ڪونه هئي يا ان کان ڪونه پڇيو ويو هو ته نڪاح رد ٿي ويندو.

حضرت عبدالله بن بريده رضہ روايت ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ هڪڙي ڪنواري ڇوڪري آئي. ان چيو. يا رسول الله! منهنجي پيءُ منهنجو نڪاح پنهنجي ڀائٽي سان ڪيو آهي ۽ مون سان مشورو نه ڪيو آهي. ڇا مون کي پنهنجي معاملي ۾ ڪو اختيار آهي؟

رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: "هائو توکي اختيار آهي. ان ڇوڪريءَ چيو ته مان پنهنجي پيءُ جي ڳالهه کي رد نٿي ڪرڻ گهران. پر مان عورتن کي اهو ٻڌائڻ گهريو ٿي ته انهن کي پنهنجي باري ۾ اختيار آهي يا نه."

اهڙي قسم جي هڪڙي روايت يحيٰ بن ابن ڪثير نقل ڪئي آهي جنهن ۾ رضامندي معلوم ڪرڻ کان سواءِ هڪڙي ڪنواري ۽ هڪڙي بيوه جو ٿيل نڪاح، پاڻ سڳورن، رد ڪرايو.

## اسلام ۾ نڪاح جي تياري ۽ عمل:

حضرت محمد بن حاطب روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"فصل مابين الحلال والحرام الدف والصوت" (ترمذي ـ نسائي)

حلال ۽ حرام جي وچ ۾ فرق صرف آواز ۽ دف وڄائڻ آهي.

شادي جي موقعي تي دف وڄائڻ ۽ ڳائڻ اسلام جي بنيادي حڪمن مان آهن. ان زماني جي دف ۾ پردو هڪڙي طرف کان لڳل هوندو هو جنهن کي دف چوندا هيا. ان ڳالهہ کي حضرت عائشہ رضہ وڌيڪ وضاحت سان هيئن بيان ڪيو آهي.

"قال رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اعلنوا هاذا النڪاح و جعلوه في المساجد واضربوا عليہ بالدفوف". (ترمذي) يعني، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ نڪاح جو اعلان ڪيو مطلب ماڻهن ۾ ڳالهہ مشهور ڪيو نڪاح مسجد ۾ پڙهو ۽ ان موقعي تي دف وڄايو.

ان ارشاد گرامي ۾ هڪڙي دف جي بدران ان جي لاءِ جامع جو صيغو استعمال ڪيو ويو آهي يعني گهڻا دف وڄايا وڃن. عام مجمعي ۾ پڙهيل نڪاح جنهن سان گڏ دف بہ وڄايا وڃن سيني جي علم ۾ اچي ويندو. جڏهن ايترن گهڻن ماڻهن جي سامهون اقرر عمل ۾ ايندو تہ پوءِ ان کان انڪاري ٿي وڃڻ ۽ تعلق ٽوڙڻ آسان ڳالهہ ڪونہ هوندي.

نڪاح جي تقريب ۾ ڇوڪريءَ جي رضامندي معلوم ٿي وڃڻ کان پوءِ نڪاح پڙهڻ وارو نڪاح جو خطبو پڙهندو آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ جي ثنا ۽ حمد ۽ ان جي هيڪڙائي جي اقرار کان پوءِ قرآن شريف جون اهي آيتون پڙهي ٻڌائيبيون آهن جن ۾ مردن کي عورتن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ، سٺي ورتاء جي نصيحت کان پوءِ الله ۽ رسول جي پيروي جي فائدن مان فائدو حاصل ڪرڻ جي تلقين هوندي آهي. پوءِ گهوٽ کان

تي پيرا قبوليت جو اقرار وٺڻ کان پوءِ سڀئي موجود ماڻهو انهن جي خوشحالي ۽ خوشگوار زندگي لاءِ دعا ڪندا آهن. انهن شرعي ڳالهين کي پورو ڪرڻ کان پوءِ ڪتل، ڪارڪون، مٺائي وغيره ورهائي ويندي آهي.

اسلام ۾ شاديءَ جي ماني جو ڪو ذڪر ڪونهي. ڇوڪريءَ وارا پنهنجي نياڻيءَ جو نئون گهر شروع ڪرڻ جي موقعي تي جيڪڏهن ڪا ابتدائي امداد ڏيڻ گهرن ته اها جائز آهي. اهڙي موقعي تي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي نياڻي حضرت فاطمه سلام الله عليها کي جيڪو ڏاج ڏنو اهو هڪڙي مثالي سوکڙي آهي. ان ۾ هر شي گهر ۾ روزانو جي ضرورت واري هئي. جيئن جنڊ، گاديلو ڏول. ان کان علاوه گهوٽ لاءِ اهو ضروري آهي ته اهو ڪنوار کي ڪجهه نقد رقم يا سوکڙي ان موقعي تي ڏئي. حضرت علي عليه السلام وٽ جيئن ته روڪ رقم ڪونه هئي، انهيءَ ڪري انهن زرهه پنهنجي گهر واريءَ کي شاديءَ جي سوکڙي طور ڏني. حضرت عبدالرحمان بن عوف امير ماڻهو هو، ان ڪارڪ جي ککڙي جي وزن برابر سون ڏنو. هڪڙي ٻئي شخص جنهن وٽ دنياوي مال متاع مان ڪجهه ڪونه هو ان لاءِ ڪنوار کي مهر ۾ قرآن شريف جي تعليم ڏيڻ قرار پائي.

جيئن ته اسلام ۾ تعليم جي اهميت هميشه کان سون ۽ رقم کان به وڌيڪ اهم آهي. بدر واري لڙائي ۾ قيدين جي لاءِ فديو مقرر ڪيو ويو هو. پر جن وٽ سون يا رقم نه هجي ته ٻارن کي تعليم ڏين ته اهو به سون ۽ رقم ئي سمجهيو ويو.

نڪاح کان پوءِ سڀ کان اهم تقريب يا سنت وليمي جي دعوت آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم حضرت صفيه رضه جي وليمي ۾ ماڻهن کي پنير، گِهه ۽ ڪتل سان حلوو ناهي دعوت ڪئي، ان کي حلوه حيس چوندا آهن. حضرت زينب رضه جي وليمي ۾ ڪاڌو ڪارايو ويو. حضرت عبد الرحمان بن عوف کي هدايت ڪئي وئي ته اهو وليمو ضرور ڪري، چاهي هڪڙي ٻڪري جو گوشت پچرائي. مڪي جي فتح جي موقعي تي اتي آئنده لاءِ مقرر ڪيل گورنر ابن ابي اُسَيَد رضه جي وليمي جي دعوت ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم پاڻ

شريڪ ٿيا ۽ انهن جي خدمت ۾ ڪنوار پهريان ڪٽل جو پاڻي پيش ڪيو ۽ پوءِ ڪاڏو حاضر ڪيو ويو.

## عورت جا حق:

هر مرد جي لاءِ لازم آهي تہ اهو پنهنجي گهر واريءَ کي سٺو ڪارائي ۽ پياري. ان حوالي سان حضرت عائشہ رضہ وٽ ڪجهہ عورتن جي شڪايت جو ذڪر گهڻو دلچسپ آهي.

> عورتون پريشان ڇهري ۽ ڦاٽل پراڻي لباس ۾ آيون ۽ چيو تہ اسان جا مڙس هر وقت توهان جي مڙس وٽ حاضر رهندا آهن. انهن کي پنهنجن معاشي مسئلن ۽ نمازن کان ايتري فرصت ئي ڪونهي جو اسان ڏانهن ڌيان ڪري سگهن. انهن جي ان شڪايت جو جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌايو ويو تہ پاڻ سڳورن هڪڙي خصوصي خطبي ۾ ماڻهن کي انهن جي زالن جا حق ۽ انهن جي ذميوارين ڏانهن ڌيان ڇڪايو. جنهن جو اهو نتيجو نڪتو تہ اهي ئي عورتون ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ آيون تہ سٺي لباس کان علاوه انهن کي زيور بہ پاتل هيا. انهن حضرت عائشہ رضہ جو شڪريو ادا ڪيو ۽ ان خوشي ۾ ان جي هٿن ۾ چاندي جا ڪنگڻ پارايائون.

زالن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ جي باري ۾ پاڻ سڳورن طرفان تاڪيد جو اهو عالم هو جو انهن جي آخري وصيت بہ ان ئي موضوع تي هئي. حضرت عمر رضہ هڪڙو دفعو شڪايت ڪئي تہ اسان مڪي ۾ زالن کي ڏنڊي جي زور تي سڌو رڪندا هياسين. هاڻي هتي مديني ۾ توهان جي حڪمن کان پوءِ منهنجي زال کي ايتري جرئت ٿي وئي آهي جو اها مون کان مطالبا ڪرڻ لڳي آهي. ڪنهن بہ مرد کي بدڪاري کان علاوه ڪنهن بہ صورت ۾ عورت کي مارڻ ڪٽڻ جي اجازت ڪونهي. عورتون جڏهن بہ شڪايت ڪرڻ ايندڀون هيون تہ انهن ڏانهن پورو ڌيان ڏريو ويندو هو. بلڪ جديد نفسيات جي مطابق چئي ٿو سگهجي تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم نہ صرف صحيح معنيٰ ۾ شادي جي باري ۾ صلاحڪاري "ميريج ڪائونسلنگ"

(Marriage Councilling) ڪندا هيا، بلڪ ايندڙ نسلن لاءِ بہ هدايتون ڏيندا رهندا هيا، جن جي روشني ۾ خوشگوار گهريلو زندگي هڪڙي يقيني ڳالهہ ٿي ويندي هئي.

هڪڙي عورت شاديءَ جي لاءِ مختلف ماڻهن جي باري ۾ مشورو پڇيو تہ پاڻ سڳورن فرمايو: ابو جِهم تہ پنهنجي ڪلهي تان ڪاني هيٺ رکندو ئي ڪونهي ۽ معاويہ سُڃو ماڻهو آهي. انهيءَ ڪري تون اسامہ بن زيد رضہ سان شادي ڪر. (قضية الرسول جي حوالي سان).

اسلام دنيا جو اهو پهريون نظام حيات آهي جنهن عورت کي پنهنجي مرضي ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ ان کي مڙس جي ملڪيت ۾ باقاعده حصيدار بڻايو. مڙس جي مرڻ کان پوءِ اولاد واري عورت جو اٺون حصو پهريان ڪڍيو وڃي ۽ پوءِ باقي ملڪيت اولاد ۾ ورهائي وڃي. جڏهن تہ بنا اولاد واري عورت چوٿين حصي جي حقدار آهي.

## اسلام ۾ طلاق:

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ الله جن ڳالهين کي جائز قرار ڏنو آهي، انهن مان طلاق هڪڙو اهڙو ڪم آهي جنهن تي عمل سان الله خوش نہ ٿيندو آهي. جيڪو شخص زال ۽ مڙس جي وچ ۾ اڻبڻت پيدا ڪرڻ جو ڪو ڪردار ادا ڪري اهو لعنتي آهي. بلڪ ايئن بہ فرمايائون تہ انهن ٻنهي ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻ بہ جائز آهي.

زال ۽ مڙس جي فرضن، ذميوارين ۽ حقن جي تعين ڪرڻ کان پوءِ ۽ انهن کي ڇڙواڳي ۽ بدڪاري کان روڪڻ جي هدايتن کان پوءِ ان ڳالهہ جو گهٽو امڪان آهي تہ انهن جي وچ ۾ مستقل نوعيت جو ڪو جهڳڙو نہ ٿيندو. هر مسلمان تي اهو فرض آهي تہ اهو زال مڙس جي جهيڙي ۾ صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ ان جهڳڙي کي هوا ڏيڻ وارو دينِ محمدي مان خارج ٿي سگهي ٿو.

قرآن شريف طلاق جي لاءِ ڪجهہ شرط مقرر ڪيا آهن، جن مان اهم ترين شرط اهو آهي تہ مڙس طلاق ڏئي هڪڙو مهينو انتظار ڪري پوءِ ٻي طلاق ڏئي ۽ اهڙيءَ طرح وقفي کان پوءِ ٽين طلاق ڏئي. ان وقفي

جو مقصد اهو آهي تہ جيڪڏهن تڪڙي ڪاوڙ ۾ غلط فهمي جي ڪري ڪا ڳالهہ ٿي وئي هجي تہ ان تي ٿڌي دل سان غور ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي. البقره، النساء، الاحزاب، النور سورتن ۾ ان حوالي سان اهم نڪتا ذڪر ڪيل آهن، جن جو خلاصو هي آهي.

طلاق وقفن سان ڏني وڃي ۽ اهو وقفو ماهواري جي ڏينهن سان مقرر ڪيو وڃي. جيڪڏهن ماهواري نہ ايندي هجي تہ يعني زال اميد سان هجي تہ ان دوران طلاق نہ ٿيندي آهي. طلاق سان گڏ مهر ڏنو وڃي.

مڙس سڄن ڏينهن ۾ زال کي جيڪو ڪجهہ ڏنو هجي، اهو واپس وٺڻ جائز ڪونهي.

طلاق کان پوءِ عورت وڏيڪ ڪجهہ ڏينهن انتظار ڪري تہ جيئن ان کي اميدواري هجي تہ اها ظاهر ٿي وڃي.

طلاق مڪمل ٿيڻ کان پوءِ مڙس کي ان عورت سان شادي ڪرڻ جي صرف ان صورت ۾ اجازت آهي جڏهن طلاق کان پوءِ اها عورت ٻئي ڪنهن سان شادي ڪري ۽ ان شخص بہ پنهنجي مرضي سان ان کي طلاق ڏني هجي. ڪجهہ ماڻهو ان پابندي مان جان ڇڏائڻ جي لاءِ حلالو ڪندا آهن. عورت جي شادي ڪنهن شخص سان انهي شرط تي ڪرائي ويندي آهي تہ اهو ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ان کي طلاق ڏئي ڇڏيندو جيڪو الله جي حڪم سان ڌوڪو آهي ۽ ايئن ڪرڻ بلڪل جائز ڪونهي.

عورت جيڪڏهن گهري تہ اها پنهنجن حقن تان هٿ کڻي پاڻ طلاق جو مطالبو ڪري سگهي ٿي. ان جي لاءِ ڪنهن جواز جو هجڻ ضروري ڪونهي، ان طلاق کي خلع چئبو آهي.

قرآن شريف جا اهي اصول ڪن جاين تي وضاحت جا گهرجائو هيا يا انهن جي عمل ۾ اچڻ واري حالت کي مقرر ڪرڻ ضروري هو. جنهن جي لاءِ الله تعاليٰ علم نفسيات ۽ سماجي علم جي ماهر ۽ قانوندان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي مقرر ڪيو.

حضرت محمود بن بسيد رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اطلاع ڪيو ويو تہ هڪڙي شخص

پنهنجي زال کي ٽي طلاقون گڏ ڏنيون آهن. پاڻ سڳورا ڪاوڙ مان اٿيا ۽ پوءِ فرمايائون: اهو شخص الله جي ڪتاب جي مذاق اڏائي ٿو. وري اهو به تڏهن ٿي رهيو آهي جڏهن مان توهان ۾ موجود آهيان. ان مرحلي تي هڪڙو شخص اٿي بيٺو ۽ اجازت گهريائين ته ان شخص کي وجي قتل ڪري. (نسائي)

ان جي جواز ۾ ۽ طلاق جي ترڪيب ۾ عالمن سڳورن جي وچ ۾ هڪڙي عرصي کان ڪجهه اختلاف هيا. هڪڙي وقت ٽي طلاقون انساني ڪردار ۽ نفسيات جي بنيادي اصولن جي خلاف آهن. ڇوته ڪوئي به شخص غلط خبر، مغالطي، ڪنهن شرارت يا دشمني جي نتيجي ۾ مشتعل ٿي جلدبازي ۾ طلاق ڏئي سگهي ٿو. عين ممڪن آهي ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ان سبب جي اصليت ظاهر ٿي وڃي. جيڪڏهن هڪ ئي وقت ٽي طلاقون ڏنيون وڃن ته پوءِ ان سلسلي ۾ صلح جي گنجائش باقي نٿي رهي. اهو ممڪن آهي ته جنهن ڳالهه جي ڪري طلاق ڏني وئي اها ئي غلط هجي. شرعي صورتحال تي بحث ڪرڻ اسان جي اهليت کان ٻاهر آهي. پر پاڪستان ۾ مسلم فيملي لا آرڊيننس لاڳو ٿيڻ کان پوءِ صورتحال بلڪل تبديل ٿي وئي آهي. هاڻي طلاق ڏئي مڙس پنهنجي عمل جو لکت ذريعي يونين ڪائونسل کي اطلاع ڪري ٿو. اهي زال مڙس کي گهرائي طلاق جي سببن تي غور ڪندا آهن ۽ ڪوشش ڪندا آهن ته ان افسوسناڪ عمل جي نوبت نه اچي. نوي ڏينهن جي ان عرصي ۾ گهڻو ڪري صلح ٿي ويندو آهي.

هڪڙي واپاري پنهنجي زال کي طلاق ڏني ۽ معاملو ٽياڪڙ واري ڪائونسل ۾ به مهينا هلندو رهيو. ڌرين کي صلح ڪرڻ ۾ ڪابه دلچسپي ڪونه هئي، انهيءَ ڪري اهي حاضريءَ تي ڪونه ايندا هيا. هڪڙي ڏينهن چيئرمن کي احساس ٿيو ۽ ان ٻنهي جي گهرن تي وڃي مناسب ڪارروائي ڪئي ۽ آخري ڏينهن تي انهن ۾ صلح ٿي ويو. ان ڳالهه کي هاڻي ڏهه سال گذري ويا آهن. وڏيڪ ٻار به ڄاوا ۽ ان حادثي ٻنهي کي اڳتي لاءِ بردبار بڻائي ڇڏيو آهي.

سعودي عرب ۾ هر شخص جو شناختي ڪارڊ اسان جي ڊرائيونگ لائسنس جهڙو آهي. جنهن جا آخري صفحا نڪاح، طلاق ۽ خلع جي داخلا لاءِ مخصوص آهن. هر شخص جي ڪارڊ مان معلوم ٿي ويندو آهي ته ان ڪيترين شاديون ڪيون آهن ۽ طلاقون ڏنيون ۽ ان شخص لاءِ ڪنهن خاندان کي پنهنجي ماضي جي باري ۾ ڌوکو ڏيڻ جي گنجائش نٿي رهي.

زال ۽ مڙس جي تعلقات ۾ جيڪڏهن شڪ پيدا ٿيڻ لڳن ته انهن جو ازالو ڪرڻ مشڪل ڳالهه آهي.

عهدنبوي ۾ هڪڙي شخص پنهنجي زال تي بدڪاري جو الزام هنيو. ان وٽ شاهد ته ڪونه هو پر ڪيترائي دفعا قسم کنيو. ان جي زال به ڪيترائي دفعا جواب ۾ قسم کنيو ۽ ڪنهن به ڏوهه کان انڪار ڪيو. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ان به طرفي قسم کي طلاق قرار ڏئي انهن کي الڳ ڪرائي ڇڏيو.

اهو واقعو انساني تعلقات، ڪردار، بدگماني جي انتهائي صورت آهي. مڙس کي زال جي بدڪاري تي ايترو يقين هو جو اهو ان کي هڪڙي اهڙي عدالت ۾ وٺي ويو جتي ڏوهه ثابت ٿيڻ تي حدودالله جي مطابق ديڙا هڻڻ سان موت به اچي سگهيو ٿي. زال قسم کڻي ان ئي عدالت ۾ ڏوهه کان انڪار ڪيو جتي سچائي کي ڇاڻڻ جو بندوبست موجود هو. ان حوالي سان عدالت جو پنهنجو طرزِ عمل به ماڻهن سان تعلق جو شاندار مثال آهي. پاڻ سڳورن لاءِ اهو ممڪن هو ته اهي ڌرين تي پڌرو ڪري ڇڏين ها ته سندن سامهون ڪوڙا قسم کڻڻ واري تي هڪدم عذاب نازل ٿيندو يا الله سان پنهنجي تعلق جي بنياد تي حضور صلي الله عليه وآله وسلم چئي ٿي سگهيا ته انهن کي سچائي معلوم ٿي سگهي ٿي، انهيءَ ڪري ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي. مگر اهو سڀ ڪجهه پاڻ سڳورن کان بعد اچڻ وارين عدالتن جي وس جي ڳالهه نه هجي ها. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ان معاملي ۾ اهو ڪيو جيڪو هڪڙي عام عدالت لاءِ ممڪن هو. ڌرين جي وچ ۾ اٽبڻت ۽ بدگماني آخري حد تائين هئي. جيڪڏهن انهن ۾ صلح ڪرايو وڃي ها

تہ ذهن ۾ جيڪا ڳالھ هڪڙو ڀيرو گهر ڪري وئي هئي اها نہ نڪري ها ۽ اهڙيءَ طرح انهن جي آئنده زندگي جهيڙي ۽ فساد ۾ گذري ها. مسئلي جو بهترين حل اڄوڪن عملن جي روشنيءَ ۾ بہ اهوئي هو تہ اهي الڳ ٿي وڃن.

## شاديءَ جا مسئلا ۽ انهن جو حل:

شاديءَ جو لفظ خوشي جي مفهوم ۾ استعمال ٿيندو آهي. زال مڙس جي طبيعت ملي وڃي تہ گهر جنت بڻجي ويندو آهي ۽ ان جي ابتڙ جهنم جو منظر پيش ڪندو آهي. پهريان مسئلو اهو هوندو هو تہ ٻنهي جي سوچ مختلف آهي انهيءَ ڪري نڀاءُ نہ ٿي رهيو آهي. مگر هاڻي صورتحال اها آهي تہ ٻنهي کي بگاڙڻ وارن الڳ الڳ ذريعن جو تعداد گهڻو آهي. ماڻهو شادي ڪرڻ وقت عورت جي شخصيت جي بدران ان جي دولت جو معلوم ڪن ٿا.

سمرٿ ماهم جي هڪڙي ناول ۾ مرڪزي ڪردار هڪڙي عورت آهي. ان سان جيڪو بہ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ اها ان جي ڳچيءَ ۾ پئجي ويندي آهي. ان سان ملڻ وارو هر مرد عام طور تي ان جي حسن، اخلاق ۽ قابليت جي تعريف سان ڳالھ شروع ڪندو آهي. اها هڪدم ان کي چڙب ڏئي چوندي آهي تہ مون کي پنهنجي حُسن، حُسن اخلاق، لباس جي بهترين پسند ۽ خوش اخلاقي جي باري ۾ سڀ ڪجھ معلوم آهي، تون ڪهڙي نئين ڳالھ ڪندين.

هڪڙو شخص وڏي اطمينان سان چوندو آهي تہ مان توهان جي انهن شين کان متاثر ڪونہ آهيان. مون تہ اخبارن ۾ توهان جي مالي حالت جو جائزو پڙهيو آهي ۽ مان تہ سچي ڳالھ آهي تہ توهان جي اميري کان متاثر ٿي آيو آهيان.

اهو ڪو منفرد واقعو ڪونهي. ماڻهو ڪراڙين عورتن سان انهن جي وراثت جي دلڪشي جي ڪري شادي ڪندا آهن. بدڪاري جي ڳجهي زندگي گذارڻ سان گڏوگڏ امير زال جي موت جي جلدي ۾ آڻڻ جي ڪوششن ۾ مصروف رهي هڪڙي اهڙي زندگي گذاريندا آهن

جنهن کي شادي جو نالو ڏيڻ بہ مشڪل آهي. حال ۾ ئي آسٽريليا جي هڪڙي عورت کي جڏهن اهو معلوم ٿيو تہ ان جي مڙس پنهنجي دولت جي وصيت ڪنهن ٻئي جي حق ۾ ڪئي آهي تہ ان سزا جي طور تي ان مئل مڙس جو ڪنڌ ڪپي حنوط ڪرائي پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ سجائي ڇڏيو. هاڻي اها پاڻ عدالت کان سزا ملڻ جي انتظار ۾ آهي.

مسئلا ايترا وڏي ويا آهن جو شاديءَ جو جٽادار هجڻ يقين جي ڳالهہ ڪونهي رهي. سماجي ڀلائي جي ادارن ۽ يونيورسٽين طرفان انهن کي سلجهائڻ جا مرڪز ڪم ڪري رهيا آهن. ويانا يونيورسٽي ۾ شادي ۽ ان سان تعلق رکڻ وارن مسئلن جي مشاورتي مرڪز جي صوفي ليزرڊ مسئلن ۽ انهن جي حل تي هڪڙو ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. جنهن ۾ توڙي جو ان مسئلن جي نشاندهي سان گڏ انهن جا حل تجويز ڪيا آهن، پر ان جو نالو اهڙو واهيات رکيو آهي جو اهو نفسيات جو ڪو تحقيقي ڪتاب هجڻ جي بجاءِ فحاشيءَ جو مظهر معلوم ٿئي ٿو.

مرد ۽ عورتون پنهنجن پنهنجن حقن جا مطالبا ڪري رهيا آهن. مگر حقن سان گڏ فرض بہ لاڳو آهن. فرضن جي باري ۾ ڪوبہ اصول مقرر ڪونهي. مشرقي ملڪن ۾ معاشرتي ڪمن جي اهڙي ورهاست هئي جو مڙس ڪمائيندو ۽ تحفظ ڏيندو هو ۽ اهو ٻاهرين ڪمن ڪارين جو انچارج بہ هو. جڏهن تہ عورت گهر سنڀالڻ، ڪپڙا ڌوئڻ، ڪاڌو تيار ڪرڻ سان گڏ خانداني رابطا قائم رکندي هئي. سماجي ضرورتن ۽ مهانگائي جي ڪري هاڻي عورتون بہ نوڪري ڪري رهيون آهن. جڏهن زال ۽ مڙس صبح جو پنهنجي پنهنجي ڪم تي نڪري وڃن تہ انهن جي پٺيان گهر جي سنڀال، ٻارن جي نظرداري بلڪ تربيت ڪنهن جي بہ ذميواري ڪونہ رهي. سڄو ڏينهن ڪم ڪرڻ کان پوءِ موٽي اچڻ وارا گهڻي دير تائين ٿڪاوٽ جي ڪري ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ عملي دلچسپي وٺڻ جي قابل نہ هوندا آهن. انهن جا ٻار پنهنجي اخلاق ۽ ڪردار جي تعمير لاءِ ملازمن يا سارسنڀال لهڻ وارن ادارن جي حوالي هوندا آهن ۽ ان کان پوءِ وارو نسل جيڪڏهن ڇڙواڳ ۽ ڏوهہ ڪرڻ وارو ٿي وڃي يا پيءُ ماءُ جي عزت نہ ڪري تہ ان ۾ انهن جو ڪوبہ قصور

ڪونهي. ڇوته انهن کي نه ته ماءُ جي ممتا وارو پيار مليو ۽ نه ئي پيءُ جي شفقت حاصل رهي.

برطانيه جي ماڻهن کي گهڻو شوق آهي ته انهن جي شادي لنڊن جي ”ڪئڪسٽن هال“ (Caxton Hall) ۾ ٿئي. ان هال ۾ روزانو درجنين نڪاح ٿيندا آهن. برطانيه جي حڪومت پنهنجي ملڪ ۾ طلاقن جي ڀرمار کان تنگ اچي هڪڙي دفعي شادي ۽ طلاق جي معاملي تي هڪڙي ڪميشن قائم ڪئي ۽ اها ڪميشن برطانيه جي لارڊ چيف جسٽس لارڊ گوڊرڊ جي اڳواڻي ۾ پادرين، وڪيلن، ۽ نفسيات، عمرانيات ۽ سماجي ڀلائي جي ماهرن جي هڪڙي جماعت ڪيخسٽن هال ۾ ويهي ماڻهن جي وهانء جي مسئلن جو ڪيتري عرصي تائين جائزو وٺندي رهي. ان ڪميشن جڏهن ماڻهن کان تجويزون طلب ڪيون ته پاڪستاني ڊاڪٽر خالد غزنوي انهن کي مشورو ڏنو ته اهي ان پوري مسئلي کي اسلامي اصولن مطابق قبول ڪن. ڪميشن ڊاڪٽر غزنوي سان اسلامي اصولن جي نوعيت ۽ فائدن تي پورا به ڏينهن گفتگو ڪئي. انهن کي ٻڌايو ويو:

1. نڪاح مذهبي سرپرستيءَ ۾ ٿئي ته جيئن ڌرين کي احساس رهي ته اهي هڪڙي قانون ۽ ضابطي جي مطابق ان ٻنڌڻ ۾ آهن.
2. زال جا حق مقرر ڪيا وڃن.
3. مڙس جي انتظامي سربراهي مڃي وڃي.
4. گهرن ۾ غيرمردن ۽ عورتن جي گڏيل ڪچهري جو بندوبست ڪرڻ کي ڏوهه قرار ڏنو وڃي.
5. طلاق عدالتن ۾ ٿيڻ جي بجاءِ پاڻ ۾ گڏجي طي ڪئي وڃي. جيڪڏهن ان جي عمل ۾اچڻ کان پوءِ ڪا مشڪل پيدا ٿئي ته ان صورت ۾ خاص عدالتون اهو فرض انجام ڏين.

سعودي عرب ۾ اسلامي قانون جي روشني ۾ خانداني مسئلن کي حل ڪرڻ وارا قاضي الڳ ويهندا هيا. انهن جي عدالت ۾ ڪيس داخل ڪرائڻ لاءِ عورت کي ڪنهن وڪيل جي ضرورت ڪونه هئي. سادي

ڪاغذ تي درخواست ڏئي ڪابہ عورت قاضي وٽ پيش ٿي سگهي ٿي. عدالت جو پيشڪار درخواست وٺڻ سان مخالف ڌر کي فون ڪري يا پوليس جي معرفت ان ئي ڏينهن قاضي جي سامهون حاضر ڪندو هو. عدالت ۾نهي جون ڳالهيون ٻڌي عام حالتن ۾ ان ئي وقت فيصلو ڪري ڇڏيندي هئي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم شاديءَ جي ترڪيب، ان جي عمل، حقن ۽ فرضن جي حوالي سان هر ڳالهہ کي چٽي نموني مقرر ڪري شادي واري زندگيءَ کي سڪيو ۽ ڪامياب بڻائڻ جو جيڪو شاندار رستو ٻڌايو آهي، اهو رڳو صرف آسان ڪونهي بلڪ اڄوڪين حالتن ۾ بہ ايترو فائدي وارو ۽ اثرائتو آهي جيترو اهو پهريان هو. پاڻ سڳورن انساني نفسيات کي سامهون رکي ٻنهي ڌرين کي هڪڙي نظام ۾ اهڙيءَ طرح شامل ڪيو آهي جو ڪنهن جي لاءِ بہ شڪايت جي ڪا گنجائش نٿي رهي.

# منشيات جو مسئلو

انساني معاشري ۾ نشي وارين شين جو استعمال ذهني ۽ جسماني خرابين جو سبب رهيو آهي. قديم زماني کان ماڻهو صرف چسڪو وٺڻ لاءِ ۽ ان کان پوءِ عادت پوڻ ڪري نشي وارين شين جو استعمال ڪندا آيا آهن. هندوستان ۾ ايشيا ڪوچڪ کان اچڻ وارا آريا پاڻ سان گڏ "فرميٽيڊ لڪئڊ" (Fermeted Liquid) يعني "سوم رس" جو نسخو بہ کڻي آيا هيا. انهن جو رواج هو تہ ڏڻن، خوشيءَ جي موقعن ۽ غم غلط ڪرڻ جي لاءِ سوم رس پي ڪري دل وندرائيندا هيا. ڏوڏي ۽ آفيم بنيادي طور تي چين ۽ هندوستان ۾ پوکيا ويندا آهن. مندرن جا پروهت پاڻ ڏوڏي گهوٽي پيئندا هيا ۽ پنهنجن عقيدت مندن کي پياريندا هيا. جسم تي خاڪ ملي اگهاڙي بدن رهڻ وارا ساڌو گرمي ۾ ڀنگ پيئندا هيا ۽ سردي کان بچڻ لاءِ آفيم ۽ سينڪيو کائيندا هيا.

ڀين مذهن ۾ بہ نشي وارين شين کي ماڻهن عبادت ۾ داخل ڪري ڇڏيو. ايسائين جو انگور جي شراب ۾ خميري ماني پچائي عبادتگاهن ۾ اڄ بہ تبرڪ طور ڏني ويندي آهي ۽ مخلص عقيدتمند وڏي اعتقاد سان کائيندا آهن. ميڪسيڪو ۽ ڪولمبيا ۾ "ڪاڪٽس" (Cactus) جو وڻ ويران علائقن ۾ خودبخود پيدا ٿي ويندو آهي. ڏکڻ آمريڪا جي اڪثر علائقن ۾ ان جا ڪيترائي قسم موجود آهن. اتان جي ماڻهن کي احساس ڏياريو ويو تہ اهو هڪڙو مقدس ٻوٽو آهي. انهيءَ ڪري مقامي طور تي ان جو نالو "سئڪريڊ مشروم" (Sacred Mashroom) رکيو ويو. بلڪ ان کي "گاڊس فليش" (God's Flesh) بہ چيو ويندو آهي. ان جا ڪيميائي جزا اعصاب کي پرسڪون رکندا آهن. پر اها ڪيفيت الڪوهل جي مرڪبن کان مختلف آهي، ڇوتہ ان جي استعمال کان پوءِ انسان کي خيالي شيون نظر ايندڙون آهن ۽ اهو ڊڄڻ لڳندو آهي. خيالي پلاءُ پچائيندو آهي. استعمال ڪرڻ واري جي دل گهرندي آهي تہ ان

لذت مان وري وري مزو وٺي ۽ اها لذت حقيقت ۾ هڪڙي نفسياتي ڪيفيت آهي. جنهن کي “هاليڪيونيشنس” (Hallicunations) چوندا آهن. ان ڪيفيت جو وري وري پيدا ٿيڻ دماغي خرابي جو سبب ٿيندو آهي ۽ ان کي ڪجهه مدت تائين استعمال ڪرڻ وارا چريا ٿي ويندا آهن. ڪاڪٽس کي سنڌي ۾ ٿوهر ۽ عربي ۾ “الزقوم” چوندا آهن. آمريڪا ۾ ان جا ڪيميائي جوهر “ايل ايس ڊي” (LSD) جي نالي سان مشهور آهن. ان جا شوقين نشو ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ڪيفيت کي “مٿي هجڻ” يا “مٿانهين تي موجود هجڻ” جو نالو ڏين ٿا. اها ئي صورتحال ڪوڪين جي سلسلي ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڪولمبيا نڪاراگوا ۽ ٻين ڏکڻ آمريڪا جي رياستن کان علاوه هاٽي پارٽ ۾ به ڪوڪين جو ٻوٽو پوکيو وڃي ٿو.

سگمنڊ فرائيڊ اهو پهريون ماڻهو هو جنهن جديد طب ۾ ڪوڪين کي اکين جي آپريشن دوران سُن ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪيو. پر ان سان گڏ پنهنجي هڪڙي دوست کي اها اعصابن کي مضبوط ڪرڻ جي دوا طور ڏئي ان کي نشي جو عادي بڻائي ڇڏيو. سُن ڪرڻ جي لاءِ اها هڪڙي ڪم واري دوا هئي پر جسم جي اندر اها چڱائي ۽ برائي جو مرڪب آهي. هي اها منفرد دوا آهي جيڪا ذهن مان ٿڪاوٽ کي دور ڪري ٿي. خيالن جي سلسلي کي يڪجا ڪري ٿي ۽ دماغي ڪم ڪرڻ وارن جي لاءِ لاجواب تحفو آهي. برطانوي ناول نويس ڊاڪٽر آرٿرڪانن ڊائل پنهنجي مستقل ڪردار شرلاڪ هُومز کي مسئلن جي حل لاءِ ڪوڪين جو واس وٺي ڪامياب ٿيندي ڏيکاريو. جنهن سان ماڻهن کي ان جي وڻندڙ اثرن سان دلچسپي پيدا ٿي وئي. حالانڪ ڪانن ڊائل جيڪو ڪجهه لکيو ان ۾ خوش فهمي وڌيڪ هئي. پيرو جا ڪڙمي ڪمزوري ختم ڪرڻ جي لاءِ ان جا پن چٻاڙيندا آهن. جديد طب ۾ ويهين عيسوي صدي جي وچ تائين “ايڪسٽرئڪٽ ڪوڪا” (Extract Coca) کي اعصابن کي مضبوط ڪرڻ واري شي سمجهي استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي. ڪوڪين جي واس سان نڪ ۾ سوراخ ٿي ويندو آهي. ان کي کائڻ سان دماغي هيجان ۽

“هاليوسينيشن” (Hallucination) پيدا ٿيندا آهن. ان صورتحال کي نفسياتي ماهرن “مينٽل يوفوريا” (Mental Euphoria) قرار ڏنو آهي. مريض هوائي قلعا ناهڻ جو عادي ٿي عملي زندگيءَ مان نڪري ويندو آهي. پوءِ اهو ڪنهن ڪم جي قابل نہ رهندو آهي. جسماني ڪمزوري ۽ دماغي ڏيوالپڻي جي ڪري غذائي ڪمي ۽ جگر جي خرابين سان پاڳل ٿي مري ويندو آهي.

ڏوڏي، آفيم، ڀنگ، چرس ۽ انهن جي مرڪبن کان علاوه اڄ ڪلهہ آفيم مان حاصل ٿيندڙ ڪيميات مان مارفين مان هيروئين تيار ڪرڻ جو شوق وڌي ويو آهي. ان شوق کي وڌائڻ ۾ نشي وارين شين جي واپارين جي ڪاروباري صلاحيتن جو گهڻو دخل آهي. اهي شاهوڪار گهراڻن جي ڇوڪرن کي اسڪولن ۾ مفت ۾ پڙيون ڏئي عادي بڻائين ٿا. ان جو عادي ٿيڻ ۾ گهڻو عرصو نہ لڳندو آهي. “ڊپريشن” (Dippression) سان گڏ جسم جي بي وزن ڪيفيت ان کي تيزتر بڻائي ڇڏيندي آهي. نشي جي ضرورت کي پورو ڪرڻ لاءِ اهي چوريون ڪري ڌاڙا هڻي ۽ ٻيا ڏوهہ ڪري پنهنجي عادت پوري ڪندا آهن. نشي واريون شيون وڪڻڻ وارن کي ان ۾ نفعي سان دلچسپي آهي. مثال طور، پاڪستان ۾ چاليهہ هزار ڪلو ملڻ واري هيروئين پارت ۾ ٻہ لک روپيہ ڪلو ۽ آمريڪا ۾ ٻہ ڪروڙ روپيا ڪلو کان بہ وڌيڪ قيمت جي ٿي وڃي ٿي. ڏسڻ وائسڻ جهڙا معزز ماڻهو ان لعنت سان گڏ وابستہ لکن روپين جي لالچ کي ڇڏي نٿا سگهن. گهڻائي معتبر ماڻهو هيروئين جي سمگلنگ ۾ ذليل ٿي چڪا آهن. ڪن کي جيل مليو ۽ جيڪو ان کان بچي ويو تہ ذليل ۽ خوار ٿيڻ کان بچي ڪونہ سگهيو.

نشي واريون شيون مختلف صورتن ۾ تاريخ جي هر دور ۾ موجود رهيون آهن. ڪڏهن انهن جو استعمال غم غلط ڪرڻ لاءِ ٻڌايو ويو آهي ۽ ڪڏهن موڊ تبديل ڪرڻ لاءِ. ڪجهہ ماڻهن جو خيال آهي تہ معمولي مقدار ۾ شراب جو استعمال انسان ۾ اعتماد پيدا ڪري ٿو. جيئن مشاعري ۾ نظم پڙهڻ کان اڳ ۾ يا جلسي ۾ تقرير ڪرڻ وقت وهسڪي جو هڪڙو پيگ “فرائيٽ” (Fright) کي ختم ڪندو آهي. پاڪستاني

موسيقارن ۾ وڏن پروگرامن ۾ وڃڻ کان اڳ بلڪ ريڊيو تي پروگرام ڪرڻ وقت چرس پيئڻ جو رواج گهڻو آهي. جيڪڏهن نشي واري شي جي استعمال سان خود اعتمادي پيدا ٿئي ٿي يا هڪڙو پيرو اهڙو احساس ٿي وڃي ته پوءِ هر موقعي تي ضرورت پوندي پوندي ڳالهه روزانو استعمال ڪرڻ جي معمول تائين پهچي ويندي آهي. ٻين لفظن ۾ وهسڪي پيئڻ کان سواءِ تقرير ڪرڻ يا چرس واري سگريٽ کان سواءِ گانو ڳائڻ وارا ڪم نٿا ٿي سگهن.

يورپي قومن ۾ فوجين کي لڙائي دوران شراب ڏنو ويندو آهي. انهن جو خيال آهي ته اهو پيئڻ کان پوءِ اهي بزدل نه رهندا آهن يا ائين چئجي ته پيئڻ کان پوءِ انهن ۾ سوچڻ سمجهڻ جي طاقت نه رهندي آهي ۽ اهي چڱو مَنو سوچڻ کان سواءِ لڙائي ۾ ڪاهي پوندا آهن. اهائي ڪيفيت ڳوٺن ۾ هوندي آهي. زميندارن جا ڇاڙتا انهن کي نشو پياري اهڙن ماڻهن سان ويڙهائيندا آهن جن سان انهن جي پنهنجي ڪا دشمني نه هوندي آهي. يعني ته نشو ڪرڻ کان پوءِ انسان ۾ نيڪي بدي جي تميز باقي نٿي رهي.

يورپي ملڪن بلڪ ڏور مشرق ۾ هاڻي صورتحال اها آهي ته ڪوبه گهر اهڙو ڪونهي جتي شراب نه هجي. خاندان جو هر فرد شراب پيئي ٿو ۽ ايئن ڪرڻ فيشن ٿي ويو آهي. جيڪڏهن اهي ماڻهو دعوتن، تهوارن تي شراب نه پيئن ته انهن جي شخصيت مسخ ٿي وڃي ٿي. انساني ڪردار تي شراب جا اثر ڪنهن به شخص لاءِ نئين ڳالهه ڪونهي. پر ڊاڪٽر آيون بلوخ پنهنجي مشهور ڪتاب "اي لائيف آف آور ٽائيمس" (A life of our Times) ۾ اخلاق تي شراب جي منفي اثرن جي مشاهدن جو پورو باب شامل ڪيو آهي، جنهن ۾ ان هڪڙو دلچسپ واقعو بيان ڪيو آهي.

> جڏهن برلن ۾ ورلڊ ميڊيڪل ڪانگريس منعقد ٿي ته پوري دنيا مان طب جي علمن جا ماهر شامل ٿيا جن ۾ اڪثريت اڌڙوٽ عمر جي معززن جي هئي. جرمني جي سياحت دوران ميونخ جي ميونسپالٽي انهن جي رات جي ماني جي دعوت

ڪئي جنهن ۾ انهن علمي بزرگن پنهنجي پنهنجي وزن جي برابر مختلف قسم جا شراب واپرايا. گهڻو ڪري مفت مال دل بيرحم ڪري انهن مقدار ۾ برداشت جو اندازو لڳائڻ ضروري نہ سمجهيو.
اهي سيئي دعوت کان پوءِ ٻاهر نڪتا تہ شهر جي رنڊين ۽ انهن جي دلالن جي هٿ چڙهي ويا. حالانڪ انهن ۾ اڪثريت اهڙن شخصن جي هئي جيڪي عام حالتن ۾ اهڙي بيچڙائي کي پسند نہ ڪن ها. ٻئي ڏينهن صورتحال اها هئي تہ ڪنهن بہ ڊاڪٽر جي کيسي ۾ نہ پسئو هو ۽ نہ هٿ ۾ واچ. ڪجهہ اهڙا بہ هيا جن جا قيمتي ڪوٽ ۽ سئيٽر وغيره بہ لهي ويا ۽ اهي شهر جي مختلف پارڪن ۾ سردي کان سڪڙي مدهوش ڏٺا ويا.
آخرڪار جرمن حڪومت ۽ دوائون ٺاهيندڙ ادارن گڏجي انهن لاءِ واپسيءَ جو بندوبست ڪيو ۽ بين الاقوامي شهرت جا ايڏا ماهر ان اجلاس کان پوءِ ذليل ٿي پنهنجن گهرن ڏانهن موٽيا.
اهو حال هڪڙي اهڙي طبقي جو هو جن وٽ سمجهہ ۽ ڏاهپ ٻين کان وڌيڪ هجڻ گهربي هئي، مگر جڏهن اهي پاڻ نشي جي اثر هيٺ اچي ويا تہ نفعي نقصان جي احساس سان گڏ عقل ۽ هوش بہ ويندا رهيا.
هيروئن ۽"ايل ايس ڊي" (LSD) وڪڻڻ وارا پنهنجي مارڪيٽ پاڻ ٺاهيندا آهن. اهي نفسيات جي عملي شڪل کي سمجهندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن کي ڳوليندا آهن جيڪي ان عادت ۾ ڦاسي وڃن تہ اهي اڳتي لاءِ گراهڪ بڻجي ويندا. هيروئين جي هڪڙي شوقين کان جڏهن ان حوالي سان پڇيو ويو تہ ان ٻڌايو:
مان بجلي جي ڪم جو سنو ڪاريگر هيس گهر جا سڀ ڀاتي نماز روزن جا پابند آهن ۽ اسان جي گهر ۾ نشي واري شي تہ ڇا حقو ۽ سگريٽ کان نفرت آهي. هڪڙي ڏينهن هڪڙو دوست مون کي پنهنجي گهر وٺي ويو. اتي ان سگريٽ جي پاڪيٽ مان سفيد پني ڪڍي ان تي هڪڙو پائوڊر رکيو ۽ ان کي باهہ جو شعلو ڏيکاريو تہ دونهون نڪتو جنهن مان بوءِ اچي رهي هئي. بوتل پيئڻ واري نلڪي جي ذريعي مان ۽ اهو ان دونهين

ڪي سنگهي پنهنجي اندر چڪيندا رهياسين. ان ڪان پوءِ منهنجو جسم بلڪل هلڪو ٿي ويو. مون کي ذهني سڪون محسوس ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ ڏاڍي ننڊ اچي وئي. ٻئي ڏينهن مون ان شخص کي منٿ ڪئي تہ اهو ان دونهين جو وري واس وٺرائي. ان اها مهرباني وري بہ ڪئي. بہ ٽي دفعا پيئڻ کان پوءِ مون کي وري وري پيئڻ جي خواهش پيدا ٿيڻ لڳي. ان مرحلي تي منهنجو اهو محسن ڦِري ويو ۽ چيائين تہ شوق اٿئي تہ پنهنجي خريد ڪري پيءُ. اهڙيءَ طرح جيتري رقم جو ڪم ڪندو هيس ان رقم جي هيروئين جو گراهڪ ٿي ويس. پوءِ نشي جي ڪري ڪم ڪرڻ ممڪن نہ رهيو تہ ماڻهن کان اوڌر ورتي. پوءِ گهر جون شيون وڪڻڻ شروع ڪيم.
جيڪي ماڻهو منهنجي عزت ڪندا هيا، مون کي ذليل ڪرڻ لڳا. بازار وارن جو مون تي اعتبار ختم ٿي ويو. اڳواٽ پئسہ ڏيڻ کان سواءِ ڪا شي خريد ڪرڻ ممڪن نہ رهيو. پوءِ ماڻهن مون کي ڪم چوڻ ئي ڇڏي ڏنو. انهن کي ڊپ هو تہ جيڪا شي مون وٽ مرمت لاءِ ڏيندا اها مان کپائي ڇڏيندس. هن وقت تائين مان ان کي گهڻا ڀيرا ڇڏڻ جي ڪوشش ڪري چڪو آهيان. سوچيان ٿو تہ جيڪڏهن مون کي مسلسل ذليل ڪيو وڃي يا جسماني سزا جو ڊپ هجي تہ شايد اها عادت ڇڏائجي وڃي.

## نشي وارين شين سان علاج:

ويدڪ طب ۾ ڀنگ، چرس ۽ آفيم سان گڏ شراب کي مختلف بيمارين ۾ استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي. ان کان پوءِ ڏاتورو استعمال ٿيو ۽ انهن ئي طريقن سان جديد طب ۾ بہ شامل ٿي ويا. آفيم مان17 ڪيميائي جزا حاصل ڪرڻ کان پوءِ دوائون ٺاهيندڙن انهن کي سور ختم ڪرڻ، کنگهہ جي شدت کي گهٽ ڪرڻ ۽ ويم جي سورن ۾ استعمال ڪيو. هيروئين کي بہ شروع ۾ کنگهہ جي دوري کي روڪڻ جي لاءِ ڏنو ويو. مگر ان جو فائدو گهٽ ۽ نقصان وڌيڪ ٿيو. ويم جي سورن لاءِ آفيم جا مرڪب يا "پيٿيڊين" (Pethedien) سان سور ۾ گهٽتائي تہ ضرور ٿي پر ٻار ڄمڻ جو عمل ڍگهو ٿي ويو جنهن سان ڪڏهن ڪڏهن

ٻار فوت ٿي ويو ٿي. سگريٽن ۾ ڌاتورو شامل ڪري دم جي دوري کي ختم ڪرڻ وارا "اسٽرامونيم" (Stramonium) سگريٽ ساهه کي بند ڪرڻ جو سبب ٿي ويا.

قديم زماني کان ٿڌ کان بچڻ ۽ نمونيا جي علاج ۾ برانڊي ڏيڻ جو رواج هلندو پئي آيو. هر اسپتال ۾ برانڊي جي بوتل ضرور هوندي هئي. مرض جاچڻ جي تجربن ۽ علم ۾ اضافن کان پوءِ معلوم ٿيو ته برانڊي يا ڪنهن به شراب جي استعمال سان جسم جو پنهنجو دفاعي نظام ناڪاره ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح نمونيا جي مريض جي ڦڦڙ ۾ ڦٽ پئجي وڃڻ سان موت اچي سگهي ٿو.

روزانو شراب پيئڻ واري هڪڙي شرابي کي نمونيا ٿيو ته ان جي دوست ڊاڪٽرن پينسلين جون سيون هڻڻ جو پروگرام ٺاهيو. ان کي هڪڙي عطائي ڊاڪٽر برانڊي سان گڏ اسپرين جي ٽڪي ڏني. اسپرين جي ڪري بخار ختم ٿي ويو ۽ سيني جو سور گهٽ ٿي ويو. برانڊي سان ساهه جي تنگي کان فائدو ٿيو ۽ ان صحيح علاج کان انڪار ڪري ڇڏيو.

هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو بيڇڙي حالت ۾ ميو اسپتال جي اندر فوٽ پاٿ تي پيو هو ۽ اچڻ وڃڻ وارن کان داخلا ۾ مدد ڪرڻ لاءِ منٿون ڪري رهيو هو. وڏي ڪوشش کان پوءِ داخلا ملي. پينسلين جون سُيون هيون ويون ۽ هڪڙي ڊاڪٽر ڦڦڙن ۾ اوزار وجهي اڌ سير گند ۽ پونءِ ڪڍي. حالت بهتر ٿيڻ لڳس ته ان هڪڙي ڏينهن وري شراب پيتو. ٻئي ڦڦڙ ڳري وڃڻ جي ڪري موت اچي ويس.

هاڻي صورتحال اها آهي ته ڪنهن اسپتال ۾ ڪنهن به مريض کي برانڊي نه ڏني ويندي آهي. لنڊن جي هڪڙي اسپتال ۾ دل جي مريضن کي ڏينهن ۾ چار آئونس وهسڪي به ٻين دوائن سان گڏ ڏني ويندي هئي. اهو علاج بعد ۾ رت جي نالين کي سوڙهو ڪندو جگر کي خراب ڪندو ۽ اعصاب ۾ انحطاط پيدا ڪندو آهي, انهيءَ ڪري اهو ختم ٿي ويو آهي.

شراب جي باري ۾ جديد تحقيق مان معلوم ٿيو آهي ته اهو دماغ ۽ اعصاب جي لاءِ زهر قاتل آهي. پهريان خيال هو ته جيڪڏهن ڪاڏي کان

پوءِ ٿورڙي مقدار ۾ شراب پيتو وڃي تہ اهو دل جي شريانين لاءِ فائدي وارو آهي، ان مان جگر ۾ خرابي پيدا نہ ٿيندي آهي. مگر هاڻي چيو وڃي ٿو تہ ان جو بلڪل ٿورڙو مقدار بہ اعصاب کي بگاري ٿو ڇڏي. بلڪ اهي جزا جيڪي شراب جي اثر جي ڪري بگري وڃن ٿا اهي ٻيهر وري ڪڏهن بہ پيدا نٿا ٿين ۽ ائين شراب سان ٿيڻ وارا اهي نقصان هميشہ لاءِ باقي رهندا.

بيمارين جي علاج جي سلسلي ۾ ننڊ آڻڻ وارين دوائن کي هاڻي سڪون ڏيڻ واريون يا "ٽرانڪلائيزس" (Tranquilisers) جي نئين نالي سان ڏنو وڃي ٿو. گهٻراهٽ، اعصابي سور، دل جي ڌڙڪي ۽ دماغي بيمارين جو ڪوبہ نسخو ان جي بغير مڪمل نہ هوندو آهي. طب جي علم جا استاد توڙي جو ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ سڪون ڏيڻ واري دوا سان ڪنهن بہ بيماريءَ جو علاج نہ ٿيندو آهي، بلڪ حقيقت ۾ اها مريض کي دولاب ڏيڻ لاءِ ڏني وڃي ٿي ۽ ان کي نسخي ۾ لکڻ جو مطلب اهو آهي تہ ڊاڪٽر کي دوائن جي علم يا بيمارين جي علم جي مهارت ڪونهي. اهو مريض جي سوچڻ واري قوت، احساس ۽ شعور کي مڏو ڪري توقع ڪري رهيو آهي تہ اهو بيماري کي وساري ڇڏي، ٿيندو وري هي آهي تہ مريض جڏهن هڪڙي ڊاڪٽر کان مايوس ٿي ٻئي ڏانهن ويندو آهي تہ اهو وري ان کي پهرين ڇڏي سڪون ڏيارڻ واري ٻي دوا لکي ڏيندو آهي. ايئن مريض پنهنجي يادگيري ۽ ذهني آسودگي کان محروم ٿي هتان کان هُتي پٽڪندو رهندو آهي.

نام نهاد سڪون ۽ دوائن جي اجايي استعمال سان ماڻهو ان جا عادي ٿي ويا آهن. هاڻي ڪجهہ اهي آهن جن کي ڊايازيپام يا لورازيپام جي ٽِڪي کائڻ کان سواءِ ننڊ نہ ايندي آهي. معدي جي بيمارين ۾ اهي نشي واريون شيون آندرن کي سُن ڪري پيٽ جي گڙگڙاهٽ کي گهٽائيندڙيون آهن ۽ ايئن توڙي جو بيماري موجود رهندي آهي مگر مريض هڪڙي عرصي جي لاءِ مطمئن ٿي ويندو آهي. اهو مڪمل طور تي دولاب آهي، ڇوتہ بيماري پنهنجي جاءِ تي قائم رهي ۽ ان کي ٺيڪ هجڻ جو غلط احساس ڏياريو ويو.

سڪون ڏيارڻ وارين دوائن جي لڏي جي جرمني مان هڪڙي دوا "گليوٿيمائيڊ" (Gluthemide) تيار ٿي آمريڪا وئي. کائڻ وارن ٻڌايو ته ان کي رات جو کائو ته گهري ننڊ اچي وڃي ٿي ۽ صبح جو اٿڻ کان پوءِ ٿڪاوٽ محسوس نه ٿيندي آهي. طبيعت تازي تواني رهي ٿي. ان مشاهدي ۽ تعريفن ان دوا جي شهرت ۾ گهڻو اضافو ڪري ڇڏيو ۽ ماڻهو ڌڙا ڌڙ استعمال ڪرڻ لڳا. اميدواري هجڻ دوران انهن ٽڪين کي استعمال ڪرڻ کان پوءِ هڪڙي عورت کي معذور ٻار ڄائو. پوءِ هڪڙي ٻي ڄاءِ تان اهڙي ئي خبر آئي ته اهڙي ٻار جي پي معلوم ڪرڻ شروع ڪيو ته اهڙو حادثو صرف ان وٽ ٿيو آهي يا اميدواري دوران اها دوا کائڻ سان ٻين عورتن تي به ان جا خراب اثر ٿيا آهن. معلوم ٿيو ته جنهن به عورت اميدواري جي چوٿين مهيني کان پوءِ اها دوا کاڌي ته ان کي لولو لنگڙو ۽ معذور ٻار ڄائو.

بيلجم ۾ هڪڙي عورت کي اهڙو ٻار ڄائو جنهن کي نه ٻانهون هيون ۽ نه ٽنگون يعني صرف ڌڙ ري هو. اهڙو معذور ٻار ڏسي ماءُ جي دل ڏري وئي. ان پنهنجي نڻان جي معرفت هڪڙي نرس سان رابطو ڪيو جنهن هڪڙي ڊاڪٽر کي راضي ڪيو ته اهو ٻار کي زهر ڏئي. ڊاڪٽر ٻار کي زهر ڏئي ماري ڇڏيو. پر ضمير جي چهنڊڙي ڪري مجبور ٿي پوليس کي اطلاع ڪيو. عدالت ٻار جي ماءُ، پڦي، نرس ۽ ڊاڪٽر جي خلاف ڪيس هلايو ۽ مئجسٽريٽ ان کي آزاد ڪري ڇڏيو ڇوته هڪڙي اهڙي ٻار کي قتل ڪري، جيڪو صرف ڌڙري هو، انهن ڪوبه ڏوهه ڪونهي ڪيو.

آمريڪي رسالي "لائيف" سڪون واريون دوائون کائي ٻار پيدا ڪرڻ وارين عورتن جي حالت زار تي پنهنجو هڪڙو خاص نمبر شايع ڪيو جنهن ۾ پيپانڪ تصويرن جي مدد سان ڏيکاريل آهي ته جنهن به عورت اميدواري دوران اهڙي ڪا دوا کاڌي ته ان جو ٻار معذور ٿي سگهي ٿو. هاڻي ان حادثي کان پوءِ طب ۾ اهڙين معذور ڪرڻ وارين دوائن کي "ٽيٽروجينڪ" (Tetrogenic) چون ٿا ۽ فيصلو اهو ٿيو آهي ته اميد

سان جيڪي عورتون هجن انهن کي اهڙيون دوائون نہ ڏنيون وڃن. اهي شراب نہ پيئن ۽ جيڪڏهن آفيم کائيندڀون تہ ٻار دم گُهٽجڻ ڪري پيٽ ۾ اندر ئي مري ويندو.

نشي وارين شين جو هر قسم هاڻي علم العلاج مان انهيءَ ڪري خارج ٿي ويو آهي تہ اهي ڪنهن بيماريءَ جو علاج نہ آهن ۽ انهن کي دوا سڏڻ انساني صحت سان ظلم برابر آهي.

اسان وٽ سڀ کان مضبوط ۽ سچي ڳالهہ اها هوندي آهي جيڪا آمريڪا کان اچي، پر ان جي مقابلي ۾ تاريخ جي سڀ کان وڏي نفسياتي ماهر اسان جي آقا جي فيصلي کي غور سان ڏسو.

> حضرت طارق بن سويدالحضري نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو تہ اسان جي علائقي ۾ انگور گهڻا ٿيندا آهن. اسان انهن کي نپوڙي استعمال ڪندا آهيون. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ائين نہ ڪيو.
> اصحابي سڳوري وري عرض ڪيو تہ انگورن جي ان رس سان اسان بيمارين جو علاج ڪندا آهيون.
> حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: انه ليس بدواءٍ ولاڪنه داءٌ يعني، اها هرگز دوا ڪونهي بلڪ اها تہ بذاتِ خود هڪڙي بيماري آهي. (بخاري ـ مسلم ـ احمد)

ان حديث مبارڪ کي سامهون رکي جديد تحقيق ڏسو تہ شراب ۽ ٻين نشي وارين شين کي دوا سمجهڻ وارا پاڻ سمجهي ويا آهن تہ اهي غلطي تي هيا، بلڪ انهن حديث شريف جي مطابق علاج نہ ڪندي نيون بيماريون پيدا ڪري ورتيون.

## منشيات جا ذهني اثر:

هاڻي اها ڳالهہ پوري طرح سان طئي آهي تہ شراب پيئڻ سان معدي ۽ آنڊن ۾ سوڄ، جگر ۾ سوڄ ۽ عضون جي ڍرائپ، اعصابن ۾ سوڄ ۽ دماغ جا خليا تباهہ ٿي وڃن ٿا. ذهني طور تي ٿڪاوٽ، مايوسي ۽ ڪمزوري ٿئي ٿي. اهو شخص جيڪو ڄاڻي ٿو تہ شراب پيئڻ سان ان کي اهي نقصان ٿيندا ۽ اهو ان جي باوجود پيئي ٿو تہ ان جو اهو فعل

توڙي جو نفسيات ۾ "ڊيپسومانيا" (Dypsomaia) چورائجي ٿو. پر اسان ان ڪي پنهنجي جان کي ايذاء ڏيڻ يا تباهه ڪرڻ جي ڪوشش يعني "سيلف ڊيسٽرڪٽو ٽينڊنسيز" (Self Destructive Tendencies) چونداسين. نشي ڪرڻ جي خواهش جو جيڪو هڪڙو جواز غالب ٻڌايو آهي:

مي سي غرض نشاط ڪس روسياه ڪوهي
مجهي تو اڪ ڪونه بيخودي دن رات چاهيي

جيڪڏهن ان کي درست مڃجي ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته اهو شخص ماڻهن جي سامهون اچڻ جو حوصلو نٿو رکي. اهو ان ڪبوتر وانگر رهڻ گهري ٿو جيڪو ٻليءَ کي ڏسي اکيون بند ڪري ڇڏيندو آهي. نشي ۾ هوش حواس وڃائڻ سان مسئلا منجهي ضرور سگهن ٿا باقي حل ڪونه ٿي سگهندا آهن. نشو ڪرڻ فرار جي هڪڙي صورت آهي. نشو ڪرڻ وارن جي اڪثريت احساس ڪمتريءَ جو شڪار هوندي آهي. ڪجهه ماڻهن جي سامهون اچڻ کان لوائيندا آهن ۽ اهي هر پيري هڪڙي چُڪي پي اها توقع ڪندا آهن ته شراب جو هڪڙو گلاس يا چرس وارو سگريٽ انهن ۾ اعتماد پيدا ڪري ٿو. ملڪ ورهائجڻ کان اڳ ۾ رواج هو ته اڪثر شاعر مشاعرن ۾ ان وقت تائين پنهنجو ڪلام ڪونه ٻڌائيندا هيا جيستائين انهن کي اعتماد لاءِ شراب نه ملي ۽ ان جي نتيجي ۾ هڪڙي مشهور استاد کي پنجاب يونيورسٽي جي مشاعري مان گهٽي خرابي کان پوءِ ڪڍيو ويو. هڪڙي مشهور شاعر اسٽيج تي بيهي ماڻهن ڏي منهن ڪري پيشاب ڪرڻ شروع ڪيو. ٻين لفظن ۾ اهو طريقو اعتماد پيدا ڪرڻ جي بدران ذليل ڪرائڻ جي لاءِ وڌي فائدي وارو آهي.

پنگ ۽ شراب ڳوٺن ۾ جهيڙا ڪرائڻ لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن. نشي جي حالت ۾ بري ڀلي جي تميز باقي نه رهندي آهي. انساني ذهن جو اهو حصو جيڪو ڪجهه ڪمن کي ڪرڻ کان روڪيندو آهي، نشي جي حالت ۾ مفلوج ٿي ويندو آهي. جڏهن دماغ جو محتسب بيڪار ٿي وڃي ته ان کان ڪوبه ڪم وڃي سگهجي ٿو. يا اهو پاڻ به

قانوني ۽ اخلاقي حدن کي اورانگهي هر قسم جي بيوقوفين جو مرتڪب ٿي ويندو آهي. جيئن بازاري عورتون پنهنجن گراهڪن کي نشي وارين شين تي ان لاءِ آماده ڪنديون آهن بلڪ پاڻ ڏينديون آهن ته انهن کان گهڻي کان گهڻي رقم وصول ڪري سگهجي. گراهڪن جا کيسا خالي ڪرڻ لاءِ جوا گهرن ۾ به نشي وارين شين جو استعمال وڏي اهميت رکي ٿو. ڇوته نشي جي حالت ۾ جواري جي لاءِ پنهنجي کيسي جو خيال رکڻ يا پنهنجي رقم کي خيال ۾ رکڻ ممڪن نه رهندو آهي. انهيءَ ڪري اهو زندگيءَ جي آخري پونجي به داءُ تي لڳائڻ کان نه هٽندو آهي. انجام کان لاپرواهه ڪرڻ نشي جو اهم ترين ڪم آهي. دوستن يا ملازمن کي شراب پياري چالاڪ ماڻهو پنهنجي دشمن سان ويڙهائيندا آهن. ڳوناڻن علائقن ۾ ٿيڻ وارا اڪثر قتل يا فصلن کي ساڙڻ يا اغوا يا ڌاڙن جون وارداتون عام طور تي ملزمن طرفان پنهنجي ذاتي دشمني جي نتيجي ۾ ٿيڻ جي بجاءِ ٻين جو آله ڪار ٿيڻ ڪري ٿينديون آهن ۽ اهي انهن جي ڏوهي رجحان کي شراب جي ٽيڪر ڏيندا آهن.

نشي وارين شين مان پيدا ٿيڻ واريون ذهني خرابيون اڄ جون لڌل ڪونه آهن بلڪ انهن کي نفسيات جي باني اسان جي آقا نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي ارشاد ذريعي کولي ٻڌايو جنهن کي حضرت ابو درداء رضه بيان ڪيو آهي ته

> “اوصاني خليلي صلي الله عليه وآله وسلم لاتشرب الخمر فانها مفتاح ڪل شر.” (ابن ماجه) يعني، مون کي منهنجي خليل صلي الله عليه وآله وسلم وصيت فرمائي ته مان نشي وارين شين کي استعمال نه ڪيان، ڇو ته نشو هر برائي جي ڪنجي آهي.

نشي جا عادي سُست، گدلا، بي حس، لاپرواهه ٿي ويندا آهن. ڀنگ ۽ آفيم جا مرڪب ڪائڻ وارا جهوٽا کائيندا رهندا آهن. بک ختم ٿي ويندي آهي، ڪنهن به ڪم ڪرڻ تي دل نه لڳندي آهي، جيڪڏهن نشو ٿيل هوندو اٿن ته اهي خُمار ۾ هليا ويندا آهن ۽ جيڪڏهن نه ڪيو هجي ته هٿ پير ٺُنڻ لڳندا آهن. گهمڻ ڦرڻ ۾ ٿيڙ کائيندا رهندا آهن، اکيون ڦاٽي وينديون اٿن، ڳالهائڻ ۾ بيزاري، ماڻهن کان نفرت، اڪيلائي

ٻرهڻ انهيءَ ڪري پسند ڪندا آهن جو ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ نه وڻندو اٿن. ٿورڙن ڏينهن ۾ يادگيري ختم ٿي ويندي اٿن ۽ هڪڙو چڱو ڀلو ماڻهو بيوقوف ٿي ويندو آهي.

ڪوڪين جو نشو سيني کان مهانگو ۽ ٻن نمونن سان استعمال ٿيندو آهي. يورپ ۾ ماڻهو ان جو واس وٺندا آهن ۽ مشرقي ملڪن ۾ ان کي پان ۾ رکي کاڌو ويندو آهي. ڇوته اها وات ۾ موجود ڳِگ سان جلد جذب ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري وات يا نڪ ذريعي رت سان ملي اعصاب تي اثر انداز ٿي ويندي آهي. شروعات ۾ بدن مان ٿڪاوٽ گم ٿي ويندي آهي، پوءِ دماغ ۾ خيالن جو سلسلو گهڻو سنو لڳندو آهي. دماغ جي ڪم ڪرڻ جي سگهه ڀهريان کان وڌي ويندي آهي ۽ وسريل ڳالهيون به ياد اچي ويندیون آهن. ڇوته اها بنيادي طور تي ”سيريبرل اسٽيمولنٽ“ (Cereberel Stimulant) آهي. انهيءَ ڪري اثر ختم ٿيڻ کان پوءِ دماغ ۾ ٿڪاوٽ جو هجڻ هڪڙو لازمي نتيجو آهي. ڏيئي جي وٽ ڪجهه مٿي ڪرڻ سان روشني ضرور وڌي ويندي آهي مگر شعلو جلد ختم ٿي ويندو آهي ۽ تيل به تيزيءَ سان ختم ٿي ويندو آهي. نفسيات جو بنيادي اصول اهو آهي ته دماغ ۽ عضون ۾ تحريڪ کان پوءِ ڪمزوري قدرتي ڳالهه آهي. گهڻا ڏينهن استعمال ڪرڻ کان پوءِ بک ختم ٿي ويندي آهي. جسم تي ايئن لڳندو آهي جڻ ڪيوليون گهمي رهيون آهن. نڪ ۾ رت جو دورو بند ٿيڻ ڪري سوراخ ٿي پوندو آهي. مريض هر وقت هوائي قلعا ٺاهيندو رهندو آهي ۽ خيالن ۾ اهو سڀ ڪجهه ڪندو آهي جيڪو اصل زندگي ۾ نه ان ڪڏهن ڪيو هوندو آهي نه اهو ان کي ڪرڻ جي قابل هوندو آهي. نفسيات ۾ هن ڪيفيت کي ”مينٽل يوفوريا“ (Mental Euphoria) چئبو آهي.

ڪوڪين کان پوءِ ذڪرڻ آمريڪا جي باغن جو ٻيو تحفو ”ايل ايس ڊي“ (LSD) به تقريبن انهن براين جو سرچشمو آهي. ان جي کائڻ سان دل ۾ خوف کان علاوه اهڙيون ڳالهيون احساس ۾ ايندیون آهن جن جو ڪو وجود نه هوندو آهي.

ٿوهر مان حاصل ٿيڻ وارن ڪيميائي عنصرن جو تعداد 12 تائين پهچي ويو آهي. انهن مان هرهڪ ٻئي کان وڌيڪ خطرناڪ آهي.

انهيءَ ڪري نفسيات ۾ ان کي “هيلوسينوجينس” (Hallucinogens) جو نالو ڏنو ويو آهي.

ٿوهر جي انهن مرڪبن کي وجود ۾ آئي 30 سالن کان وڌيڪ عرصو نہ گذريو آهي پر قرآن شريف صديون اڳ ٿن مختلف جاين تي ان جو ذڪر ڪندي ان کي بدترين شي قرار ڏنو آهي.

“اِنَّ شَجَرَتَ الزَّقُّوْمِ ﴿٤٣﴾ طَعَامُ الْاَثِيْمِ ﴿٤٤﴾ كَالْمُهْلِ يَغْلِيْ فِي الْبُطُوْنِ ﴿٤٥﴾ كَغَلْيِ الْحَمِيْمِ﴿٤٦﴾” (دخان) معنيٰ: بيشڪ ٿوهر جو وڻ ﴿٤٣﴾ گنگهارن جو کاڌو آهي ﴿٤٤﴾ پيٽن ۾ پگهريل ٽامي وانگر ٽهڪندو ﴿٤٥﴾ ٽهڪندڙ پاڻيءَ جي جوش وانگر ﴿٤٦﴾

دوزخين جي خوراڪ ۽ پيئڻ جي حوالي سان ارشاد ٿيو:

“لَاٰكِلُوْنَ مِنْ شَجَرٍ مِّنْ زَقُّوْمٍ﴿٥٢﴾ فَمٰلِـُٔوْنَ مِنْهَا الْبُطُوْنَ﴿٥٣﴾ فَشٰرِبُوْنَ عَلَيْهِ مِنَ الْحَمِيْمِ﴿٥٤﴾” (الواقعہ) معنيٰ: ٿوهر جي وڻ مان ضرور کائيندو ﴿٥٢﴾ پوءِ ان سان پيٽ ڀريندو ﴿٥٣﴾ پوءِ ان مٿان ٽهڪندڙ پاڻي پيئندو ﴿٥٤﴾

“اِنَّا جَعَلْنٰهَا فِتْنَةً لِّلظّٰلِمِيْنَ﴿٦٣﴾ اِنَّهَا شَجَرَةٌ تَخْرُجُ فِيْٓ اَصْلِ الْجَحِيْمِ﴿٦٤﴾ طَلْعُهَا كَاَنَّهٗ رُءُوْسُ الشَّيٰطِيْنِ﴿٦٥﴾ فَاِنَّهُمْ لَاٰكِلُوْنَ مِنْهَا فَمٰلِـُٔوْنَ مِنْهَا الْبُطُوْنَ﴿٦٦﴾ ثُمَّ اِنَّ لَهُمْ عَلَيْهَا لَشَوْبًا مِّنْ حَمِيْمٍ﴿٦٧﴾ ثُمَّ اِنَّ مَرْجِعَهُمْ لَاِلَى الْجَحِيْمِ﴿٦٨﴾ اِنَّهُمْ اَلْفَوْا اٰبَآءَهُمْ ضَآلِّيْنَ﴿٦٩﴾” (صافات ) معنيٰ: بيشڪ اسان ان وڻ کي ظالمن جي لاءِ عذاب ڪيو آهي ﴿٦٣﴾ بيشڪ اهو هڪ وڻ آهي جيڪو دوزخ جي تري ۾ پيدا ٿيندو آهي ﴿٦٤﴾ ان جون ٽاريون جهڙو شيطانن جون منڍيون آهن ﴿٦٥﴾ پوءِ دوزخي ان مان کائيندا ۽ انهيءَ مان پيٽ ڀريندا ﴿٦٦﴾ پوءِ وري انهن جي پيئڻ لاءِ ٽهڪندڙ پاڻي هوندو ﴿٦٧﴾ پوءِ يقينن سندن موٽڻ ڀڙڪندڙ باهہ ڏانهن هوندو ﴿٦٨﴾ بيشڪ انهن پنهنجن ابن ڏاڏن کي گمراهہ ڏٺو ﴿٦٩﴾

ٿوهر جا مرڪب آمريڪي نشائين ۾ مقبول ٿي مسئلو بڻجي چڪا آهن. تجربن ۽ مشاهدن مان ثابت ٿي ويو آهي تہ قرآن شريف ان جي نشان دهي ڪئي تہ اها گناهگارن جي خوراڪ آهي يا ان جي کائڻ سان انهن کي جيڪا تڪليف ٿيندي اها هڪڙي قسم جي انهن لاءِ سزا هوندي.

نشائين جي ذهني ڪيفيت ماهرين جي لاءِ مخمصي جو سبب بڻجي وئي آهي. برطانوي ماهر ان کي آهستي آهستي گهٽائڻ پسند ڪن ٿا. جڏهن ته آمريڪي ڊاڪٽر اصل دوا کي پهرين ڏينهن ئي بند ڪري ٿا ڇڏين ۽ ان جي جاءِ تي ٻي ڪا ننڍ آڻڻ واري شي ڏين ٿا. ڳالهه اها ئي ٿي جيڪا فرائيڊ "ٽرانسفيرنس" (Transfernce) جي صورت ۾ تجويز ڪئي آهي يعني، مريض کان هيروئن ڇڏائڻ جي لاءِ ڊايازيپام يا لارگاڪٽل جو عادي بڻايو وڃي. هاڻي مريض هڪڙي نشي واري دوا کان ٻي ڏانهن ٿو وڃي ته نشي واري ڪيفيت ته هر حال ۾ باقي رهي ٿي. اهو جيڪڏهن آفيم ڇڏي ٿو ته ٻي ڪنهن ۾ ڦاسي وڃي ٿو ۽ اهو ئي سبب آهي ته جيترن مريضن به علاج ڪرايو انهن مان گهڻا يا ته وري عادي ٿي ويا يا اهي هڪڙي مصيبت مان نڪري ٻي ۾ وڃي ڦاسندا آهن.

نشو ڇڏائڻ وارن اڪثر علاج گهرن ۾ اعصابي يا دماغي مرضن جا ڊاڪٽر دوائن سان علاج ڪندا آهن. جڏهن ته اهو هڪڙي منجهيل ذهني رجحان جو ردعمل هوندو آهي جتي نفسياتي ماهرن جي شرڪت کان بغير ڪوبه عمل فائدي وارو نٿو ٿئي. اڄ تائين ڪيل مشاهدن مان واضح ٿيو آهي ته ان هڪڙي علاج جي باوجود ٺيڪ ٿيڻ وارن جو تعداد گهڻو گهٽ آهي. ان جو سبب اهو آهي ته علاج جي مغربي طريقي ۾ مريض تي زور ڏنو ويندو آهي ته اهو هيروئين ڇڏي ڏئي يا ڪوڪين نه کائي، ڇوته اهي ان جي لاءِ نقصان وارا آهن. هاڻي مريض جڏهن وقتي طور تي تندرست ٿي نڪرندو آهي ته اهو هر محلي ۾ شراب خانا، هر محفل ۾ شراب، تفريح ۽ دعوت جي شروعات ۽ پڄاڻي ۾ شراب ڏسي اهو سمجهڻ تي مجبور ٿي ويندو آهي ته اها شي جنهن کي ماڻهو ايتري شوق ۽ ايڏي ڪثرت سان استعمال ڪري رهيا آهن، يقينن سٺي هوندي. انهن مشاهدن کان پوءِ ان کي نشي کان پري رکڻ انسانن جي لاءِ ممڪن نٿو رهي، ڇوته اهي سڀ علاج هڪڙي غير فطري اصول تي ڪيا وڃن ٿا. بلڪ ڪجهه ماڻهو اهو به چون ٿا ته هيروئن پاڪستان مان اچي ٿي. ڪوڪين پيرو کان ۽ "ايل ايس ڊي" (LSD) ڪولمبيا مان. انهيءَ ڪري آمريڪي ماهرن کي ان تي اعراض آهي، جڏهن ته انهن کي پنهنجي ملڪ ۾ تيار ٿيندڙ بيئر ۽ بوربن تي ڪوبه اعتراض ڪونهي.

هڪڙي بزرگ وٽ هڪڙي عورت آئي تہ حضرت منهنجو پٽ
ڳڙ گهڻو کائي ٿو ان کي منع ڪيو. ان ڇوڪري کي ٻئي ڏينهن
گهرايو پوءِ منع ڪئي تہ ڳڙ کائڻ سٺي ڳالهہ ڪونهي. اڳتي نہ
کائيندو ڪر.

ان عورت چيو تہ حضرت اها ڳالهہ تہ توهان ڪالهہ بہ چئي ٿي
سگهيا. ان جواب ڏنو هائو! مان چئي ٿي سگهيس مگر ڪالهہ
تائين تہ مان پاڻ ڳڙ کائيندو هيس. اڄ مون پنهنجي عادت اڳ ۾
ختم ڪئي ۽ پوءِ هن کي نصيحت ڪرڻ جي قابل ٿيس.

جيڪو شخص پاڻ صبح شام شراب پيئندو هجي اهو ڪنهن کي
نشي کان منع ڪرڻ جي قابل ڪيئن ٿي ٿو سگهي؟ ان جي لفظن ۾ جان
ئي ڪونہ هوندي ۽ اڌوري دل سان ڪيل ڪوشش ڪڏهن بہ ڪم واري
نہ ٿيندي آهي. نشي جي باري ۾ لکيل پڙهيل، انساني ذهن جي نفسيات کي
ڄاڻڻ وارن جي مسلسل ناڪامي جو سبب انهن جي دوغلي پاليسي آهي.
ان جي برخلاف اسان جي ماهرِ نفسيات اسان جي آقا جو ارشاد ڏسو.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ روايت ڪئي آهي تہ نبي
ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ڪل مخمر خمر، و
ڪل مسڪر حرام" (ابودائود) يعني، نشي ڏيڻ واري هر شي
شراب آهي ۽ نشي ڏيڻ واري هر شي حرام آهي.

ان تعريف کي ڏسو تہ جديد علاج جي ناڪامي جو سبب سامهون
اچي وڃي ٿو. هن ۾ نشو آڻڻ واري هر شي کي شراب چوندي ان جي هر
قسم ۽ شڪل کي حرام قرار ڏنو ويو آهي. ان وضاحت ڀنگ کان وٺي
هيروئن تائين ۽ شراب کان وٺي ايل ايس ڊي تائين سڀني شين کي شامل
ڪري انهن جي استعمال کي نامناسب سمجهندي حرام ڪري ڇڏيو.

## اسلام ۾ منشيات:

آغاز اسلام جي وقت حالت اها هئي تہ اخلاقي حدون ۽ پابنديون نہ
هجڻ جي برابر هيون. ان وقت رواج ۾ آيل مذهبن ۾ ڪنهن وٽ بہ
شراب يا نشي وارين شين تي ڪابہ بندش ڪونہ هئي. ان وقت جا
طبيب بہ نشي وارين شين جي خراب اثرن کان واقف ڪونہ هيا.

بدڪاري ۽ شراب جا اڏا عبادت گهرن ۾ هوندا هيا. اهڙن ماڻهن کي نيڪي تي آماده ڪرڻ ۽ انهن کي اخلاق جو سبق ڏيڻ ۽ ان لاءِ آماده ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن اهڙي شخص جي ضرورت هئي جيڪو انهن جي ذهنن تي اثرانداز ٿيڻ جي صلاحيت رکندو هجي. اهو انساني نفسيات کان واقف ۽ مهارت رکندو هجي ته جيئن پنهنجي ڳالهه ميرائي سگهي. ان ڪم جي لاءِ الله تعاليٰ حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليه وآله وسلم کي مقرر ڪيو ۽ انهن کي ان مشن جي سلسلي ۾ بنيادي ڳالهه هي ٻڌائي وئي ته

"اُدْعُ اِلٰى سَبِيْلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ" (نحل: 125) معنيٰ: اي پيغمبر! ماڻهن کي پنهنجي رب جي واٽ ڏانهن سُٺي ڳالهه ۽ چڱي نصيحت سان سڏ ۽ انهن سان سهڻي طريقي سان بحث ڪر.

جيئن ته اسلام جو مطلب پلائي ۽ زندگيءَ جو هڪڙو اهڙو ڍنگ آهي جنهن تي عمل ڪرڻ واري کي هڪڙي ڏگهي، باوقار ۽ صحتمند زندگي ملندي آهي. ماڻهن کي رهڻي ڪرڻي، ملڻ جلڻ ۽ صفائي سٿرائي سيکاريندي جڏهن اهو محسوس ٿيو ته نشي ڪرڻ ڪري فتنا ۽ فساد پيدا ٿيندا آهن ته قرآن شريف پهرين ڳالهه هي ٻڌائي:

"يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ قُلْ فِيْهِمَآ اِثْمٌ كَبِيْرٌ وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ وَاِثْمُهُمَآ اَكْبَرُ مِنْ نَّفْعِهِمَا" (بقره: 219) معنيٰ: اي پيغمبر! توکان شراب ۽ جوئا بابت حڪم پڇن ٿا، کين چئو ته انهن ٻنهي ۾ وڏو گناهه آهي ۽ ماڻهن لاءِ ڪجهه دنياوي نفعو به آهي، پر نفعي کان انهن ٻنهي جو گناهه گهڻو وڏو آهي.

اها شروعاتي ڳالهه هئي انهيءَ ڪري نشي جي باري ۾ جيڪو ارشاد فرمايو ويو اهو گهڻو ڪري مشوري جي حيثيت رکي ٿو. ان کان پوءِ جڏهن اهو ڏٺو ويو ته ماڻهو نشي ۾ پٽڪي وڃن ٿا ۽ نوبت فساد تائين پهچي وڃي ٿي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم پهريان هي فرمايو ته شراب کان بچي رهو جو اها سڀني برائين جي جڙ آهي.

پوءِ اهو ڏٺو ته نشو اخلاقي حدون اورانگهڻ تي هرڪائي ٿو ته حضرت عثمان رضہ روايت ڪئي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله

وسلم فرمايو: “اجتنبوا الخمر فانها ام الخبائث” يعني، نشي کان بچندا رهو ڇوته اهو هر برائي جي جڙ آهي. (زهري)

ماڻهو جڏهن ڳالهه کي ٻڌڻ ۾ سمجهڻ لڳا ته ان حوالي سان اڳين هدايت جو موقعو پيدا ٿي ويو ۾ قرآن شريف ۾ آيو

“يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقْرَبُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْتُمْ سُكٰرٰى حَتّٰى تَعْلَمُوْا مَا تَقُوْلُوْنَ” (نساء: 43) معنيٰ: اي ايمان وارو! نشي جي حالت ۾ ايستائين نماز کي ويجها نه وڃو جيستائين جو ايترو هوش نه هجي جو جيڪي چئو اهو سمجهو.

پهريون شرط اهو رکيو ويو ته نشي جي حالت ۾ نماز نه پڙهي وڃي. جڏهن ماڻهن کي احساس ٿي ويو ته شراب هڪڙي اهڙي فضول شي آهي جو اهو عبادت ۾ خلل وجهي ٿو ۾ الله جو ذڪر يڪسوئي ۾ ڌيان سان نٿو ٿي سگهي ته پيئڻ وارا محتاط ٿي ويا. پوءِ نشي ۾ امن امان جا مسئلا پيدا ٿيڻ لڳا ته قرآن شريف ان مسئلي کي اڳتي وڌائيندي فرمايو:

“يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنَّمَا الْخَمْرُ وَالْمَيْسِرُ وَالْاَنْصَابُ وَالْاَزْلَامُ رِجْسٌ مِّنْ عَمَلِ الشَّيْطٰنِ فَاجْتَنِبُوْهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ﴿۹۰﴾ اِنَّمَا يُرِيْدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّوْقِعَ بَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ فِى الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ وَيَصُدَّكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ وَعَنِ الصَّلٰوةِ فَهَلْ اَنْتُمْ مُّنْتَهُوْنَ﴿۹۱﴾” (المائده) معنيٰ: اي ايمان وارو! شراب ۾ جوا ۾ بت خانا ۾ ڊارا وجهڻ سڀ پليت شيطاني ڪم آهن انهن کان بچندا رهو ته جيئن توهان ڪامياب ٿيو (۹۰) شيطان ته اهو گهري ٿو ته توهان ۾ شراب ۾ جوا جي ذريعي وير ۾ دشمني وجهي ڇڏي ۾ توهان کي الله جي ياد ۾ نماز کان روڪي، پوءِ ڇا توهان ان جي ڇوڙڻ تي رڪجي ويندو (۹۱)

هر نشي جا ٻه اثر ٿيندا آهن. هڪڙو ته ان جي استعمال کان هڪدم پوءِ، جيئن هيروئن، ڀنگ، شراب پيئڻ وارو هڪدم بڪواس ڪرڻ لڳندو. بيهوديون حرڪتون ۾ جهيڙو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. اها روزاني جي مشاهدي جي ڳالهه آهي ته شراب پي چڱا ڀلا سنا دوست پاڻ ۾ وڙهي دشمن ٿي ويندا آهن. نشي وارين شين جو ٻيو نقصان بعد ۾

ٿيڻ وارا ديرپا نقصان وارا اثر آهن جن ۾ جگر ۽ اعصابن سان گڏ گردن جي خرابي اهم آهي.

چيو وڃي ٿو تہ هندو عورتون بيوهہ ٿيڻ تي مڙس سان گڏ چِتا تي سڙي مري وينديون آهن. اهو واقعو عام طور تي خوشيءَ سان نہ ٿيندو هو. ان کي سڙي مرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو هو ۽ جڏهن گهر مان هار سينگار ڪري ان کي روانو ڪيو ويندو هو تہ وڃڻ کان اڳ ۾ ان کي ڀنگ يا شراب وڏي مقدار ۾ پياريو ويندو هو تہ جيئن اها هوش حواس کان بي خبر ٿي باهہ ۾ ٽپي پوي.

قرآن شريف مسئلي کي واضح ڪري رهيو هو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙو حڪم جاري ڪيو.

حضرت انس رضہ جو بيان آهي تہ مان هڪڙي ڪچهريءَ ۾ پنهنجي چاچي ۽ ٻين ماڻهن کي شراب پياري رهيو هيس تہ ٻاهران پڙهو ڏيڻ واري جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو

"رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم شراب کي حرام قرار ڏئي ڇڏيو آهي."

هر شخص پنهنجي هٿ سان پيالي مان شراب زمي تي هاري ڇڏيو ۽ مون شراب جي مٽ کي ڀڃي ڇڏيو.

هاڻي مسئلو اهو پيدا ٿيو تہ عام طور تي خمر مان مراد شراب ورتي ويندي هئي، جڏهن تہ ذهني، جسماني ۽ سماجي مسئلا هر نشي واري شي مان پيدا ٿي سگهن ٿا. ان جي خوبصورت وضاحت حضرت عبدالله بن عباس رضہ بيان ڪئي آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

ڪل مخمر خمر، وڪل مسڪر حرام. (ابودائود).

ان موضوع تي عبدالله بن عمر رضہ، عبدالله بن مسعود رضہ ۽ حضرت عائشہ رضہ کان مسند احمد، بخاري، مسلم ۽ دارمي ۾ ٻن درجن کان بہ وڌيڪ روايتون ان اصول جي تصديق ۾ موجود آهن. پوءِ مسئلو مقدار جو پيدا ٿئي ٿو. فرانس ۾ نشي جي عادي نوجوانن جو علاج ڪرڻ واري هڪڙي دماغي ماهر بيان ڪيو آهي تہ ننڍي عمر وارن ٻارن ۾ نشي

جي عادت ٿورو مقدار چکڻ سان بہ پيدا ٿيندي آهي. جڏهن انهن کي مزو ايندو آهي تہ آهستي آهستي مقدار ۾ اضافو ٿيڻ لڳندو آهي يا جسم نشي جو عادي ٿي وڃڻ ڪري ٿورڙي مقدار مان مزو نہ ايندو آهي، انهيءَ ڪري مقدار ۾ درجي بدرجي اضافو ٿيندو ويندو آهي.

حضرت جابر بن عبدالله رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

ما اسڪر ڪثيره ـ فقليله حرام (ابن ماجہ) يعني، جنهن شي جو گهڻو مقدار نشو ڪري ٿو ان شي جو ٿورو مقدار بہ حرام آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم نشي وارين شين جي براين کي محسوس ڪندي انهن کي مطلق حرام قرر ڏنو بلڪ اهو بہ فرمايائون تہ علاج لاءِ انهن کي استعمال ڪرڻ منع آهي. اها وضاحت بہ ڪندي فرمايائون تہ انهن سان ڪنهن بہ بيماريءَ جو علاج ممڪن ڪونهي بلڪ اهي خود بيماري آهن يا انهن جي ڪري بيماريون پيدا ٿينديون آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ جو بيان آهي تہ

مڪي جي فتح واري ڏينهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو هڪڙو دوست جيڪو دوس يا ثقيف قبيلي ۾ رهندو هو، پاڻ سڳورن لاءِ شراب جو گهڻو مقدار سوکڙي ڪري کڻي آيو. ان کي مخاطب ٿيندي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

“اي فلاڻا! ڇو توکي معلوم ڪونهي تہ الله تعاليٰ شراب کي حرام قرار ڏنو آهي.”

ان شخص پنهنجي غلام کي آهستڙي چيو تہ اهو هي شراب کڻي وڃي بازار ۾ وڪڻي. ان تي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

“جنهن ان جي پيئڻ کي حرام ڪيو آهي، ان انهيءَ جي وڪڻڻ کي بہ حرام قرار ڏنو آهي.”

ان حڪم کان پوءِ اهو شراب بطحا ۾ هاري ڇڏيائون. (احمد ـ مسلم ـ نسائي)

حضرت انس بن مالڪ رضہ جو پيءُ هڪڙي يتيم ٻار کي پالي رهيو هو ان اڳهہ سنو ڏسي ان يتيم جي مال مان شراب خريد ڪري ذخيرو ڪري ڇڏيو. ان دوران شراب حرام ٿي ويو. ان معلوم ڪيو تہ هاڻي ڇا ڪري؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو:

"ان کي ضايع ڪري ڇڏيو."

ان وري عرض ڪيو تہ اهو يتيم جو مال آهي ۽ اهو نقصان برداشت ڪري نہ سگهندو. ڇياٸين تہ

ڇا مان ان مان سُرڪو نہ ٺاهيان.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو: نہ.

ان سلسلي ۾ حضرت ابوسعيد خدري رضہ بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم شراب مان سُرڪو بڻائڻ جي بہ منع ڪئي. ان ڳالهہ جي تائيد حضرت انس رضہ طرفان بہ انهن لفظن ۾ موجود آهي. جنهن کي ترمذي، مسلم ۽ ابو دائود بہ پيش ڪيو آهي.

نشو هڪڙي عادت آهي. جڏهن ڪير ان ۾ ڦاسي ويندو آهي تہ اهو پنهنجي بدڪردار برادريءَ کي ڏسي حوصلو حاصل ڪندو آهي. جيڪڏهن ان کي نشي کان ايتري نفرت ڏيارجي جو اهو ان کي هڪڙي پليت شي سمجهڻ تي مجبور ٿي وڃي تہ پوءِ اهو ان عادت کي ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويندو.

> حضرت عبدالله بن عمر رضہ بيان ڪيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم نشو ڪرائڻ واري هر شي جي استعمال کي لعنت قرار ڏنو آهي ۽ ان تي ڏهن طريقن سان لعنت ڪئي آهي. ان کي نپوڙڻ وارو، ان کي نپوڙائڻ وارو، ان کي وڪڻڻ وارو، خريد ڪرڻ وارو، کڻڻ وارو، جنهن جي لاءِ کڻي وڃجي، ان جي قيمت کائڻ وارو، ان کي پيارڻ وارو، پيئڻ وارو، سڀ جا سڀ لعنتي آهن. (ابن ماجہ)

نشي واريون شيون پوکڻ، تيار ڪرڻ، وڪڻڻ بلڪ بار کڻڻ ۾ ملوث هر شخص کي لعنت جو حقدار قرار ڏئي ان جي صنعت ۽ تجارت جي حوصلہ شڪني ڪرڻ اسلام جو منفرد ڪارنامو آهي. پاڻ سڳورن ان ڪاروبار کان ماڻهن کي نفرت ڏيارڻ ۾ پورو توجهہ ڏنو.

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي معلوم ٿيو تہ مديني جي هڪڙي سمره نالي شخص شراب کپايو آهي تہ پاڻ سڀورن ان لاءِ باقاعده بددعا ڪئي.

هڪڙي ٻي روايت ۾ نشي وارين شين جي وڪري مان حاصل ٿيڻ واري ڪمائي کي رنڊي جي ڪمائي جھڙو قرار ڏنو.

حضرت اسمہ بنت يزيد روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

من يشرب الخمر لم يرض الله اربعين ليلة، ان مات، مات ڪافرا، وان تاب، تاب الله عليہ، وان عاد حقا علي الله ان يسقيه من طينتہ الخبال (مسند احمد) يعني، جيڪو شخص بہ شراب پيئندو (نشو ڪندو) الله تعاليٰ ان کي هر پيري کان پوءِ 40 ڏينهن ناراض رهندو، جيڪڏهن اهو ان دوران مري ويو تہ ان جو موت ڪافر وارو موت هوندو ۽ جيڪڏهن اهو توبهہ ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي توبهہ قبول ڪندو ۽ جيڪڏهن ان کان پوءِ بہ ان اها حرڪت ٻيهر ڪئي تہ الله تعاليٰ يقينن ان کي دوزخين سان گڏ رکندو ۽ پونءَ ۽ گندو پاڻي پيارينيدو.

ڪنهن مسلمان کي نشي کان باز رکڻ جي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ فرمايو ويو جيڪو ان کي ان ڳالهہ کان پري رکي سگهي ٿو. استعمال ڪرڻ وارو لعنتي هجڻ کان علاوه جيستائين توبهہ نہ ڪري اسلام جي دائري مان خارج سمجهيو ويندو. ان جي نہ ڪا نماز قبول ٿيندي ۽ نہ ڪا ٻي عبادت. جيڪڏهن اهو مري ويو تہ جهنمي هوندو.

حضرت ابوهريره رضہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

مدمن الخمر، ڪعابدوثن (ابن ماجہ) يعني، محشر جي ڏينهن نشو ڪرڻ واري سان اهوئي سلوڪ ڪيو ويندو جيڪو بت پرستن سان ڪيو ويندو.

اسلام جي بنيادي پاليسي اها آهي تہ ان هر ان شي کي حرام ڪيو آهي جنهن جي استعمال سان انساني صحت کي نقصان جو انديشو

هجي. قرآن شريف جي حرمت واري آيت ۾ مئل جانور جي گوشت، رت، سوئر جي گوشت ۽ ان جانور جي گوشت کي حرام ڪيو آهي جنهن کي ڌڪ هڻي ماريو ويو هجي، مٿانهين تان ڪري مئو هجي، ڪنهن ٻئي جانور سنڱ جو ٽڪر هڻي ماريو هجي يا ڪنهن درندي چيريو ڦاڙيو هجي. (مائده:3) ڪجهه گهٽ پڙهيل ماڻهو اسلام ۾ حلال ۽ حرام جي ان مسئلي کي "سيڪالاجيڪل تبو" (Psychological taboo) چون ٿا. جيڪڏهن ڪو هندو بيدو يا گوشت نٿو کائي يا يهودي چنچڙ جي ڏينهن مڇي جو شڪار نٿو ڪري يا اُٺ جو گوشت نٿو کائي ته ان جو اهو عمل ان جي مذهبي پابندين جي ڪري آهي، جڏهن ته ان جو جديد علم ۾ ڪوئي جواز موجود ڪونهي، پر ان جي برخلاف اسلام ۾ حرام ڪيل هر شي صحت لاءِ نقصانڪار آهي.

مذهبي قائدن کان قطع نظر جيڪڏهن ڪو شخص مئل جانور جو گوشت کائي يا رت پيئندو ته ان کي هاظمي جي خرابي يا زهرباد ٿيڻ لازمي نتيجو هوندو.

توريت مقدس جي باب احبار ۾ سيهڙ، مور، درياء ۾ هلڻ وارا جانور، عقاب، سرڻ، باز، ڳجهه، ٽيٽيهر، ٻگهه، هدهد، چمڙو، اُٺ، نور، ڪوئو، ڳوهه، ڪرڙي، تڏ، ساندو، گرگٽ کي نه صرف حرام قرار ڏنو آهي بلڪ انهن کي هٿ لڳائڻ به پليتي آهي. جيڪڏهن اهي ساهوارا ڪنهن ٿانوء ۾ وات هڻن ته ان ٿانوء کي به ڀڃي ڇڏجي.

ان فهرست کي ڏسجي ته انهن مان اڪثر کي حرام ڪرڻ جو طبي جواز نظر نٿو اچي، جڏهن ته اسلام جي فهرست ۾ گندگي کائڻ وارا جانور، ڏنگ وارا زهريلا جانور، چنبي ۾ پڪڙي کائڻ وارا پکي ۽ جانور، خچر، گڏهه، ڪيول، ماکيءَ جي مک، ڳورپٽ، لومڙي، بگهڙ، ڪانو، ڏيڏر ۽ ٻلي حرام آهن. اهڙيءَ طرح شراب به حرام آهي. جڏهن ڪا شي انهيءَ ڪري حرام آهي ته ان کي کائڻ صحت جي لاءِ نقصانڪار آهي ته ان جو ٿورڙو مقدار به حرام آهي.

جيڪڏهن ڪنهن تڪراري شي جي باري ۾ ڪنهن کي اها غلط فهمي هجي ته ان کي کائڻ يا پيئڻ سان ان جي بيماريءَ کي فائدو ٿي سگهي ٿو ته قرآن ائين ڪرڻ کي جائز قرار ڏنو آهي:

**"فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ﴿۱۷۳﴾" (البقره)**
**معنيٰ: پر جيڪو لاچار ٿي ڪائي ۽ نہ هيئن جو خواهش سان ڪائي ۽ ضرورت کان بہ اڳتي نہ وڌي تہ ان تي گناهہ نہ آهي، بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي(۱۷۳)**

اهائي ڳالهہ قرآن شريف جي سورت المائده، انعام ۽ النحل ۾ بہ واضح ٿيل آهي. ڇوتہ اسلام حرام شين جي استعمال کي پنهنجي وقار جو مسئلو نٿو سمجهي، بلڪ ان جي خواهش تہ صرف ايتري آهي تہ ماڻهو ان کي استعمال ڪري پنهنجي صحت خراب نہ ڪن. انهيءَ ڪري مفسرن مفهوم کي سامهون رکي ان جي استعمال تي هي شرط عائد ڪيا آهن:

1. حرام شي کي ڪنهن مجبوري يا لاچاري حالت ۾ ئي استعمال ڪيو وڃي.

2. حرام شي کي استعمال ڪرڻ جو فيصلو مريض جي پنهنجي مرضي ۽ اختيار ۾ نہ هجي بلڪ ڪوئي قابل حڪيم ۽ ڊاڪٽر حالتن کي ڏسي ان جي اجازت ڏئي.

3. حرام شي جو وزن ۽ عرصو بہ حڪيم يا ڊاڪٽر مقرر ڪري. مريض جو ان حوالي سان پنهنجو فيصلو درست نہ هوندو.

4. ان سهوليت کي الله جي حڪمن کان ٽال مٽول جي ترڪيب نہ بنائڻ گهرجي.

هاڻي جيڪڏهن ڪو ڊاڪٽر اهو سمجهي ٿو تہ مريض جي ڏڪڻي، لاچاري واري حالت ۽ دل ۾ رت جي دوري جي رڪاوٽ جي بوجهہ کي گهٽ ڪرڻ جي لاءِ ان کي پيٿيڊرين جي سئي لڳائي وڃي تہ اسلام ان جي ڪليل دل سان اجازت ڏئي ٿو ۽ ڊاڪٽر بيشڪ ان وقت تائين اها سئي لڳائي جيستائين دل جي حالت معمول تي نٿي اچي. پر مريض کي ڪڏهن بہ اهو حق ڪونهي تہ اسپتال مان نيڪ ٿي نڪرڻ کان پوءِ ان حالت ۽ ڪيفيت جو مزو وٺڻ لاءِ پاڻ کي اها سئي هڻائڻ جاري رکي ۽ اهوئي چسڪو نشو واپرائڻ جو سبب ٿئي ٿو. جيستائين مريض جي پنهنجي تسلي جو تعلق آهي تہ اسلام اجازت ڏئي ٿو تہ اهو

پنهنجي تندرستي جي لاءِ ماهر طبيب يا ڊاڪٽر جي مشوري سان ڪابہ شي استعمال ڪري سگهي ٿو. پر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هتي هڪڙي اهم ڳالهہ واضح ڪري ڇڏي تہ ڪنهن بہ حرام شي ۾ شفاء ڪونهي.

ان ڳالهہ کي حضرت ابوهريره رضہ وڏيڪ تفصيل سان روايت ڪيو آهي:

"من تداوي بحرام، لم يجعل الله تعاليٰ فيه شفاء". (ابونعيم)

يعني، جنهن بہ حرام شي سان علاج ڪيو اهو ڄاڻي ڇڏي تہ الله تعاليٰ ڪنهن بہ حرام شي ۾ ڪابہ شفا نہ رکي آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو ارشاد ٻڌائي ٿو تہ جيستائين اسان جو تعلق آهي تہ اسان کي ڪوبہ اعتراض ڪونهي تہ توهان پنهنجي تسلي جي لاءِ ڪنهن بہ شي سان پنهنجي طبيب جي راءِ جي مطابق علاج ڪرايو. پر توهان کي اهم ڳالهہ ٻڌايون ٿا تہ اسان جنهن شي کي حرام قرار ڏنو آهي ان ۾ ڪنهن بہ بيماريءَ جي شفا نہ هوندي آهي.

اسان انهن جي ڳالهہ تي يقين ڪونہ ڪيو ۽ تجربو ڪري ڏسي ورتو تہ رت پيئڻ سان ڪمزوري ختم نہ ٿيندي آهي. سوئر جي لبلبي مان نهڻ واري انسولين مٺن پيشابن جي بيماري کي ڪنٽرول نٿي ڪري سگهي. درندن جي وات ۾ چريائپ جا جيوڙا هوندا آهن. جيڪڏهن اهي ڪنهن ٿانوءِ ۾ وات هڻن تہ اهو انساني صحت لاءِ خطرناڪ هوندو. درندن جو گوشت بدذائقو ۽ بيماري پيدا ڪرڻ وارو هوندو آهي. دل جي مريضن کي وهسڪي ڏيڻ سان مرض جي شدت ۾ ان وقت تہ گهٽتائي اچي وڃي ٿي مگر ان کان پوءِ بيماريءَ ۾ اضافو ٿيندو آهي ۽ دل سان گڏ رت جو ناليون بہ بند ٿي وينديون آهن. نمونيا جو مريض جيڪڏهن بيماريءَ ڪري نہ مري تہ براندي پيئڻ سان مري سگهي ٿو. اعصابي مرضن ۾ ڀنگ، چرس ۽ آفيم ڏيڻ سان بيماري تہ ڇا نيڪ ٿيندي موريو دماغ بہ ڪمزور ٿي ويندو.

## منشيات جو مسئلو ۽ حل:

جديد تحقيق ۾ ماڻهن جي الڪوهل ۽ نشي وارين شين سان وڌندڙ رغبت کي جنون جي شڪل قرار ڏئي ان کي "ڊيپسومانيا" (dypsomania) جو نالو ڏنو ويو آهي، مگر ٿورڙي مقدار ۾ چسڪي جي لاءِ شراب پيئڻ وارن يا چرس جو سگريٽ ڇڪڻ وارن کي انهن ۾ شامل نٿو ڪيو وڃي. ماهرن جي اڪثريت نشي جي ٿورڙي مقدار کي به ڪڏهن ڪڏهن پيئڻ وارن کي ڪنهن ذهني تڪليف ۾ متبلا نٿا مڃين. جڏهن ته اڪثريت انهيءَ ڪري پيئندي آهي جو انهن کي پاڻ تي اعتماد جي ڪمي هوندي آهي يا ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٻين جي نسبت پاڻ کي ڪمتر محسوس ڪندا آهن. نشي سان انهن کي اعتماد ايندو آهي.

ڊاڪٽر آرٿر ڪانن ڊائل به شرلاڪ هومز کي منجهيل مسئلن جي حل لاءِ ڪوڪين جو واس وٺندي ڏيکاريو آهي. بلاشڪ ڪوڪين دماغ ۾ سوچ ويچار کي تحرڪ ڏيندي آهي. خيالن جو سلسلو لڳاتار ٿي ويندو آهي ۽ وسريل ڳالهيون به ياد اچي ويندريون آهن. ڪجهه ماڻهو انهن ئي فائدن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوڪين کائيندا يا ان جو واس وٺندا آهن. حالانڪ وقتي تحريڪ کان پوءِ دماغ پهريان کان به وڌيڪ ٿڪل لڳندو آهي ۽ خيالن ۾ بڏتر واري حالت اچي ويندي آهي. دماغي صلاحيت ۾ اهڙو اضافو ڪڙڪ چانهه جي هڪڙي ڪپ سان به ڪري سگهجي ٿو.

غالب چاهيندو هو ته اوسي پاسي کان بي تعلق ٿي اڪيلائي واري ڪنڊ ۾ مست حالت ۾ پيو هجي ۽ تقريبن اهائي صورتحال ان جي حقيقي زندگيءَ جي به هئي. غالب کي زبان ۽ بيان سان گڏ انساني نفسيات تي جيڪا قدرت حاصل هئي ان جو نتيجو آهي ته اهو اڄ به مقبول ترين شاعر آهي. پر ان جي پنهنجي حالت اها هئي جو "غالب جا خط" ان جي بيمارين ۽ لاچارين جي مصيبتن سان ڀريا پيا آهن. نشي ۾ رهڻ ڪري اهو پنهنجي لاءِ روزگار جو ڪو ذريعو ڳولي نه سگهيو. ڇوته جمي دل لڳائي ڪم ڪرڻ ڪنهن به شرابي ۽ آفيمي جي لاءِ ممڪن

ڪونهي. برسات ۾ ان جو گهر ٽمندو رهندو هو ۽ اهو ماڻهن کان پنهنجي ورتل شراب پي مست حال ۾ رهڻ جي دعوا ڪندو هو.

پنڊت رتن ناٿ سرشار "فسانہ آزاد" ۾ هڪڙي آفيمي کي رحم جي قابل حالت ۾ خوجي جي نالي سان پيش ڪيو آهي، اهو ئي نشي ڪرڻ وارن جي حالتِ زار جو صحيح بيان آهي. اهو آفيمي نہ تہ وهنجندو هو ۽ نہ ڪو ڍنگ جو ڪم ڪرڻ ان جي وس جي ڳالهہ هئي.

فلمن ۾ اڪثر ڏسندا آهيون تہ هڪڙو شخص صدمن کان لاچار ٿي يا حالتن کان مار کائڻ کان پوءِ شراب ۾ ڦاسي هوش حواس وڃائي ويهي ٿو. ان کي اها خبر ڪونهي تہ ڏک، تڪليف يا غم جي دوران ان کي پنهنجي مشڪل جو حل ڪٿي ڳولڻ گهرجي. صدمو ملڻ تي نشي جو سهارو وٺڻ يا خودڪشيءَ جو سوچڻ بزدلي ۽ فراريت جو بدترين مثال آهي. مشهور محاورو آهي تہ ٻلي کي ڏسي ڪبوتر اکيون بند ڪندو آهي. جيئن تہ اهو پاڻ ان کي ڏسي نہ سگهندو آهي تنهن ڪري سمجهي ڇڏيندو آهي تہ هاڻي ٻلي موجود ڪونهي ۽ اها ان کي ان حالت ۾ جهاٽو هڻي کائي ڇڏيندي آهي. نشي جا عادي ماڻهو مسئلن کي منهن ڏيڻ يا انهن کي حل ڪرڻ جي ترڪيب تلاش ڪرڻ بدران جيڪڏهن هيروئن جو واس وٺي مري وڃن تہ احساس جي شدت ۾ يقينن گهٽتائي ٿيندي. پر ڳالهہ تہ اتي ئي رهندي ۽ عين ممڪن آهي تہ بي ڌياني ۽ لاپرواهي سان اهو مسئلو اڃا بہ وڌيڪ بگڙي وڃي.

سُستي، ڪمزوري، جسماني صفائي کان نتائڻ، ڪم ڪرڻ کان ٽال مٽول، ذميواريءَ کان پڇڻ نشي ڪرڻ جا شروعاتي نتيجا آهن. ان کان پوءِ ذميوارين کان فرار، حالتن کان بي پرواهي، ٿڪاوٽ ۽ غنودگي شروع ٿي ويندا آهن. نشو ملي ويو تہ جسم ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويندي، نہ مليو تہ هٿ پير ٽُٽڻ لڳندا. بخار جهڙي ڪيفيت سان گڏ قبضي يا گهمرا روزاني جو معمول هوندا آهن. ايئن تہ هر مريض جي ان زهريلي خوراڪ ۾ روزانو اضافو ٿيندو رهندو آهي پر جيڪڏهن اها خوراڪ ڪجهہ دير سان ملي تہ طلب ۽ حرص ۾ اضافو ٿيڻ ڪري مريض کي ضرورت جو اندازو نہ ٿيندو آهي ۽ اڪثر بيهوش ٿي ويندو آهي.

هڪڙي لکيل پڙهيل عورت کي پيٽيڊرين جي سئي هڻائڻ جي عادت پئجي وئي. ڊاڪٽر تان ڪرڻ ڪري گهڻي عرصي تائين اسپتال ۾ رهي ٻاهر نڪتي ته وري سلسلو شروع ڪري ڇڏيائين. هڪڙو دفعو پئسه نه هجڻ ڪري پورو ڏينهن سُئي هڻائي نه سگهي. پوءِ ڪنهن سان نڳي ڪري پئسه هٿ ڪري اٺ سيون خريد ڪري آئي ۽ هڪڙي ڪلاڪ ۾ پنج هڻي ڇڏيائين، جنهن ڪان پوءِ 16 ڪلاڪن تائين بيهوش پئي هئي.

جنهن به مريض سان ڳالهه ڪجي ته اهو هڪدم مڃي وجي ٿو ته نشو ڪرڻ سٺي ڳالهه ڪونهي. ان کي اهو به احساس هوندو آهي ۽ اعتراف ڪندو آهي ته ان ڳالهه جي ڪري اهو ذليل ٿي رهيو آهي. گهرياتي ان جي عزت ڪونه ٿا ڪن. ڪم ڪونه ٿو ملي يا نوڪري به ختم ٿي وئي. هاڻي اهو دل جي خلوص سان ڪوشش ڪري رهيو آهي ته ان مصيبت ڪان جان ڇڏائي. پر ارادو هميشه ڪمزور ۽ واعدن جو انجام خراب ئي رهندو آهي.

## منشيات جو علاج:

اهي سبب ۽ حالتون جيڪي ڪنهن شخص کي نشي جو عادي بڻائين ٿيون، انهن ۾ ڪابه ڳالهه نئين ڪونهي. دماغي بيمارين جي اسپتالن ڪان وٺي نفسياتي ماهرن تائين سيئي اها دعوا ڪن ٿا ته اهي ان جو علاج ڪري سگهن ٿا. جيئن حال ۾ ئي پاڪستان جي ماڻهن ۾ انهن عادتن جي پکڙجڻ کي وڏيڪ محسوس ڪيو وڃي ٿو. گهٽ پڙهيل اشتهاري حڪيمن ڪان وٺي خانگي اسپتالن تائين هر شخص جي دعوا آهي ته اهو ان بُري عادت جو علاج ڪري سگهي ٿو. پاڪستان ٽيليويزن مختلف ادارن جي باري ۾ اهڙيون فلمون ڏيکاريون جتي ماڻهن کي نشي جي مصيبت مان ڇوٽڪارو ڏياريو ويندو آهي.

جڏهن ڪوئي مريض پنهنجي مرضي سان ڪنهن اسپتال ۾ نشي جي عادت ڇڏڻ لاءِ داخل ٿيندو آهي ته اهو ان ارادي سان ايندو آهي ته ان لعنت کي ڇڏي ڏيندو. اتي رهڻ دوران ان کي جيڪڏهن معمولي مدد به حاصل ٿئي ته اهو نشي واريون سُيون، آفيم يا شراب ڇڏي ڏيندو آهي،

ڇوته گهڻو ڪري اتي علاج ۾ جيڪي دوائون استعمال ٿينديون آهن اهي به نشي واري گروپ مان هونديون آهن. مثال طور، آفيم ڪائڻ واري کي شراب پيارجي. حال ۾ ئي ايخسائيز پوليس وارن هڪڙي مشهور دوا "ترڪ افيون" نالي گوليون ٺاهڻ واري فيڪٽري تي ڇاپو هنيو ته معلوم ٿيو ته آفيم ڇڏائڻ وارين ٽڪين ۾ آفيم شامل آهي. انهن ٽڪين کي کائڻ وارا خوش ٿيندا هوندا ته اسان آفيم ڪائڻ ڇڏي ڏنو. هاڻي ان جي جاءِ تي به ٽڪيون ڪافي آهن. اهڙي طرح اڪثر اسپتالن ۾ "سڪون" جي نالي تي ننڊ ڪرائڻ واريون ٽڪيون وڏيڪ مقدار ۾ ڏئي مريض کي هڪڙي نشي کان ٻئي نشي ڏانهن منتقل ڪيو وڃي ٿو. جنهن کي "سبسٽيٽوشن ٿيراپي" (Substitution Theropy) چئي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري ان جا نتيجا ديرپا نه آهن.

اردو جو هڪڙو مشهور اديب شراب پيئڻ ۾ پنهنجي مالي وسيلن کان به اڳتي نڪري ويو. پهريان ان کي جگر جي هڪڙي خطرناڪ بيماري ٿي. پوءِ شراب ڇڏڻ جي لاءِ لاهور جي دماغي مرضن جي اسپتال ۾ داخل ٿيو. اتي هڪڙو مهينو رهڻ کان پوءِ جڏهن ٻاهر آيو ته ان سڀ کان اڳ جيڪو ڪم ڪيو اهو شراب خاني جي زيارت هئي.

شراب زنده باد رهيو. البت، علاج جي ڪري ڪجهه ٽڪيون به رواني خوراڪ ۾ شامل ٿي ويون. آمريڪا ۾ نشي وارن جي علاج جا ادارا قلعي وانگر جيلن جي صورت ۾ ٺهيل آهن. جتي ملاقات ڪرڻ وارن جي به تلاشي ورتي ويندي آهي ته ڪوئي همدردي ۾ نشي واري شي نه ڏيندو هجي. توڙي جو انهن جي علاج جو اصول به فرائيڊ جي "ٽرانفيرنس" واري اصول تي آهي، پر اهي دوائن سان گڏ مريضن جو نفسياتي علاج ڪري ان جي قوت ارادي کي مضبوط ڪندا آهن. ڇهه مهينا لاڳيتو رکڻ کان پوءِ ان کي موڪل ڏيڻ کان پوءِ به وقفي وقفي سان گهرائيندا رهندا آهن. لڳاتار ڪوشش جي ڪري انهن جو ڳاڻيٽو سٺو ۽ حوصلي وارو آهي، ليڪن ٻيهر عادي ٿيڻ وارن جو تعداد به ڪو گهٽ ڪونهي. ڇوته انساني ذهن کي رڳو ڳالهين سان بدلائي ڇڏڻ آسان ڪم نه آهي. ان جي لاءِ وسيع علم، تجربو ۽ اڻ ڪٽ وقت ۽ رقم جي

ضرورت هوندي آهي ۽ انهن سڀني ضرورتن کي پورو ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ڪونهي. حرص، بي اعتمادي ۽ احساس ڪمتريءَ جي ڪري انهن جا ارادا ڪمزور ۽ ڪنهن خواهش کي ختم ڪرڻ انهن جي وس جي ڳالهه ڪونهي.

مارفيا ۾ قاتل هڪڙي شخص هڪڙي ٻارڙي کي اغوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پڪڙجي پيو. پنج سال سزا لڳي ويس. جيل ۾ گهٽي سٺي اخلاق جو مظاهرو ڪيائين. نماز جي عادت به پئجي ويس. نشو ڇڏائجي ويس. جڏهن آزاد ٿي آيو ته آهستي آهستي نماز ڇڏائجي ويس. ڏاڙهي به ڪوڙايائين ۽ وري مارفيا ۾ شروع ٿي ويو. هڪڙي ڏينهن تمام گهٽي ينگ پيئڻ کان پوءِ مارفيا جي سُئي به هٽايائين ۽ مري ويو.

ان نوجوان ڪيس هلڻ ۽ سزا جي دوران ڇهه سالن تائين نشو نه ڪيو. پر جڏهن آزاد ٿيو ۽ پراڻا دوست مليا ته وري خراب عادت اختيار ڪرڻ ۾ ڪا مشڪل پيش ڪونه آيس. ڇوته ڪنهن به شخص ان کي نشي جي خلاف اسلام جي تعليم کان آگاهه نه ڪيو. ان کي مذهب سان لڳاءُ هيو. ان کي عبادت مان سڪون حاصل ٿيندو هو. ان جو خلوص اڻ واقفيت مطابق هو. مگر ان پنهنجي زندگيءَ کي ختم ڪرڻ کان پهريان اسان کي ڏيان ڏرڻ جي لاءِ جيڪا اهم ڳالهه ٻڌائي اها هي هئي ته جيترا ڏينهن اهو نماز پڙهندو رهيو ۽ ان اسلام جي علامت ڏاڙهي پنهنجي چهري تي سجائي رکي، ان ڪڏهن به نشي جي سئي نه هٽائي. پر جڏهن بڇڙن دوستن جي خراب صحبت وري برائي تي آماده ڪيو ته سڀ کان اڳ ۾ اسلامي ڳالهين کي ڇڏيائين.

نشي جي خلاف جديد علاج جي ناڪامي جو سڀ کان وڏو سبب اهو آهي ته اهي ماڻهو پاڻ شراب پيئڻ کي خراب نه سمجهندا آهن. انهن جي پاليسي جي مطابق هيروئن، ينگ ۽ آفيم خراب شيون آهن. ڳُڙ کائڻ ۽ ڀتاشن کان پرهيز واري اها ٻٽي پاليسي ڪڏهن به ڪامياب ٿي نٿي سگهي. بلڪ برطانيه ۽ فرانس کي اهو شرف حاصل آهي ته انهن چين کي ان ڳالهه تي مجبور ڪيو ته اهو انهن کان آفيم خريد ڪري.

جڏهن ته چيني حڪومت آفيم جو فصل لڳائڻ، وڪڻڻ ۽ استعمال کي ڏوهه قرار ڏئي ڇڏيو هو. ان جي برخلاف فرانس ۽ برطانوي واپارين هندوستان ۽ تبت جي ذريعي آفيم ڪٽي اچي چين ۾ زبردستي وڪڻڻ گهريو ٿي. پنهنجي ان قابل مذمت خواهش کي پورو ڪرڻ جي لاءِ انهن 1839ع ـ 42 ۾ ٽن سالن واري "آفيمي لڙائي" ڪئي ۽ فتح حاصل ڪري پوري چين کي آفيمي بڻائي ڇڏيائون. هاڻي به اهي پاڪستان کي مجبور ڪري رهيا آهن ته ڏوڏيءَ جي پوکائي بند ڪري، پر پنهنجي ملڪن ۾ هيروئين جي استعمال تي پابندي هڻڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا آهن.

هڪڙو دفعو آمريڪا به پنهنجي ملڪ ۾ شراب جي استعمال تي بندش وڌي هئي، ماڻهن ڳوٺن ۾ پاڻ شراب ٺاهڻ کان علاوه ڪئناڊا مان وٺي اچڻ جو رستو ڪڍيو. ڀارت ۾ بمبئي صوبي جي حڪومت به اهڙي قسم جا ناڪام منصوبا هلائي چڪي آهي.

سوال اهو پيدا ٿئي ٿو ته هڪڙي عام ماڻهوءَ کي توهان ڪهڙي سبب ڇئي سگهو ٿا ته اهو نشو نه ڪري. جيڪڏهن ان جي دل ڀنگ پيئڻ گهري ٿي ۽ توهان ان کي روڪڻ گهرو ته پوءِ توهان وٽ ان کي روڪڻ لاءِ ڪهڙو دليل آهي؟! جيڪڏهن اهو چيو وڃي ته اهو صحت لاءِ نقصانڪار آهي ته اتي به مسئلو سگريٽ وارو ٿي ويندو. هڪڙي طرف حڪومت اشتهار ٿي هلائي ته سگريٽ ڇڪڻ صحت لاءِ نقصانڪار آهي ۽ ٻئي طرف سگريٽ جي مشهوري جا اشتهار ۽ سگريٽ ٺاهڻ وارن طرفان راندين جا مقابلا سموري ڪوشش جو ٻيڙو غرق ڪري ڇڏين ٿا.

نشي جي نقصانن کي دنيا ۾ سڀني کان اڳ ۾ اسلام پڌرو ڪيو. هي اهو منفرد مذهب آهي جنهن چوڏهن سو سال پهريان اها اڳڪٿي ڪري ڇڏي هئي ته نشو ڪرڻ وارو شخص معاشري جو سٺو فرد ڪونهي. اسلام مسئلو پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ هر ماڻهوءَ کي نشي کان پرهيز ڪرڻ جي هدايت ڪئي. انساني نفسيات جي سڀني کان وڏي ماهر اسان جي آقا حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم نشي

وارين شين کي روڪڻ جي سلسلي ۾ جيڪي اهم قدم کنيا انهن جو مختصر خلاصو پڙهو.

هر نشي واري شي حرام آهي.

جنهن شي جو گهڻو مقدار نشو ڪري ان جو ٿورڙو وزن بہ حرام آهي.

نشو پاڻ ۾ جهيڙي، فساد ۽ دشمني جو سبب ٿئي ٿو.

جنهن نشو ڪيو اهو اهڙو ئي آهي جنهن الله کان سواءِ ڪنهن بت جي پوڄا ڪئي، اهو ڪافر آهي.

جنهن نشو ڪيو ۽ اهو توبهہ ڪرڻ کان سواءِ مري ويو تہ ان جو حشر مسلمانن سان نہ ٿيندو.

جنهن توبهہ ڪرڻ کان پوءِ پيهر نشو شروع ڪيو تہ قيامت واري ڏينهن الله ان کي دوزخين جي زخمن مان وهڻ واري پونء پياريندو.

نشو ڪرائڻ واري شي هرگز ڪنهن بہ بيماريءَ جو علاج ڪونهي. ان سان علاج نٿو ٿي سگهي، ڇو تہ نشي واري شي بذات خود بيماري آهي.

الله تعاليٰ ڪنهن بہ حرام شي ۾ شفاء نہ رکي آهي.

نشي وارين شين جي پوکائي کان وٺي ان جي تياري ۽ استعمال جي هر مرحلي ۾ ڪوبہ حصو وٺڻ وارو لعنتي آهي.

نشي وارين شين کي وڪڻي ڪمائي ڪائڻ وارو ايئن آهي جيئن اهو رنڊيءَ جي ڪمائي کائي رهيو هجي.

اسلام هڪڙو عملي ۽ قابل عمل مذهب آهي. ان جو بنياد، تعليم، فرض ۽ حق ساده، فائدي وارا ۽ آسان آهن. اهو ڪنهن کي منع ڪرڻ جي بدران فرد کي ان جي خلاف بنيادي طور تي تيار ڪري ٿو. اهو هر سال مسلمانن کي هڪڙي پوري مهيني جا روزا رکرائي انهن ۾ صبر جي ۽ خواهشن کي ڪنٽرول ڪرڻ جي تربيت ڪري ٿو. جڏهن هڪڙو شخص رمضان جو چنڊ ڏسڻ سان پنهنجي الله جي رضامندي حاصل ڪرڻ جي لاءِ پورو ڏينهن بکيو ۽ اڃيو رهي سگهي ٿو تہ پوءِ ڪيئن ممڪن آهي تہ جيڪڏهن ان کي سمجهايو وڃي تہ اهو نشو ڇڏي نہ سگهي. ڪنهن مسلمان مان نشي جي عادت ڇڏائڻ جي لاءِ ان کي ڪنهن اسپتال ۾ رکڻ ۽ اتي ننڊ وارين گورين ڏيڻ جي ضرورت نٿي

پوي. جڏهن ان کي سمجهائي قائل ڪيو وڃي ته اهو ڪنهن به گهڻي ڪوشش کان بغير ڪنهن وقت به بري عادت کي ڇڏي سگهي ٿو. جڏهن به ڪنهن مسلمان دل جي خلوص سان بري عادت کي پنهنجي الله جي حڪم جي تعميل ۾ ڇڏيو ان کي ڪڏهن به نشو ڇڏڻ ڪري تڪليف نٿي ٿئي، بڏتر جي حالت ۾ اهي هوندا آهن جن ۾ ايمان جي پختگي نه هوندي آهي.

جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي الله ۽ ان جي رسول جي حڪمن ۽ هدايت کي بڌڻ کان پوءِ به نشي کان باز نه اچي يا ان کي الله جي ذڪر سان به دلي سڪون حاصل نه ٿئي، ان کي نماز سان خود اعتمادي حاصل نه ٿئي ته اهو بدنيتي ۾ مبتلا آهي، جنهن جي سزا جسماني طور تي ڏيڻ گهڻي ڪامياب ٿيندي آهي. عهد رسالت ۾ نشو ڪرڻ وارن کي 20 کان 40 ڪوڙا هنيا ويندا هيا. خلفاء راشدين جي دور ۾ سزا تي نظرثاني جي دوران اهو ڏٺو ويو ته نشي ۾ بيهودي بڪواس، وقلڻ، گنديون حرڪتون ڪرڻ لازمي نتيجو آهن. انهيءَ ڪري حضرت علي عليه السلام جي مشوري تي شرابين کي گنديون حرڪتون ڪرڻ جي سزا ۾ 80 ڪوڙا هڻڻ جو فيصلو ٿيو ۽ اها سزا اهڙي ڪارائتي رهي جو انهن جي ايڏي وڏي سلطنت ۾ نشو ڪڏهن به مسئلو ٿي نه سگهيو.

# اسلام ۾ خودڪشي

جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجن هٿن سان پنهنجي زندگي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ ان جو اهو عمل خودڪشي چيو ويندو آهي. اهو فعل قانون جي حوالي سان ڏوهہ آهي، پر دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن اهو پنهنجي زندگي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي تہ ان تي مري وڃڻ جي ڪري ڪيس نٿو هلي سگهي، باقي جيڪڏهن بچي وڃي تہ اهو عمل قانون ۾ خودڪشي جي ڪوشش زير دفعہ 308 تعزيرات پاڪستان جي تعريف ۾ اچي سال تائين سخت پورهيي سان قيد جو حقدار آهي. عام حالت ۾ خودڪشي مان مراد پنهنجي جان وٺڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪرڻ آهي. پر عمرانيات جا ماهر هن عمل کي ان تعريف ۾ شامل ڪرڻ پسند ڪن ٿا، جنهن ۾ ڪوئي شخص زندگي جي دوران اهڙيون ڳالهيون ڪري ٿو جنهن سان ان جي صحت، تندرستي يا جان کي ڪو خطرو لاحق ٿي سگهي ٿو. جيئن اهو ڄاڻندي بہ تہ موٽر سائيڪل کي تيز هلائڻ حادثي جو سبب ٿي سگهي ٿو، پر جڏهن بہ اهو تيز رفتاريءَ سان گڏ ڪڏهن هٿ ڇڏي ۽ ڪڏهن ٻيا خطرناڪ ڪرتب ڏيکاري ٿو تہ اهو خودڪشي ڪرڻ وارو قدم کڻي ٿو. ان جي سڀ کان بهترين تعريف ۾ قرآن شريف ڳالهہ جي وضاحت ڪندي انهن سڀني عملن جي منع ڪري ڇڏي جنهن جي نتيجي ۾ جان وڃڻ جو انديشو موجود هجي.

"وَاَنْفِقُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللهِ وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ" (البقره: 195)

معنيٰ: ۽ الله جي واٽ ۾ مال خرچ ڪريو ۽ پاڻ کي پنهنجي هٿن سان هلاڪت ۾ نہ وجهو ۽ چڱائي ڪندا ڪريو.

صحت جي عالمي اداري خودڪشي جي تعريف ۾ هر ان قدم يا ڪوشش کي شامل ڪيو آهي جنهن جي نتيجي ۾ ڪو پنهنجي جان کي خطري ۾ وجهي ٿو يا نقصان پهچائي ٿو. خودڪشي اڄوڪو مسئلو

ڪونهي بلڪ اهو شروع کان ئي انسانيت جي لاءِ تڪليف ڏيندڙ حقيقت جي صورت ۾ موجود رهيو آهي. جڏهن اهڙي قسم جو ڪو واقعو ٿئي ٿو ته هر شخص کي افسوس ٿيڻ گهرجي ته هڪڙي قيمتي جان ضايع ٿي وئي. پر ڪجهه معاشرا اهڙا آهن جن ۾ ان کي خوشي ۽ عزت جي ڳالهه سمجهيو وڃي ٿو. پنهنجو پاڻ کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪنهن به حالت ۾ تندرست ذهن جو فيصلو ڪونهي هوندو. پر دنيا جي پوري تاريخ ۾ ڪنهن مذهب يا معاشري ان حوالي سان ڪائي واضح ۽ چٽي ڳالهه ڪونه ڪئي آهي. توريت ۽ انجيل ۾ ان سلسلي ۾ ڪائي واضح هدايت موجود ڪونهي، بلڪ توريت مقدس ۾ چار اهڙا واقعا ملن ٿا جن ۾ ملوث ماڻهن حالتن جو مقابلو ڪرڻ جي بجاءِ موت کي پاڪر پاتو. فراريت جو اهو تصور يوناني فلسفي وارن وٽ به ملي ٿو. يهودين ۽ عيسائين جا مذهبي عالم ان جي مذمت ته ڪن ٿا پر انهن وٽ نه ته ان کي خراب چوڻ جي ڪا سَنَد آهي ۽ نه انهن جي مذهب ۾ ان کي روڪڻ جو ڪو طريقو ملي ٿو.

اسلام دنيا جو پهريون نظام حيات آهي جنهن ۾ خودڪشي ڪرڻ واري کي حرام موت جو ڏس ڏنو ويو. اسلام نه صرف خودڪشي ڪرڻ کي ناجائز ۽ ڪرڻ واري کي جهنمي قرار ڏنو بلڪ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم انهن مڙني سببن تي ڌيان ڏنو ۽ حل ٻڌايو جن جي نتيجي ۾ ڪوئي خودڪشي جو خيال ڪري سگهي ٿو. انهن جي مڪمل ۽ جامع تعليم جو اهو اثر ٿيو ته ڪوئي سچو ۽ مخلص مسلمان زندگي مان ڪڏهن به ايترو مايوس نه ٿيندو آهي جو ان کي خودڪشي ڪرڻي پوي. ان جي برخلاف مذهبي رجحان ئي خودڪشي جو سبب ٿيندا آهن. هندو مذهب ۾ موت زندگيءَ جي پڄاڻي ڪونهي بلڪ مرڻ واري جو روح مٽي وڃڻ جي بدران ڪنهن ٻي شڪل ۾ دنيا ۾ واپس اچي وڃي ٿو. چڱا ۽ نيڪ عمل ڪرڻ واري جو روح ڪنهن سٺي شڪل ۾ واپس ايندو آهي، جڏهن ته ماڻهن کي تنگ ڪرڻ وارن جا روح گڏهه، گهوڙي يا ڪتي جي شڪل ۾ واپس ايندا آهن. جوڻ متائڻ جو اهو مسئلو عملن جو ڦل هوندو آهي. ان نقطه نظر کان ڪنهن هندوءَ

جي لاءِ خودڪشي ڪرڻ ۾ ڪا ڳالهه رڪاوٽ نٿي ٿئي. ڇو ته ان کي جلدي دنيا ۾ واپس موٽي اچڻو آهي. مگر ان جي باوجود مذهب جي نالي تي يا خاندان جي عزت وڏائڻ جي لاءِ مڙس جي لاش سان گڏ خوشيءَ سان سڙي وڃڻ واريون عورتون مشڪل کو پنهنجي خوشيءَ سان جان ڏينديون آهن. انهن کي آئنده جي اذيتناڪ ۽ بي رنگ زندگي جي دهشت ۾ مبتلا ڪرڻ کان پوءِ پنگ پياري مڙس جي لاش سان گڏ وٺي ويندا آهن ۽ اڪثر ڪري ٻرندڙ باهه ۾ ڌڪو ڏنو ويندو آهي. حال ۾ بيڪانر جي هڪڙي عورت کي شراب پياري زبردستي باهه ۾ اڇلائڻ تي ماڻهن تي ڪيس هلايو ويو.

آمريڪا ۾ هڪڙي سوامي ماڻهن کي مڪتي يا نرواڻ ۽ دلي سڪون جو ڏتو ڏئي هڪڙو ڳوٺ وسايو جتي انهن کي جنسي ڇڙواڳي سان گڏ نشي وارين شين جو کلم کلا استعمال سيکاريو. جڏهن ان کي معلوم ٿيو ته پوليس ان جي چوڌاري گهيرو تنگ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو فحاشي پکيڙڻ ۽ نشي واريون شيون وڪڻڻ جي ڏوهه ۾ پڪڙجڻ وارو آهي ته ان پنهنجي پيروڪارن کي گڏ ڪري عذابِ خداوندي، جهنم ۽ ٻيون ڳالهيون ٻڌائي پڌرو ڪيو ته جيڪڏهن سڀئي ماڻهو اڄ رات خودڪشي ڪري ڇڏين ته اهي يقينن جنت ۾ ويندا. تنهن ڪري ٻئي ڏينهن 800 عورتن ۽ ٻارن ٻالتين ۾ زهر ملائي پيتو ۽ عذاب جي خوف کان ۽ جنت جي لالچ ۾ پنهنجي مرشد سميت خودڪشي ڪري ڇڏي.

## خودڪشيءَ جي عالمي صورتحال:

دنيا جي هر ملڪ ۾ هر دور ۾ عمرانيات سماجي ڀلائي ۽ نفسيات جي ماهرن خودڪشي تي تحقيق ڪئي آهي. ماڻهو ان جي سببن کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن ۽ انگن اکرن جي ذريعي اهو ڄاڻڻ جي محنت ٿيندي رهي آهي ته خودڪشي ڪير ڪندا آهن، ڪڏهن ڪندا آهن ۽ ڪيئن ڪندا آهن. انهن ۾عمر ۽ جنس جو تناسب ڪيترو هوندو آهي؟

فرانس جي هٿياربند فوجن جي هرهڪ لک جوانن ۾ سال به سال خودڪشي جي شرح وڌندي رهي آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته عام

شهرين جي مقابلي ۾ فرانسي فوج ۾ خودڪشي جو شوق گهٽ آهي.
انگن اکرن جي لحاظ کان حيرت جي ڳالهه اها آهي تہ جڏهن فساد ۽ عالمي لڙاين دوران ماڻهن جي جان مصيبت ۾ هوندي آهي تہ انهن ڏينهن ۾ خودڪشي جا واقعا گهٽ ٿيندا آهن. مثال طور، آمريڪي خانہ جنگي جي ڏينهن ۾ خودڪشي جي شرح ۾ 24 سيڪڙو گهٽتائي اچي وئي. 1844ع ۾ آسٽريا ۽ اٽلي جي وچ ۾ لڙائي جي دوران ان شرح ۾ 19 سيڪڙو گهٽتائي آئي. پهرين مهاڀاري لڙائي دوران يورپي ملڪن ۾ خودڪشي ۾ گهٽتائي جي شرح هي هئي.

| | |
|---|---|
| فرانس | 39 سيڪڙو |
| آمريڪا | 36 سيڪڙو |
| انگلستان | 25 سيڪڙو |
| سويڊن | 30 سيڪڙو |
| سئزرلئنڊ | 46 سيڪڙو |

دلچسپ ڳالهه هي آهي تہ سويڊن ۽ سئزرلئنڊ ان لڙائي ۾ شامل ڪونہ هيا، مگر جنگ جي دهشت ماڻهن ۾ خودڪشي جي رجحان کي گهٽ ڪري ڇڏيو يا زندگيءَ جي غيريقيني صورتحال کي سامهون رکندي انهن ڏينهن ۾ ماڻهو الله کي پڪاريندا رهيا ۽ اهڙي طرح انهن جي دماغن ۾ فاسد خيالن کي پذيرائي ڪونہ ملي.

جرمني ۾ يهودين جي نسل ڪشي جي مهم دوران ڪلاس منان نالي يهودي پهريان جرمني ۾ پوءِ فرانس ۾ ۽ فرانس جي شڪست کان پوءِ جان جوکم سان آمريڪا پهتو. جڏهن اتي اهو خطرن کان محفوظ ٿي روزگار سان لڳي ويو تہ ان خودڪشي ڪري ڇڏي. ٻارهن سالن تائين لڪندو ۽ جان بچائيندو رهيو مگر جڏهن خطرا ٽري ويا ۽ اطمينان واري زندگي نصيب ٿي تہ ان خودڪشي ڪري ڇڏي.

جڏهن فلسطين ۾ يهودين جي آبادڪاري شروع ٿي تہ عربن ان مصيبت جي طوفان خلاف احتجاج ڪيو فلسطين جي مفتي اعظم جي اڳواڻي ۾ هٿياربند لڙائي جي شروعات ٿي. عربن يهودي آبادين تي حملا ڪيا ۽ برطانوي فوج انهن کي بچائڻ تي مقرر رهي. ان قبضي جي دوران

يافہ جي يهودي علائقي ۾ هڪڙي سال جي پوري عرصي ۾ خودڪشي جو هڪڙو بہ واقعو ڪونہ ٿيو. جرمني ۾ جڏهن انهن جي ڪن مهٽ ڪئي پئي وئي تہ ڳوٺن ۾ خودڪشي جي شرح ۾ 10 سيڪڙو گهٽتائي اچي وئي.

صحت جي عالمي اداري 1968ع ۾ پوري دنيا جي ملڪن ۾ خودڪشي جا انگ اکر گڏ ڪري هڪڙي خصوصي دستاويز جي صورت ۾ ڇاپيو آهي، جنهن ۾ پيٽ ڪندي هر ملڪ ۾ هرهڪ لک جي تناسب سان خودڪشي ڪرڻ وارن جو تعداد بيان ڪيو ويو آهي. ان پيٽ ۾ اهم ترين ڳالهہ اها آهي تہ ان ۾ صرف 17 ملڪن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هي اهي ملڪ آهن جتي خودڪشي ڪرڻ وارن جو تعداد گهٽو آهي. پر اهڙو ڪوبہ ملڪ ڪونهي جيڪو مسلمان سڏرائيندو هجي يا جتي مسلمانن جي آبادي 50 سيڪڙو ڪان وڌيڪ هجي. مسلمانن جا اهڙا ملڪ بہ آهن جتي اسلام نالي ماتر آهي يا اهي مسلمان هجڻ باوجود سيڪيولر سڏرائڻ پسند ڪن ٿا، پر انهن ۾ ڪوبہ اهڙو ملڪ شامل ڪونهي جنهن ۾ خودڪشي جي شرح ٻڌائڻ لائق هجي. اسرائيل ۾ خودڪشي جا انگ اکر صرف انهن علائقن سان تعلق رکن ٿا جن ۾ مسلمان آباد ڪونهن. حالانڪ اسرائيل جي قبضي ۾ آيل بيت المقدس، رملا ۽ غازا جي علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي پر اتي ماڻهو خودڪشي نہ ڪندا آهن.

ان فهرست ۾ پاڪستان، ايران، افغانستان ۽ سعودي عرب جا ملڪ بہ ڪونهن. پاڪستان ۾ خودڪشي ٿيندي آهي پر ان جي شرح ايتري ٿوري آهي جو 1989ع ۾ لاهور ۽ ان جي پسگردائي ۾ ان قسم جا صرف 47 واقعا ٿيا ۽ انهن مان هر واقعو جيئن تہ عجيب هو انهيءَ ڪري اخبارن جي زينت بڻيو. جيڪڏهن ڳوڙهائي ۾ جاچ ڪجي تہ انهن 47 مان گهٽ ۾ گهٽ 20 اهڙا هوندا جتي ماڻهن پنهنجي هوشياريءَ سان قتل کي خودڪشي ذريعي موت جو سبب بڻايو هوندو. اسان جي ذاتي علم ۾ ڪجهہ اهڙا واقعا موجود آهن جتي موت جو سبب اهو مشهور ڪيو ويو تہ فوتي پنهنجي جسم تي پيٽرول يا گاسليٽ هاري باهہ ڏني، جڏهن تہ ان تي باقاعده تيل هاري باهہ ڏني وئي هئي. هڪڙي

عورت جي جسم تي نہ صرف تيل هاريو ويو بلڪ ان جي جسم تي گرم استري گهمائي وئي هئي.

خودڪشي ڪرڻ وارن جي ان پيٽ واري جائزي ۾ دلچسپي جي هڪڙي اهم ڳالهہ هي آهي تہ جيڪي ملڪ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ شامل هيا انهن ۾ خودڪشي ڪري پاڻ کي مارڻ وارن جو تعداد انهن ملڪن جي پيٽ ۾ گهٽ هو جيڪي غير جانبدار ۽ لڙائي ۾ شامل ڪونہ هيا. جاپان کان سواءِ, چوتہ جاپان ۾ خودڪشي ڪرڻ کي هڪڙو وقار وارو عمل بہ سمجهيو ويجي ٿو. پر اها عزت صرف وڏي طبقي وارن جي لاءِ مخصوص آهي. شڪست ٿيڻ تي ڪوئي جرنيل خودڪشي ڪري تہ جڻ ان پنهنجي عزت ۽ وقار کي بحال ڪري ڇڏيو. البتہ شهنشاهہ جي موت تي جيڪڏهن ملڪ جا 500 ماڻهو مرڻ پسند ڪن يا صلح جي شرمناڪ معاهدي جي سوڳ تي ڪوئي سڙي مري تہ ان عزت افزائي جي لاءِ عهدي جي ضرورت ڪونهي هوندي.

1942ع ۾ يوناني ڇاپا مارن خلاف ڪارروائي جي دوران نازي فوجين هڪڙي ڳوٺ جو گهيراءُ ڪيو. ڳوٺ وارن نازين جي هٿان مرڻ جي بدران هڪڙي هنڌ گڏ ٿي خوب شراب پيتو ۽ پوءِ بدڪردارين ۾ مبتلا ٿي سڙي مئا. 1220ع ۾ چنگيز خان بخارا فتح ڪيو تہ اتي قتلام ڪيائون. تاتارين عورتن کي ڪلم ڪلا ماڻهن سامهون ذليل ڪيو. شهر ۾ قتل ۽ ڦرلٽ ۽ عزت لٽجڻ جي ان اجتماعي ذلت جي شرمندگي ۾ شهر جي رئيسن مان رڪن الدين امام زاده ۽ صدرالدين خان کان علاوه گهڻن ئي معزز ماڻهن خودڪشي ڪري ڇڏي. لڙاين کان پوءِ اهڙي قسم جي صورتحال جي باري ۾ دهشت ۽ بربريت جي انهن مظاهرن جي ڳالهہ جي واضح نشاندهي صديون اڳ قرآن شريف هيئن ڪئي.

"اِنَّ الْمُلُوْكَ اِذَا دَخَلُوْا قَرْيَةً اَفْسَدُوْهَا وَجَعَلُوْٓا اَعِزَّةَ اَهْلِهَآ اَذِلَّةً " (نمل: 34)

معنيٰ: بيشڪ بادشاهہ جڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾ داخل ٿيندا آهن تہ ان کي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان جي رهاڪن جي عزت کي ذليل ڪندا آهن.

تاريخ ۾ اها صورتحال نئين ڪونهي. توريت مقدس ۾ ذڪر ٿيل آهي:

تڏهن ڪنهن عورت جنڊ جو پُڙ ابي ملڪ جي مٿي تي اڇلايو ۽ ان جي کوپري ڀڃي ڇڏيائين. تڏهن ابي ملڪ هڪڙي جوان کي سڏي جيڪو ان جا هٿيار کڻڻ وارو هو چيو تہ پنهنجي تلوار هٽي مون کي قتل ڪري ڇڏ تہ جيئن منهنجي لاءِ ماڻهو اهو نہ چون تہ ان کي هڪڙي عورت ماري وڌو. سو ان جوان ان کي ڪپي ڇڏيو ۽ اهو مري ويو. (قضاة: 56 / 53 ـ 9).

ابي ملڪ پنهنجي ڪوڙي وقار کي قائم رکڻ جي لاءِ پاڻ کي قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙي طرح ٻي ڳالهہ سائول بادشاهہ جي آهي. جڏهن فلستيَن هڪڙي ڏينهن ۾ ان جا تي پٽ ماري ڇڏيا تہ اهو حوصلو هاري ويٺو.

تڏهن ان پنهنجي هٿيار بردار کي چيو تہ پنهنجي تلوار ايپي ڪر ۽ ان سان مون کي ڪپي ڇڏ. ائين نہ ٿئي جو اهي ڪميڻا اچن ۽ مون کي ڪپي بي عزت ڪن. پر ان جي هٿيار بردار ائين ڪرڻ نہ گهريو. ڇوتہ اهو ڊڄي ويو. انهيءَ ڪري سائول پنهنجي تلوار ڪنئي ۽ پنهنجي پيٽ ۾ ڪپائي ڇڏيائين. جڏهن ان جي هٿيار بردار ڏٺو تہ سائول مري ويو تہ ان ٻہ پنهنجي تلوار پيٽ ۾ ڪپائي ڇڏي ۽ ان سان گڏ مري ويو. (سيموئيل 6 ـ 4: 31)

انهن ٻنهي جاين تي زخم جي اذيت ۽ شڪست جي احساس ڇڳن ڀلن جابر حڪمرانن کي عاجز ڪري ڇڏيو ۽ اهي مقابلو ڪرڻ جي بجاءِ پاڻ کي مارڻ تي مجبور ٿيا. حوصلو وڃائڻ وارن انهن ماڻهن جي همت ٻڌرائڻ جي لاءِ قرآن شريف لڙائي ۾ ماڻهن جي عددي طاقت جي پيٽ جو گهٽو سنو مثال ڏنو آهي:

"كَمْ مِّنْ فِئَةٍ قَلِيْلَةٍ غَلَبَتْ فِئَةً كَثِيْرَةً ۢ بِاِذْنِ اللّٰهِ وَاللّٰهُ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ﴿٢٤٩﴾"

(البقره: 249) معنيٰ: ڪيترا ڀيرا ننڍيون جماعتون الله جي حڪم سان وڏين جماعتن تي غالب ٿيون آهن ۽ الله صبر ڪرڻ وارن سان گڏ آهي (٢٤٩)

ان آيت جي سچائي جو سڀ کان پهريون مثال نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ آهن جو مخالفن طرفان تڪليفون ڏيڻ کان تنگ ٿي الله جي حڪم سان پنهنجو گهرٻار ۽ شهر ڇڏي ڪنهن مال

ملڪيت کان سواءِ مڪي مان هجرت ڪري ويا مگر حوصلو ڪونہ هاريائون. آخر هڪڙو ڏينهن آيو جڏهن اهي ان شهر ۾ فاتح جي حيثيت ۾ داخل ٿيا ۽ انهن ماڻهن کان ظلمن جو بدلو وٺڻ بدران اعلان ڪيو:

"اج توهان کان ڪوبہ بدلو نہ ورتو ويندو."

محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مشن محبت، رحمدلي ۽ درگذر ڪرڻ سان گڏ وقار واري زندگي بہ هو. پاڻ سڳورا قتل، ڦرلٽ، ماڻهن کي اذيت ڏيڻ، اغوا ۽ عزت لٽڻ وارن خراب ڪمن کي ختم ڪرڻ آيا هيا. البت، جڏهن بہ انهن تي لڙائي جي اڳرائي ڪئي وئي تہ پوءِ ان ۾ فتح ۽ شڪست جي پرواهہ نہ ڪندي الله تي ڀروسو ڪري مقابلي لاءِ نڪري پيا. انهن دشمن جي ڳاڻاٽي جي گهٽائي ۽ برتري کي ڪنهن ليکي ۾ ئي ڪونہ آندو. جڏهن پاڻ سڳورن کي ابي ملڪ ۽ سائول بادشاهہ جهڙين حالن کي منهن ڏيڻو پيو تہ انهن جو فيصلو جرئت وارو هو.

هڪڙو مسلمان جنگ ۾ وڏي بهادري سان وڙهي رهيو هو ۽ ماڻهو ان جي جرئت کي داد ڏئي رهيا هيا تہ اهو شديد زخمي ٿي پيو. زخم جي دهشت ۽ سور کان پريشان ٿي ان پنهنجي ئي تلوار پنهنجي پيٽ ۾ کپائي پاڻ کي ماري ڇڏيو. ان شخص وٽ پاڻ کي مارڻ جو معقول سبب موجود هو پر ان فوج جي سپهہ سالار ۽ اسان جي آقا ڪنهن مسلمان جي لاءِ تڪليف جي آڏو هٿيار ڦٽي ڪرڻ واري فراريت کي پسند نہ ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ان جي موت کي حرام موت قرار ڏنو. ڇوتہ زندگيءَ جهڙي عظيم نعمت کي ضايع ڪرڻ اسان جي اختيار ۾ ڪونهي.

ان جي برخلاف ابوجهل کي قتل ڪرڻ وارن ڇوڪرن مان هڪڙي جي اڌ ٻانهن لڙائي ۾ ڪپجي وئي ۽ ڇوڪري پنهنجي ان لڙڪندڙ ٻانهن کي پير جي هيٺان رکي ان کي ڪپي بدن کان جدا ڪري وري لڙائي شروع ڪري ڇڏي. زندگي ۽ موت الله جي هٿ ۾ آهي. ڪنهن کي خبر تہ ڪهڙي وقت ساهہ پورو ٿي وڃي. دڙڪن بند ٿي وڃي ۽ علاج ڪرڻ وارا مايوس ٿي وڃن تہ الله پوءِ بہ زندگي موٽائي ڇڏي، انهيءَ ڪري اميد لاهڻ الله تي عدم اطمينان ڪرڻ جي برابر آهي.

خودڪشيءَ جي خلاف اسلام جي تعليم جو هڪڙو اهم حصو حالتن جو مقابلو ڪرڻ آهي. جڏهن حضرت بلال رضہ کي تپندڙ واريءَ تي گِهليو ويندو هو يا حضرت خبيب رضہ کي اذيتون ڏيڻ کان پوءِ ڦاسي ڏيڻ لڳا تہ انهن آخري گهڙين ۾ بہ پنهنجي موقف ۾ ڪا تبديلي نہ ڪئي ۽ اهي هر مصيبت جو مڙسي سان مقابلو ڪندا رهيا. اسلام جي تعليم اها ئي آهي تہ حالتن جو مقابلو ڪيو وڃي ۽ انهن جي آڏو عاجز ٿيڻ يا هٿيار ڦٽي ڪرڻ ڪنهن مسلمان جي شان واري ڳالهہ ڪونهي.

تاريخ جي هر دور ۾ فاتح فوج قبضي ڪيل ملڪ ۾ دهشت ۽ بربريت جا ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. پري ڇو وڃجي، جرمني کي ختم ڪرڻ وارين مهذب قومن بہ اهوئي ڪيو جيڪو چنگيز خان ۽ هلاڪو خان ڪندا آيا آهن. بيوس عورتن کي ذليل ڪرڻ، مائرن جي رضامندي حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن جي معصوم ٻارڙن کي قتل ڪرڻ جرمني ۽ جاپان ۾ هڪجيترو ڪيو ويو. مقبوضہ ڪشمير ۾ ڀارتي فوجين جو عمل ماضي جي واقعن کان مختلف ڪونهي. جاپان ۽ جرمني ۾ قتلام جي رهي سهي ڪسر هڪڙِي نام نهاد عدالت جي ذريعي پوري ڪئي وئي، جنهن هر ملزم کي موت جي سزا ٻڌائي. جن ۾ ٿوري بہ آڪڙ هئي انهن دشمن جي هٿان قتل ٿيڻ جي بدران خودڪشي کي ترجيح ڏني. جيئن فيلڊ مارشل هرمن گوئرنگ ڦاسي تي لٽڪڻ بدران زهر کائي پاڻ کي ختم ڪيو.

انسان جڏهن حالتن کان مايوس ٿيندو آهي تہ پنهنجو پاڻ کي ختم ڪرڻ جو سوچيندو آهي. شڪست جي اعتراف جي اها خراب صورت صدين کان جاري آهي ۽ اڪثر جاين تي ماڻهن ان کي پسنديدگي جي نظر سان ڏٺو. جيئن ڪا هندو عورت بيوهہ واري زندگي گذارڻ بدران مڙس جي لاش سان گڏ سڙي مرندي آهي تہ ان کي وڏن سٺن لفظن ۾ ياد ڪيو ويندو آهي. جڏهن ڪو جاپاني جرنيل شڪست ٿيڻ تي پيٽ ۾ تلوار ڪپائي ڇڏيندو آهي تہ ان جي وقار ۾ اضافو ٿي ويندو آهي. اهي ماڻهو جڏهن مصيبت يا ڏاڍ جي مقابلي ۾ پاڻ کي اڪيلو ڏسندا آهن تہ فرار جي لاءِ پاڻ کي مارڻ جو سوچيندا آهن. ان

جي مقابلي ۾ اسلامي تعليم جو عڪس حضرت عبدالله بن زبير رضہ ۾ ڏسو. حجاج بن يوسف مڪي جو گهيراءُ ڪيو. ان جا ساٿي ساٿ ڇڏي ويا ۽ دشمن جي مقابلي ۾ اڪيلو رهجي ويو تہ لڙائي جي ميدان ۾ وڃڻ کان اڳ ۾ پنهنجي امڙ اسماء بنت ابوبڪر رضہ سان الوداعي ملاقات ڪيائين.

ماءُ جڏهن ڀاڪر پاتس تہ محسوس ڪيائين تہ پٽ قميص جي هيٺان لوهہ جي زرهہ پاتي آهي. ماءُ چيو: "عبدالله! هي ڇا آهي؟ تون دشمن سان وڙهڻ لاءِ وڃي رهيو آهين ۽ مرڻ کان ايترو ڊڄين ٿو. جيڪڏهن تون حق تي آهين تہ ساٿين جو تعداد ڪوئي اهميت نٿو رکي.

عبدالله رضہ جواب ڏنو تہ مان مرڻ کان تہ ڪونہ ٿو ڊڄان. البت، هاڻي مان اڪيلو رهجي ويو آهيان. مون کي انديشو آهي تہ دشمن مون کي قتل ڪري منهنجي لاش کي بگاڙي ڇڏيندا.

ماءُ چيو: عبدالله! ٻڪري جڏهن ذبح ٿي وڃي تہ ان جا چاهي ڪباب ٺاهيا وڃن يا شوربو ٺهي، ان سان ان کي ڪو فرق نٿو پوي.

عبدالله بن زبير رضہ اڪيلو وڙهيو. قتل ٿي ويو. مرڻ کان پوءِ ان جي لاش کي ڪعبي سان لٽڪايو ويو. پر ان نہ تہ ڀڄڻ جو سوچيو ۽ نہ دشمن جي اڳيان هٿيار ڦٽي ڪيا ۽ نہ وري دشمن جي هٿان مرن بدران خودڪشي جو خيال ڪيو.

اسلام اها تعليم ڏئي ٿو تہ جيڪڏهن فتح ڪيل علائقي جي ڪنهن مسلمان عورت جي گهر ۾ دشمن گهري اچن ۽ ان جي لڄ لٽڻ جي ڪوشش ڪن تہ اها ڪوٺي تي چڙهي ٽپو ڏيڻ يا کوهہ ۾ ٻڏي مرڻ جي بدران ڪاتي ڪڍي انهن تي حملو ڪري. ان جي لاءِ عزت واري ڳالهہ اها آهي تہ اها دشمن جي سنگينن سان زخمي ٿي مري. ان ڪوشش ۾ اها دشمن کي اهو ٻڌائي ڇڏيندي تہ هن قوم جون عورتون رڍون ٻڪريون ڪونہ آهن، اهي وڙهندي مرڻ پسند ڪنديون آهن. اهڙي قسم جي مقابلن ۾ ٻہ چار عورتون تہ ضرور مارجي وينديون پر دشمن کي خبر پئجي ويندي تہ انهن تي هٿ کڻڻ سان پنهنجي جان کي بہ خطرو ٿي

سگهي ٿو ۽ ايئن دشمن ہين گهرن ۾ وڃڻ جي همت نہ ڪندو. اسلامي ڏاهپ ۾ دهشت زده ٿي پاڻ کي مارڻ بزدلي آهي. دشمن جي هٿان مرڻ شهادت آهي ۽ ان جو بدلو جنت الفردوس آهي.

انگلستان ۾ دستور هو تہ جيڪڏهن ڪو سزايافتہ ڏوهي پنهنجي بي گناهي تي اصرار ڪري تہ اهو عدالت کان مرڻ گهڙي تائين مقابلو ڪرڻ جي رعايت طلب ڪري سگهي ٿو. ڏوهي جي درخواست کان پوءِ عدالت ان سان مقابلو ڪرڻ وارو مقرر ڪندي هئي ۽ “ڪئنن لا” (Canon Law) موجب اهو مقابلو موت تي ختم ٿيندو هو. جيڪڏهن ڏوهي بچي ويندو هو تہ ان کي ڇڏي ڏيندا هيا. جڏهن تہ نفسياتي ماهرن ان مقابلي يا وقار جي حفاظت جي للڪار يعني “ڊيوئل” (Duel) کي بہ خودڪشي قرار ڏنو آهي.

خودڪشيءَ جو روايتي طريقو آهي تہ هڪڙو شخص محسوس ڪندو آهي تہ معاشرو ان سان انصاف نٿو ڪري. اهو مايوس ٿي يا ماڻهن کي پنهنجي ايمانداري ۽ سچائي جي اظهار لاءِ مرڻ جو ارادو ڪري ٿو. ان غرض سان اهو عام طور تي پنهنجي خيالن جو اظهار هڪڙي خط جي صورت ۾ ڪندو آهي ۽ پوءِ زهر پيئندو آهي يا ڦندو لڳائيندو آهي. انگلستان جي شهر شيفليڊ جي ڊاڪٽرن جي تعاون سان اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ ڪيترا ماڻهو اصل ۾ خودڪشي جي ڪوشش ڪندا آهن. جيئن تہ ڪوشش ڪرڻ وارو جيڪڏهن زنده بچي وڃي تہ ڳالهہ لڪائي ويندي آهي. جيئن لاهور جي هڪڙي مشهور اداڪارا نند جون تمام گهڻيون گوريون کائي پاڻ کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. بروقت علاج ٿيڻ ڪري اها بچي وئي مگر ان جي خلاف خودڪشي ڪرڻ جو ڪيس داخل نہ ٿي سگهيو جو قانون جو پيٽ ڀرڻ لاءِ ڪا وضاحت يا بهانو ناهيو ويو.

شيفليڊ جي سروي ۾ اهڙن سيني واقعن کي جڏهن گڏ ڪيو ويو تہ معلوم ٿيو تہ پنجن لکن جي ان آباديءَ ۾ خودڪشي جا جيترا ڪيس ٿاڻن تي داخل ٿيا حقيقت ۾ خودڪشي جي ڪوشش ڪرڻ وارا انهن کان ڏهون تي وڌيڪ آهن. اهڙن قسمن جي مشاهدن سان لاس اينجلس

۽ جنيوا مان معلوم ٿيو تہ خودڪشي ڪرڻ وارن جو تعداد اصل ۾ گهٽ هوندو آهي. بروقت معلوم ٿي وڃڻ ڪري اڪثر کي بچايو ويندو آهي يا گهٽن جو اهو بہ خيال هوندو آهي تہ ماڻهو اسان کي بچائي وٺندا. البت، انهن جو احتجاج واضح ٿي وڃڻ تي ماڻهو انهن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندا.

مشهور آمريڪي اداڪارا مارلين منرو ڪڏهن ننڊ جون تمام گهڻيون گوريون کائي خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪندي رهندي هئي. گوليون کائي اها ڪنهن کي گهرائي وٺندي هئي ۽ بچي ويندي هئي. هڪڙو دفعو گهر ۾ اڪيلائي دوران ان گوريون کاڌيون ۽ پوءِ جسم ۾ طاقت نہ رهي. ٽيليفون ڪنيائين پر ڳالهائڻ جي مهلت ڪونہ مليس، ايئن مري وئي.

خودڪشي ڪرڻ وارن گهڻن ماڻهن کان اسان بہ پڇيو آهي. انهن ۾ 8 يا 10 سيڪڙو اهڙا هيا جن واقعي پاڻ کي مارڻ گهريو ٿي، ورنہ اڪثر صرف تڪليف مان گذرڻ يا ٻين کي پنهنجي مرڻ جي ارادي کان خبروار ڪرڻ تائين محدود هيا. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ مارلين منرو وانگر ڌمڪي اصليت جي شڪل اختيار ڪري وجي ۽ موت اچي وڃي.

لاهور ۾ هڪڙو نوجوان شادي جي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ساهرن جي گهر ۾ ڳلو ڪپجڻ ڪري مري ويو. ان جي مائٽن جو خيال هو تہ ڇوڪري جي ڪنوار ڪنهن شخص جي مدد سان ان کي ڪُنو آهي. ڪنوار گهڻي عرصي تائين قيد ۾ رهي، آخر عدالت ان کي آزاد ڪري ڇڏيو.

## خودڪشيءَ جا طريقا:

پنهنجو پاڻ کي مارڻ ۽ ان عمل جي دوران اذيت برداشت ڪرڻ کو آسان ڪم ڪونهي. بئنڪاڪ ۾ واڳن جو هڪڙو فارم آهي. ماڻهن جي نظرن سامهون هڪڙي عورت ان ۾ ٽپو ڏنو. ٽپو ڏيڻ کان اڳ ۾ ان رڙيون ڪيون تہ اها زندگيءَ مان تنگ ٿي پاڻ کي ماري رهي آهي. هزارين ماڻهن جي ڏسندي واڳن ان کي چيري ڦاڙي کائي ڇڏيو.

آمريڪا ۾ خودڪشي جي مختلف طريقن جو هڪڙو جائزو ورتو ويو آهي. آمريڪي شهرين کي اسلحو بارود ۽ ڪيميائي زهر آساني سان ملن ٿا، انهيءَ ڪري انهن خودڪشي جي لاءِ انهن کي وڌيڪ پسند ڪيو آهي. جڏهن ته سمنڊ يا ڍنڍن ۾ ٻڏي مرڻ انهن ۾ مقبول نہ رهيو آهي. پاڪستان جي هڪڙي مشهور عالم ۽ فلسفي سنڌو درياء تي وڃي پنهنجا ڪپڙا لاٿا، انهن کي سليقي سان ويڙهي رکيائين. پنهنجي عينڪ لاهي رکيائين، جوتا ۽ جوراب لاٿائين ۽ پوءِ ٽپو ڏئي ٻڏي ويو. معاشري ۾ ان جو وڏو احترام ڪيو ويندو هو. علمي حلقن ۾ ان جي بي پناهہ شهرت ۽ منزلت هئي، مگر اهو ڪراڙپ ۾ هڪڙي اهڙي موت مئو جيڪو نہ تہ ان جي مائٽن کي پسند آيو ۽ نہ ان جو مذهب ان کي سٺو سمجهي ٿو.

اهڙي قسم جو هڪڙو سروي انگلستان ۾ ويلز ۾ بہ ٿيو. انهن جائزن جي جيڪڏهن پيٽ ڪئي وڃي تہ انهن انگن اکرن ۾ دلچسپ ڳالهہ اها نظر اچي ٿي تہ انگلستان جي 75 سيڪڙو عورتن ۽ 53 سيڪڙو مردن 1955ع ۾ مرڻ جي لاءِ زهر کائڻ پسند ڪيو. جڏهن تہ 1963ع ۾ مردن ۾ زهر کائڻ جو شوق وڌي ويو ۽ 75 سيڪڙو مردن زهر کاڌو، جڏهن تہ عورتن جي 85 سيڪڙو تعداد زهر کائڻ پسند ڪيو. انگلستان ۾ گهريلو گئس سان مرڻ وڌيڪ پسنديده رهيو. جيئن تہ اهڙي گئس آمريڪا ۾ ڪونهي انهيءَ ڪري اتي پنهنجو پاڻ کان بيزار اسلحو ۽ بارود پسند ڪندا آهن. پاڪستان ۽ ڀارت ۾ ٻڏي مرڻ، مٿانهين تان ٽپو ڏيڻ، ڦندو کائڻ ۽ زهر کائڻ وڌيڪ مقبول طريقا رهيا آهن. توڙي جو موت هٿيارن سان بہ ٿيندا آهن پر گهٽ، ڇوتہ هٿيار ايتري گهڻائي ۽ آساني سان نٿا ملن. گئس اڃا نئين نئين آئي آهي ۽ گهڻن کي ان سان مرڻ جو طريقو نٿو اچي، انهيءَ ڪري ان جو خودڪشي ۾ استعمال گهٽو گهٽ آهي. هتان جي ماڻهن پاڻ کي مارڻ جي فن ۾ ڪجهہ گهڻي ترقي انهيءَ ڪري بہ ڪونہ ڪئي آهي جو هن خطي ۾ اسلامي ثقافت جو اثر غير مسلمانن تي بہ ٿيو آهي. انهيءَ ڪري خودڪشي ڪرڻ واري هر شخص کي گناهہ جو احساس ضرور ٿيندو آهي. بلڪ گهڻا ماڻهو

خودڪشي شروعاتي طور تي صرف ڏيکاءُ لاءِ ڪندا آهن. ڪيترائي بيوقوف گھر وارن کان پنهنجو ڪو مطالبو مڃرائڻ لاءِ پنهنجي جان کي خطري ۾ وجهندا آهن. جيئن تہ انهن جو عام مقصد مرڻ نہ هوندو آهي بلڪ رعب ۽ دهشت وجهڻ هوندو آهي، انهيءَ ڪري اهي نہ تہ ڪا مشڪل ترڪيب ڳوليندا آهن ۽ نہ ان حوالي سان ڪنهن واڌاري خرچ جي صلاحيت رکندا آهن. انهن کي اميد هوندي آهي تہ جيئن ئي گھر وارن کي معلوم ٿيندو تہ اهي بچائي وٺندا. باقي مٿانهين کان ٽپو ڏيڻ، گولي هڻڻ ۽ ڳچيءَ ۾ ڦندو وجهڻ جو انجام موت ئي هوندو آهي.

مغربي ملڪن ۾ خودڪشي جو شوق 15 سالن جي عمر کان پوءِ شروع ٿيندو آهي ۽ 64، 65 سال جي عمر جي وچ ۾ پنهنجي عروج تي هوندو آهي. جڏهن تہ پاڪستان ۾ 55 کان 65 سال جي عمر وارا جيڪڏهن پنهنجي پوري زندگي بدڪاري، چڙواڳي ۽ ڏوهن ۾ بہ گذاري چڪا هجن، تہ بہ ان مرحلي تي توبهہ تائب ٿي ويندا آهن. جنهن جي نياٽي جوان ٿي وڃي يا نانو ڏاڏو ٿي وڃي تہ پنهنجي ڪردار جي درستگي تي پاڻمرادو تيار ٿي ويندو آهي. پوءِ اهو آخرت واري جهان جي تياري جي سلسلي ۾ ڏاڙهي رکندو، نماز پڙهندو ۽ شريف ماڻهو ٿي ويندو آهي. جڏهن ڪوئي شخص اسلام کي دل سان قبول ڪندو آهي تہ اهو زندگي کان مطمئن ٿي ويندو آهي ۽ ان کي خودڪشي ڪرڻ جي ضرورت نہ رهندي آهي.

هندوپاڪ ۾ خودڪشي ڪرڻ وارن جي اڪثريت عقل چٽ ٿيل، سودائي، بيڪار، چڙواڳ نوجوانن يا مڙسن جي هٿان ستايل عورتن يا علاج کان مايوس مريضن تي مشتمل هوندي آهي.

> هڪڙي نوجوان کي قتل ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ موت جي سزا ٿي وئي. رحم جي اپيل ۾ مذهبي جنون جي بهاني سان سزا عمر قيد ۾ تبديل ٿي وئي. ڪجهہ سالن کان پوءِ آزاد ٿيو تہ بي گناهہ کي قتل ڪرڻ جي ڇهنڊڙي ۽ مسلسل بي روزگار رهڻ جي ڪري آفيم کائي خودڪشي ڪري ڇڏيائين.

اسپتالن ۾ روزانو خودڪشي جي ڪوشش ڪرڻ وارا ڪيترائي مريض ايندا آهن. گھڻو ڪري سڀ بچي ويندا آهن، ڇوتہ اصل ۾ انهن

جو پروگرام مرڻ جو نہ هوندو آهي. انهن کي بچائڻ جي جيڪا بہ ڪوشش ڪئي ويندي آهي اهي ان ۾ پورو تعاون انهيءَ ڪري بہ ڪندا آهن جو مرڻ انهن جي پروگرام ۾ شامل نہ هوندو آهي.

هڪڙي وڏي اسپتال جي نرس رات جي ڊيوٽي دوران ننڍ جي 50 گورين سان گڏ مارفيا جون 15 سيون بہ پاڻ کي هنيائين. ڪجهہ منٽن ۾ اثر شروع ٿيو تہ ان پنهنجي ساٿين کي پنهنجو ڪرتوت ٻڌايو تہ جيئن اهي بچائي وٺن. هاڻي اها مرڻ جي لاءِ تيار نہ هئي. ٽي ڊاڪٽر پوري رات ان تي محنت ڪندا رهيا پر اها بچي ڪونہ سگهي. پوسٽ مارٽم مان معلوم ٿيو تہ اها ٽن مهينن جي پيٽ سان هئي ۽ ان خواريءَ کي منهن ڏيڻ جي بدران مرڻ لاءِ تيار ٿي وئي.

شرمساري، گناهہ جو احساس ۽ ذلت جي دهشت ايشيائي ملڪن ۾ خودڪشي جو وڏو سبب ٿين ٿا.

## خودڪشيءَ جي ضرورت:

هڪڙي عام ماڻهوءَ جي نقطہ نظر سان ڏسجي تہ هڪڙو شخص جڏهن پنهنجي حالتن کان مايوس ٿيندو آهي، ناڪامين ۽ بدقسمتي ان جو پيڇو نہ ڇڏينديون آهن، ڪاروبار ۾ هڪ ٻئي پٺيان نقصانن کان پوءِ ادائگي ممڪن نہ رهندي آهي تہ اهو سوچيندو آهي تہ ايئن بيڪار ۽ ڏکن سان ڀريل زندگي گذارڻ کان مري وڃڻ وڌيڪ بهتر آهي. پهريان رڳو اهو خيال ايندو آهي پوءِ ناڪاميءَ جو هڪڙو ٻيو حادثو ان خيال کي ارادي ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. ارادا تبديل ٿيندا رهندا آهن، پوءِ هڪڙي ڏينهن اهو فيصلو ڪندو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي. پاڻ کي ختم ڪرڻ کان اڳ ۽ ان سوچ دوران اهو مسلسل ٻڏتر ۾ رهندو آهي ۽ اهوئي ٻڏتر خودڪشي جي ڪوشش کي اڌوگابري شڪل ڏئي ناڪام بہ بڻائي سگهندو آهي. ڪجهہ ماڻهو اهڙا هوندا آهن جيڪي پڪو فيصلو ڪندا آهن ۽ پنهنجي پڪي ارادي کي عملي جامو پارائڻ ۾ دير نہ ڪندا آهن يا مرڻ جي لاءِ اهڙي ترڪيب اختيار ڪندا آهن جنهن مان واپسي ممڪن نہ هوندي آهي. جيئن

لونڊڙيءَ تي پستول رکي گولي هلائڻ يا ساڙڻ واري گئس سان مرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. انهن ٻنهي صورتن ۾ پهريون قدم کڻڻ کان پوءِ جيڪڏهن ارادو تبديل ٿي وڃي ته به جان بچي نٿي سگهي.

هڪڙي نوجوان بادشاهي مسجد لاهور تان ٽپو ڏنو. جڏهن ان ٽپو ڏنو ته گڏوگڏ رڙيون به ڪري رهيو هو ته مون کي بچايو. ان مرحلي تي بچائڻ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿي ٿيو.

اهڙي طرح ڏکڻ آمريڪا ۽ فرانس ۾ هڪڙي خطرناڪ راند "رشين روليٽ" (Russian Roulette) جي نالي سان کيڏي ويندي آهي. اسڪول جا ڇوڪرا ۽ رانديڪر ريوالر کڻي ان جي چرخي ۾ صرف هڪڙي گولي وجهندا آهن. پوءِ چرخي کي چڳيءَ طرح گهمائي روالور بند ڪري پنهنجي لونڊڙيءَ تي رکي گهوڙو دٻائيندا آهن. ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن کي بهرحال مرڻو هوندو آهي. ڇوته خالي خانن کان پوءِ گولي وارو خانو به آخرڪار سامهون ايندو آهي. مارسيلز جي ڇئن حادثن ۾ پهرين ڪوشش ۾ ئي گولي وارو خانو سامهون اچي ويو. گولي دماغ جي اندر وئي ۽ موت واقع ٿي ويو.

ڪجهه بيوقوف زندگي کي مذاق سمجهي اهڙيون رانديون کيڏندا آهن جن ۾ موت جو امڪان گهٽي قدر موجود هوندو آهي. اهڙِي موت کي حادثو نٿو چئي سگهجي. بيوقوفي ڪرڻ واري کي معلوم هو ته ان جي بچي وڃڻ کان مرڻ جا امڪان وڌيڪ آهن. آمريڪا ۾ اڄ ڪلهه موٽرن تي ڪرتب ڏيکارڻ وارن نوجوانن جو هڪڙو ٽولو تماشن ۾ ڪمال ڏيکارڻ جي نالي تي موت سان کيڏي ٿو. "هيل ڊرائيورس" (Hell Drivers) سڏرائڻ وارو اهو ٽولو ڪنهن نه ڪنهن ڪمال دوران اجل جو شڪار ٿي ويندو آهي. هي اهي ماڻهو آهن جيڪي دعوا ڪندا آهن ته اسان جڏهن دنيا ۾ آياسين ته ان ۾ اسان جي مرضي شامل نه هئي. البت، مرڻ جي لاءِ اسان کي فيصلو ڪرڻ جو پورو حق آهي. انهن جو چوڻ آهي ته ڪيتري عجيب ڳالهه آهي ته ماڻهو پنهنجي زندگي جي عرصي، عمر ۽ موت جي وقت ۽ جاءِ جي باري ۾ سدائين مونجهه جو شڪار هوندا آهن ۽ اسان اهي آهيون جن جي زندگي پنهنجي اختيار ۾ آهي. اسان

اهي خوش قسمت آهيون، نه، بلڪ باڪمال آهيون جو اسان پنهنجي مرڻ جي ترڪيب، جاءِ ۽ وقت جو تعين ڪرڻ تي قدرت رکون، ٿا.

فرانس ۾ اسڪول جي هڪڙي 17 سالن جي ڇوڪري کي ٻئي کي گولي هڻي مارڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو ويو. جانچ مان معلوم ٿيو ته ڇوڪرن پاڻ ۾ موت جا ڪٽا وڌا هيا. مقتول جي پرچي تي موت لکيل هو، هاڻي ٻين جي اها ذميواري ٿي وئي ته اهي موت ڏين. تنهن ڪري ڏينهن ۽ جاءِ مقرر ڪرڻ کان پوءِ شرط لڳي ته مقتول آخري وقت ۾ پڄي ويندو. ليڪن اهو ”مردِ ميدان“ مقرر وقت تي ان جاءِ تي اچي ويو. هڪڙي ساٿي پهرين گولي ان جي مٿي ۾ هنئي ۽ ٻي ڪرڻ کان پوءِ ان جي پيٽ ۾ هنئي.

ان واقعي کي قتل به چئي سگهجي ٿو ۽ ان کي خودڪشي به قرار ڏئي سگهجي ٿو. ممڪن آهي ته ان جي لاشعور ۾ پنهنجي ذات کان انتقام وٺڻ جي ڪا خواهش موجود هجي. پر جيڪو ڪجهه ٿيو اهو راند روند ۾ ٿيو. ان جي برخلاف پوليس جو خيال هو ته ان مرڻ واري ڇوڪري پرائمري اسڪول کان پوءِ ڪيترن موقعن تي وڏي فخر سان چيو هو ته اهو زندگي ختم ٿيڻ واري ڏينهن جي باري ۾ پوري قدرت رکي ٿو ۽ اهو پاڻ ئي فيصلو ڪندو ته ان کي ڪهڙي ڏينهن مرڻ گهرجي.

هڪڙي فرانسي ڇوڪري پنهنجو دلچسپ مشاهدو بيان ڪيو آهي:

پورو ڏينهن سنو گذريو مگر شام جي وقت اوچتو منهنجي ذهن ۾ خودڪشي ڪرڻ جو خيال آيو. مون کي ڪنهن به قسم جي ڪا تڪليف ڪونه هئي. گهر وارا منهنجو خيال رکندا ۽ گهڻي محبت ڪندا هيا، مگر ان جي باوجود مرڻ ۽ پنهنجي مرضي سان مرڻ جو خيال بس دماغ ۾ ويهي ويو. هڪڙي ڪاٻاڙي وٽ توپ جو گولو پيو هو مان اهو خريد ڪري ڪٺي آيس. ان کي گهر جي هيٺان ڪوئلي واري ڪوٺي ۾ لڪائي رکي ڇڏيو. پوءِ هڪڙي ڏينهن خودڪشي جو خيال پيدا ٿيو ۽ مون ڪوٺي ۾ وڃي توپ جي گولي تي هٿوڙي سان ڌڪ هنيا.

آخر اهو گولو ڦاٽي ويو ۽ ڪوئلي جو ڍير منهنجي مٿان ڪري پيو. گهڻي دير تائين مان ان ڪوئلي جي ڍير هيٺان بيهوش پيو هيس. پوءِ گهر وارا آيا، انهن مون کي ڪڍيو ۽ ٻه هفتا اسپتال ۾ گذريا. مان هاڻي سوچيان ٿو ته منهنجي ذهن ۾ اهو بيهودو خيال ڇو آيو؟ مون ان ڪان پوءِ اهڙي بيوقوفي واري حرڪت ڇو ڪئي؟ زندگي ته ڏاڍي وڻندڙ شي آهي، ان کي هرپرو ختم ڪرڻ ۾ ڪا تُڪ ڪونهي.

## خودڪشيءَ جا سبب:

ايمائيل درخيم پهريون شخص آهي جنهن خود ڪشي جي مسئلي کي علمي حيثيت ڏئي 1897ع ۾ پنهنجو عظيم ڪتاب ”لي سوسائيڊ“ (Le Sucide) ترتيب ڏنو. توڙي جو ان مسئلي جو جائزو عمراني حيثيت طور ورتو آهي، مگر ان جي باوجود ان جا مشاهدا اڄ سيني ڪان جامع ۽ مڪمل آهن. ان جي سمجهه مطابق خودڪشي ڪرڻ وارن جا ٽي قسم آهن.

1. ”ايگوسٽڪ“ (Egostic) ۾ فرد کي معاشري سان ڪائي دلچسپي نه هوندي آهي، بلڪ معاشري کي ان جي تڪليفن سان ڪائي دلچسپي ڪونه هئي.

2. ”الٽروسٽڪ“ (Altruistic) ۾ پاڻ اهو سمجهندو آهي ته ان جي ذمي معاشري جا ڪجهه فرض يا قرض اهڙا آهن جن جي تڪميل جي لاءِ اهو پنهنجي جان پنهنجي هٿ سان قربان ڪري ڇڏي، ان قسم جي خودڪشي جو رواج جاپان جي شانتو مذهب جي تعليم ۾ گهڻو ملي ٿو. جڏهن ته ڪجهه ٻڌمت جا راهب به پنهنجين بيوقوفين ۾ ڦاسي خوشي خوشي پنهنجي جان وڃندا آهن.

3. ”اينومڪ“ (Anomic) ماڻهن جي بدڪاري يا گناهن کان تنگ اچي اهي ماڻهو دنيا کي پنهنجي رهڻ لاءِ ناقابل ڏسي پاڻ کي ان گناهه جي ڇار مان ڪڍي ڇڏيندا آهن. ان ٽولي ۾ به ٻڌ مذهب جا تارڪ الدنيا راهب اچي وڃن ٿا. ان قسم جي ماڻهن جي خيالن ۾ پهرين قسم جي خيالن جي ملاوٽ شامل ٿي پاڻ مارڻ جو شوق وڌائي ڇڏيندي آهي.

نفسيات ۾ ٻين ماهرن جي اڪثريت ان قسم کي پسند نٿي ڪري. پر بدقسمتي اها آهي تہ سڀني جي ان کان علاوه يا ان کان بهتر درجہ بندي ڪنهن ٻئي کان ممڪن بہ ڪونہ ٿي سگهي آهي. اج ڪلهہ جا عالم خودڪشي کي سنجيده ۽ غير سنجيده قسمن ۾ بيان ڪن ٿا.

خطرناڪ ڪم ڪرڻ، تيز ٻيڙو هلائڻ، روڊن تي موٽر سائيڪلون ڀڄائڻ بلڪ مشڪل جاين تان تيز رفتاري سان گذرڻ پنهنجي زندگي کي خطري ۾ وجهڻ جي غير سنجيده ڪوشش آهي.

> قذافي اسٽيڊيم لاهور جي ٻاهران ميدان ۾ هڪڙي پيالي وانگر جاءِ ٺاهيل آهي. شاهوڪار ماڻهن جا ڇڙواڳ ڇوڪرا ان وڏي پيالي ۾ تيز رفتاري سان موٽر سائيڪل هلائي هڪ ٻئي کان اڳ ڪيڏڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. چوڪ گوالمنڊي جو هڪڙو ڇوڪرو جيڪو پيءُ ماءُ جو اڪيلو پٽ هو پنهنجي سيني مخالفن کي ڪمال ڏيکارڻ ۾ شڪست ڏئي فخر ڪرڻ لاءِ آخري چڪر هڻڻ دوران موٽر سائيڪل ڪلٽي ٿيڻ ڪري حياتي وڃائي ويٺو.

ان نوجوان اهو عمل پاڻ کي مارڻ لاءِ ڪونہ ڪيو هو پر اهو جيڪو ڪجھہ ڪري رهيو هو ان ۾ مرڻ جا امڪان تمام گهڻا هيا.

> لکنوءِ ۾ هڪڙي نوجوان ڇوڪريءَ پنهنجي مٿان گاسليٽ هاري باه ڏني. گهر وارن ڏسي ورتس ۽ باهہ وسائي ورتائون. ڪجھہ ڏينهن بيمار رهي. نيڪ ٿيڻ کان پوءِ ڪوٺي تان هيٺ ٽپو ڏنائين ۽ بچي وئي. ٽين ڪوشش ۾ پهريان ننڍ جون گوريون کائي پوءِ ڳچيءَ ۾ ڦندو وجهي مري وئي.

اها ڇوڪري سنجيدگيءَ سان خودڪشي لاءِ تيار هئي. بہ دفعا بچي وڃڻ جي باوجود ان جي دماغ مان پاڻ کي مارڻ جي خواهش ۾ ڪابہ گهٽتائي اچي نہ سگهي. جڏهن تہ پهرين ڪوشش کان پوءِ ان کي ذهني علاج يا مذهبي تعليم کان آگاهہ ڪرڻ جو عمل ان کي ٻيهر ڪوشش ڪرڻ کان باز رکي سگهيو ٿي.

علم نفسيات ۾ اهڙن خيالن جي درجہ بندي جون ڪوششون ڪيون ويون آهن. پر هر عالم ٻئي کان مختلف راءِ جو آهي. ڪوئي انا

ڪي برتري ڏئي ٿو ته ڪنهن جي راءِ ۾ ماڻهو احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ٿي پاڻ کي زنده رهڻ جي قابل نٿو سمجهي.

فرانس ۾ خودڪشي ڪرڻ وارن 1948 ماڻهن جي دماغ جي حالتن جو هڪڙو دلچسپ سروي ڪيو ويو جنهن موجب خودڪشي ڪرڻ وارن ۾ سيڪڙي کان گهڻا اهي هيا جن جي دماغي حالت درست نه هئي. دماغي ڪمزوريءَ جي شڪايت ڪندا هيا يا عام زندگي ۾ انهن جي عقل جو معيار بين کان گهٽ هو يا نشي جا عادي هيا. ان کان پوءِ مرگهي جا مريض پنهنجي ذهني بيماري جي ڪري خودڪشي ڪندا رهيا ۽ هڪڙو وڏو تعداد انهن ماڻهن جو هو جيڪي دماغي بيمارين کان علاوه نفسياتي مونجهارن جو شڪار هيا.

ايڊولف هٽلر هڪڙي معمولي رنگساز مان ايتري ترقي ڪئي جو اهو جرمني جو مختيارڪل بڻجي ويو. ان پوري دنيا کي لڙائي جي باهه ۾ ڌڪي ڇڏيو. ان شخص جي صلاحيت جي اها حالت هئي جو ان هڪڙي پارٽي ٺاهي. ان کي منشور ڏنائين. پوءِ عوام الناس کي پنهنجين طوفاني تقريرن جي جادو ۾ جڪڙي ڇڏيو. پرپاسي جي ملڪن کي فتح ڪيائين ۽ جڏهن پنهنجي ملڪ تي حملو ٿيو ته حالت اها هئي جو رات ڏينهن بمباريءَ جو عذاب سهڻ جي باوجود ماڻهو ان جي ڳالهين سان سوين جا خواب ڏسي رهيا هيا. ان جي برخلاف ان جي ذهني حالت اهائي جو ان 1923ع، 1932ع ۽ 1933ع ۾ ماڻهن کي ٻڌايو ته جيڪڏهن سندس فلاڻي خواهش پوري نه ٿي ته اهو خودڪشي ڪندو. اتفاق سان خواهشون پوريون ٿينديون رهيون پر جڏهن 1945ع ۾ برلن تي حملو ٿيو ته ان زندگي بچائڻ جي بجاءِ خودڪشي ڪري ڇڏي. ڇوته اها خواهش ان جي دماغ ۾ مدت کان پلجي رهي هئي. هڪڙي طرف اهو بين کي متاثر ڪرڻ جي بي پناهه صلاحيت رکندو هو ۽ ٻئي طرف ڪاوڙهر وقت ان تي ايترو سوار هوندي هئي جو تقرير ڪرڻ جي دوران پنهنجي عينڪ پيچي ڇڏيندو هو. پنهنجي ڪوڙي انا جي تسڪين جي لاءِ جرمن فوج کي ماسڪو جي برف باري ۾ ڦاسائي ڇڏيو. حالانڪ ان جا جرنيل برف باري دوران ماسڪو ۽ استالن گارڊ کان دفاعي طور

پوئتي هٽڻ جو مشورو ڏيندا رهيا. ان جي ضد ڪري 95 هزار ماهر جرمن سپاهي هلاڪ ٿي ويا ۽ جرمني جي جنگي صلاحيت تباهہ ٿي وئي. ڪجهہ ماڻهو اهڙا هوندا آهن جيڪي پاڻ کي مارڻ ۾ پوري طرح سنجيده هوندا آهن. پر جڏهن تڪليف ٿيندي آهي يا موت سامهون نظر ايندو آهي تہ جوش جذبو ٿڌو ٿي ويندو آهي. پوءِ پاڻ کي بچائڻ جو فڪر پيدا ٿي ويندو آهي. سنجيده ارادو غيرسنجيدگي ۾ تبديل ٿي ويندو آهي.

آگرا جي هڪڙي عورت پنهنجي 3 سالن جي نياڻي سان گڏ مرڻ جي لاءِ کوهہ ۾ ٽپو ڏنو. ماڻهن ان کي هڪدم ڪڍي ورتو. پر ڇوڪري مري وئي. ان تي ڇوڪريءَ جي قتل ۽ خودڪشي جي ڪوشش ڪرڻ جو ڪيس هلايو ويو. ان عجيب موقف اختيار ڪيو تہ ٻارڙي ڪيڏندي کوهہ جي پڳ تي چڙهي وئي ۽ کوهہ ۾ ڪرڻ لڳي هئي. اها پڇندي ٻارڙيءَ کي بچائڻ جي لاءِ پڳي تي چڙهي جتي ان جو پير ترڪي ويو ۽ اها ٻارڙي سميت کوهہ ۾ ڪري پئي. عدالت ان جي کهاڻي تي انهيءَ ڪري يقين ڪرڻ کان انڪار ڪيو جو کوهہ جي پڳ ايتري مٿي هئي جو 3 سالن جي ٻارڙي پاڻ ان تي چڙهي نٿي سگهي ۽ ماءُ کي ڌي جي قتل جي ڏوهہ ۾ موت جي سزا ملي.

ان ۾ غور ڪيو تہ شروع ۾ ان کي مرڻ جو شوق هو ۽ کوهہ ۾ ٽپو ڏنائين. جڏهن اتان بچي وئي تہ ٻارڙي جي قتل جي ذميواري تي موت جي سزا کان بچڻ لاءِ ڪيترا بهانا ڳوليائين. ڪيس ۽ اپيل تي ڪافي رقم خرچ ڪيائين. ڪيس جي دوران ان جو طرز عمل هڪڙي عام مجرم وارو هو جيڪو پنهنجي جان بچائڻ لاءِ هر ڪوشش ڪندو آهي.

## پاڪستان ۾ خودڪشيءَ جي صورتحال:

پاڪستان ۾ رهڻ وارن جي گهڻي اڪثريت مسلمان آهي. توڙي جو انهن مان گهڻن کي اسلام تعليم جي ڄاڻ ڪونهي. پر ان جي باوجود ماڻهو اسلام تي دل سان يقين رکن ٿا. انهيءَ ڪري هتي چند پڙهيل نوجوانن ۽ ذهني مريضن کان سواءِ ماڻهو خودڪشي نہ ڪندا آهن.

لاهور ۾ شڪي حالت ۾ مرڻ واري هر شخص جو لاش ميڊيڪل ڪاليج جي طب الشرعي شعبي ۾ آڻيندا آهن. جتي ان جو پوسٽ مارٽم ڪري موت جو سبب معلوم ڪبو آهي. ان شعبي جي سربراهه پروفيسر نصيب اعوان انهن مان خودڪشي ڪرڻ وارن جو تعداد ۽ تجويز پيش ڪيو آهي.

لاهور جي چاليهه لک جي آبادي ۾ هڪڙي سال ۾ 31 کان 42 ماڻهن ٽن سالن جي مشاهدن جي وچ ۾ خودڪشي ڪئي. توڙي جو انهن ۾ اهي ماڻهو شامل ڪونه آهن جن خودڪشي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر بچي ويا يا جن جا وارث خودڪشي کي حادثي جي شڪل ڏيڻ ۾ ڪامياب رهيا. پر ايئن ته دنيا جي هر ملڪ ۾ ٿيندو آهي. انگ اکر يقيني ۽ تصديق ٿيل واقعن جا ڏيکاريا ويندا آهن.

پروفيسر اعوان جي مشاهدن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڦندو وجهڻ يا رسي سان ڳلو گُهٽي لڙڪڻ، زهر کائڻ ۽ گولي هڻڻ هتي پاڻ کي مارڻ جا مقبول طريقا آهن.

## پارت ۽ پاڪستان ۾ خودڪشي جي روڪٿام جا قانون:

انهن ٻنهي ملڪن ۾ فوجداري ڪيسن ۾ سزا جو بنيادي قانون انگريزن وارو تعزيرات هند آهي، جنهن جي دفعه 305 ۾ ڄاڻايل آهي.

جيڪڏهن 18 سالن کان گهٽ عمر جو ڪو شخص يا پاڳل يا بيوقوف يا نشي ۾ ڌُت خودڪشي جي ڪوشش ڪري ۽ ڪوئي شخص ان جي انهي ڪم ۾ ڪنهن به طريقي سان مدد ڪري ته ان شخص کي موت جي سزا ڏئي سگهجي ٿي يا عمر قيد يا ڏهه سال قيد ۽ ڏنڊ به وجهي سگهجي ٿو.

ان ئي ڪتاب جي دفعه 306 ۾ ڄاڻايل آهي ته

جيڪڏهن ڪو شخص خودڪشي ڪري رهيو هجي ۽ ان جي انهي ڪم ۾ جيڪو شخص ڪنهن به قسم جي مدد ڪري ته ان کي ڏهه سال قيد ۽ ڏنڊ جي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

خودڪشي ڪرڻ وارن جي سزا دفعه 308 ۾ هي ڄاڻايل آهي.

هر اهو شخص جيڪو خودڪشي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو

آهي يا ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم ڪندو آهي،
ان کي هڪ سال تائين قيد يا ڏنڊ يا ٻئي سزائون يعني قيد ۽
ڏنڊ ڏئي سگهجن ٿيون.

انهن قانونن ۾ بہ عجيب بہ چاپڙائي آهي. دفعہ 305 هيٺ نابالغ يا پاڳل ۽ عقل کان محروم ماڻهن کي خودڪشي ۾ مدد ڪرڻ، مثال طور، ڦاسي لاءِ رسو ڏيڻ يا زهر آڻي ڏيڻ وغيره قسم جي تعاون ڪرڻ واري کي موت جي سزا کان 10 سال قيد تائين جي سزا ٿي سگهي ٿي. بالغ جي خودڪشي ۾ تعاون ڪرڻ واري کي ڏهہ سال قيد ٿي سگهي ٿو جڏهن تہ پاڻ مارڻ وارو جيڪڏهن بچي وڃي تہ ان کي صرف هڪڙو سال قيد.

يورپ ۾ 1791ع کان مختلف ملڪن ۾ خودڪشي ڪرڻ يا ان ۾ مدد ڪرڻ وارن جي لاءِ مختلف سزائون مقرر ٿيون هيون. برطانيہ ۾ 1961ع جي قانونن هيٺ توڙي جو خودڪشي کي اڻوڻندڙ ڳالهہ قرار ڏنو ويو آهي پر خودڪشي ڪرڻ وارن يا ان ڪم ۾ مدد ڪرڻ وارن کي عبرتناڪ سزائون ڏيڻ جي پاليسي ڪونهي. ڪجهہ ملڪن ۾ هاڻي نئين سوچ پيدا ٿي رهي آهي تہ جيڪڏهن ڪو پنهنجي زندگي کان تنگ اچي ويو آهي ۽ اهو مرڻ گهري ٿو تہ ان جي پنهنجي مرضي، اسان ان ۾ دخل ڏيڻ وارا ڪير ٿيندا آهيون؟

## خودڪشيءَ جا محرڪ:

عام حالتن ۾ جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي زندگي جو خاتمو ڪندو آهي تہ اهو غم، افسوس ۽ مايوسي جو رد عمل هوندو آهي. ان عمل ۾ ان کي مذهبي رجحان کان حوصلہ افزائي ٿيندي آهي. ڇوتہ اڪثر مذهبن ۾ مرڻ کان پوءِ خوشگوار زندگي جي خوشخبري ملي ٿي. هندو مذهب ۾ جوڻ مٽائڻ جو عقيدو آهي تہ مرڻ کان پوءِ ان کي دنيا ۾ ٻيهر رڳو اچڻو ناهي پر هميشہ ايندو رهڻو آهي، انهيءَ ڪري ڪنهن هڪڙي ڏکن واري حياتي کي جيڪڏهن اهو ختم ڪري تہ ان ۾ ڪوبہ نقصان ڪونهي. پاڻ کي مارڻ ۾ ڪڏهن جنوني يا جذباتي وابستگيون بہ ڪم ڪنديون آهن. محبوبہ جي مرڻ کان پوءِ پاڻ کي ماري ان وٽ وڃڻ جي

خواهش يا ٻن محبت ڪرڻ وارن جي گڏيل خودڪشي اهڙن قسم جي بيوقوفاڻن خيالن جو نتيجو هوندو آهي.

خودڪشي ڪرڻ وارو اهو سمجهندو آهي تہ ان پاڻ کي اذيت ڏئي ٻين کي سزا ڏني. مثال طور، ڀي سان ناراض ٿيڻ کان پوءِ پاڻ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش جو مطلب ان جو پختو ذهن اهو هوندو آهي تہ اهو ڀي جي هڪڙي قيمتي شي هو. پنهنجي موت سان ان ڀي کي صدمو پهچائي ان کان سخت رويي جو بدلو ورتو آهي. ڪجهہ نفسياتي ماهرن جو خيال اهو آهي تہ پاڻ کي ختم ڪرڻ وارا صرف خاندان کان نہ بلڪ پوري معاشري کان بدلو وٺڻ جو ارادو رکندا آهن. اهڙا ماڻهو پاڻ کي سزا ڏيڻ جو ارادو رکندا آهن يا جدا ٿي ٻين کي صدمو ڏيڻ جي بيوقوفي ۾ مبتلا هوندا آهن.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم خودڪشي جي انهن شروعاتي سببن جو شروع ۾ ئي تدارڪ ڪري ڇڏيو. پاڻ سڳورن پڌرو ڪري ڇڏيو تہ دنيا جي هن مختصر زندگي کان پوءِ ٻيو جهان شروع ٿي ويندو آهي، جتان جي زندگي پهرين زندگيءَ جي عملن جي حساب سان ٿيندي. سٺا ڪم ڪرڻ وارن کي سٺيون حالتون نصيب ٿينديون جڏهن تہ گناهہ ڪرڻ وارا پنهنجي ڪيل ڪمن جي سزا ڀوڳيندا. حالتون چاهي ڪهڙيون بہ هجن دنيا ۾ واپسي جو ڪوبہ امڪان ڪونهي. مرڻ کان پوءِ ڪنهن جو روح ڀوت، ڏائڻ (مَر) يا جن وغيره قسم جي ڪا ڊيڄاريندڙ شي بڻجي وري دنيا ۾ موٽي ڪونہ ايندو. عذاب قبر ۾ بہ ٿيندو. جنهن جو اهو خيال هجي تہ اهو پاڻ کي مارڻ کان پوءِ وري موٽي ايندو يا ان کي ٻين کي تنگ ڪرڻ جو موقعو ملندو تہ اهو ان جو دماغي خلل آهي.

فرانسي داستان گو ڏائڻين تيار ڪرڻ واري هڪڙي ترڪيب کي گهڻي عرصي کان مشهور ڪندا پيا اچن. چون ٿا تہ ڪائونٽ ڊريڪولا قبرن مان نوجوان ڇوڪرين جا لاش ڪڍي انهن کي وري زندهہ ڪري ڏائڻ ناهي ڇڏيندو هو. اهي عورتون جيستائين انسانن جو رت پيئنديون رهنديون هيون ٻيهر زندهہ رهنديون هيون. انهن رت پيئندڙ ڏائڻين

(مَمُن) کي ،وئمپايرس” (Vampires) چوندا هيا. اها پوري ڳالهہ هڪڙو مفروضو آهي. انسانيت جي پوري تاريخ ۾ نہ ڪنهن ڪڏهن مُردي کي قبر مان ڪڍي ڪنهن بہ صورت ۾ جيئرو ڪيو ۽ نہ ڪا مَم تيار ٿي سگهي ٿي. روح جي واپس اچڻ جو ڪو امڪان ڪونهي ۽ نہ اهي ڪنهن شڪل ۾ دنيا ۾ واپس اچي ٻين کي تنگ ڪري سگهن ٿا. پيءُ ماءُ کي سزا ڏيڻ جو تصور اسلامي تعليم جي خلاف آهي.

قرآن شريف جي تعليم آهي تہ جيڪڏهن توهان جا پيءُ ماءُ توهان کي تنگ بہ ڪن تہ توهان تي لازم آهي تہ انهن کي اف بہ نہ ڪيو. تنگ اچي انهن کي ڇڙٻون ڏيڻ کان بہ منع ٿيل آهي. انهن سان جڏهن بہ ڳالهايو تہ ادب ۽ اخلاق سان ۽ انهن جي احترام کي هرحال ۾ ذهن ۾ رکو.

ڪنهن بہ مسلمان پٽ يا ڌيءَ کي اهو نٿو سونهين تہ اهو پيءُ ماءُ سان بدتميزي ڪري يا انهن کي ڏک پهچائي يا صدمو پهچائڻ جو ڪنهن قسم جو ڪوئي منصوبو تيار ڪري.

خودڪشي ڪرڻ وارو اهو سوچيندو آهي تہ ان جي مرڻ سان ان جي وارثن کي جيڪو صدمو ٿيندو اهوئي ان جي تڪليف جو ڦل آهي. مٿن مائٽن مان اڪثر اهو سوچيندا آهن تہ اسان جيڪڏهن ان جي ڳالهہ مڃون ها تہ اهو افسوسناڪ حادثو نہ ٿئي ها يا اسان ان کي مرڻ کان روڪي سگهياسين ٿي. ٻئي طرف جيڪڏهن اهو ٻچي وڃي تہ ان کي اميد هوندي آهي تہ خاندان ۾ ان جي اهميت ٿي وئي. مائٽ اڳتي ان جو ناز نخرو برداشت ڪندا تہ جيئن اهو وري اهڙي حرڪت نہ ڪري. اهڙن واقعن جي ڪا ڪمي ڪونهي جتي نوجوانن ٻين کي پريشان ڪرڻ جي لاءِ اهڙيون شيون کاڌيون جن سان مرڻ جو ڪو انديشو ڪونہ هو. رنگ واري ڦي، ٿڏا پگهر ۽ دل جي تيز ڌڙڪڻ کي ڏسي گمان ٿيندو آهي تہ ان ڪا زهريلي شي کاڌي آهي. جيتوڻيڪ اهي اثر عارضي هوندا آهن پر مائٽن کي بليڪ ميل ڪرڻ جي لاءِ گهڻو هوندا آهن. گهڻا مطالبا ايتري ۾ ئي منظور ٿي ويندا آهن. اڪثر ڪري ان ڊرامي جي پٺيان تعليم کان پڇڻ يا پنهنجي پسند واري شادي ڪرڻ مقصد هوندو آهي. يعني خودڪشي کي ڌمڪي طور استعمال ڪيو ويندو آهي.

سگمنڊ فرائيڊ انساني جبلتن ۾ جان جي تحفظ کي سيني کان وڏيڪ اهميت ڏئي ٿو. هڪڙي طرف اهو پنهنجي جان ختم ڪري مرڻ گهرندو آهي. ان رد عملي کي اهو هيئن سلجهائي ٿو ته خودڪشي ڪرڻ وارو بنا شڪ جي پنهنجو پاڻ کي محفوظ رکڻ گهرندو آهي پر جڏهن اهو ان کي ضايع ڪندو آهي ته اهو پنهنجي ذات کي ڪنهن ٻئي سان گڏ وچڙ ڪري ڇڏيندو آهي.

مثال طور، اهو پاڻ کي پنهنجي جابر پيءُ سان گڏ وچڙ ڪري ڇڏيندو آهي. اهو انهي بيوقوفي ۾ مبتلا هوندو آهي ته ان جو جسم ان جي پيءُ جو آهي، جيڪڏهن اهو پاڻ کي تڪليف ڏيندو ته تڪليف پيءُ کي ٿيندي. اهڙي طرح اهو پيءُ کي تڪليف ڏيڻ لاءِ خودڪشي ڪندو آهي.

نفسياتي تجزين جي طريقن خودڪشي جي سببن جي گهٽي معلومات فراهم ڪئي آهي. ان ترڪيب سان مريض جي لاشعور ۾ جهاتي پائڻ جي صورت نڪرندي آهي. ان مان اهو معلوم ٿيندو آهي ته جيڪڏهن ڪوئي شخص خودڪشي ڪري رهيو آهي يا ڪرڻ گهري ٿو ته ان جي ذهن ۾ اهڙِيون ڪهڙيون مشڪلاتون هيون جيڪي ان کي پنهنجي جان ختم ڪرڻ تي اپاري رهيون هيون. نفسياتي تجزيي جي ذريعي ڪڏهن ڪڏهن اهڙن ماڻهن جي خبر پئجي ويندي آهي جن خودڪشي ته ڪونهي ڪئي پر انهن کان ايئن ڪرڻ جي اميد ڪري سگهجي ٿي. جنهن جو آسان مظاهر اهو آهي ته اهو بيمار ٿيڻ تي باقاعده دوا نه کائي يا علاج جي لاءِ اهڙن ماڻهن وٽ وڃي جن کي ان بيماري يا مسئلي کي حل ڪرڻ جي پوري صلاحيت نه هجي. ان قسم جا ماهر خودڪشي کي دماغ جي اندر خيالن جي مونجهاري کي سبب ڄاڻائين ٿا.

ايڊلر ۽ ان جا حامي خودڪشي کي ٻين کي متاثر ڪرڻ ۽ پنهنجي ذات جي مونجهارن جو اظهار قرار ڏين ٿا. انهن جي سمجهه مطابق جڏهن هڪڙو شخص معاشري کان ڏار ٿي الڳ ٿي ويندو آهي ته اهو پاڻ کي بيڪار حصو سمجهي يا فائدي وارو نه هجڻ سمجهندي خودڪشي ڪندو آهي. ٻين جي خلاف جارحاڻا عزائم ۽ ذات جي

تحفظ جون جبلتون خودڪشي جي عمل ۾ ٽڪربيون آهن ۽ ڇڪتاڻ جي اها ڪيفيت بہ بي دليءَ سان پاڻ مارڻ جي ڪوشش ۽ ڪڏهن ڀرپور ۽ ڪامياب ڪوشش تي ختم ٿيندي آهي. حقيقت ۾ خودڪشي ڪرڻ وارا گهڻ ماڻهو مرڻ جو ارادو رکندا آهن، بلڪ انهن جي دماغ ۾ بہ هڪڙي ڇڪتاڻ جاري رهندي آهي. هڪڙو جذبو زنده رهڻ جي خواهش جو آهي ۽ ٻيو پاڻ کي ختم ڪري معاشري يا مائٽن کي اذيت ۾ مبتلا ڪرڻ جو هوندو آهي. لاشعوري طور تي اهو انهن ٻنهي جي تسڪين گهرندو آهي. ڀلا اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ اهو زندهہ بہ رهي ۽ ان سان پيار ڪرڻ وارن کي ان جي موت جو صدمو بہ نہ ٿئي. ان ڇڪتاڻ جي دوران جنهن طرف زور وڌيڪ ٿي وڃي اهو ئي رجحان عمل ۾ ايندو آهي.

ايڊلر وارو ٿولو جنگ جي ڏينهن ۾ خودڪشي جي واقعن ۾ گهٽتائي جو سبب جارحيت جي قوتن جو دشمن ڏانهن ڦري وڃڻ کي سمجهي ٿو. فرد جي اندر لڪل جارحيت پنهنجي ملڪ تي حملو ڪرڻ وارن جي خلاف منتقل ٿي ويندي آهي. لڙائي جي ڏينهن ۾ ماڻهن جي وچ ۾ تعلقات ۽ ٻڌي وڌي ويندي آهي ۽ هر شخص ٻئي جي مدد ڪندو آهي. ڇوتہ مصيبت سيني جي لاءِ گڏيل هوندي آهي. ماڻهو ان جو گڏجي مقابلو ڪن تہ تڪليف ۾ گهٽتائي اچي ويندي آهي.

مشاهدن ذريعي معلوم ٿيو آهي تہ خودڪشي ڪرڻ وارن ۾ 33 سيڪڙو اهڙا هيا جن کي دماغي بيماريون لڳل هيون. پيءُ ماءُ ۾ جدائي ٿيڻ کان پوءِ پلجڻ وارن ٻارن ۾ وڌو ٿي خودڪشي ڪرڻ جو رجحان گهڻو هوندو آهي. هي اهي ٻار هوندا آهن جن جو ڪوئي سنڀال ڪرڻ وارو ڪونہ هو ۽ انهن جي جسماني ۽ ذهني تڪميل ڪنهن همدرد ۽ سٺي مشير کان سواءِ ٿي. انهن کي ان لحاظ کان يتيم چئي سگهجي ٿو. ڇوتہ نہ تہ انهن جو ڪو سنڀاليندڙ هو ۽ نہ ئي ڪوئي سهارو ڏيڻ وارو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان باري ۾ فرمايو:

قيامت جي ڏينهن يتيم جي پالنا ڪرڻ وارو مون سان گڏ هلندو جنت ۾ داخل ٿيندو.

يتيم جي پالنا، مدد ڪرڻ ۽ تربيت جي معاملي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ارشاد ۽ تاڪيد جا فرمان سوَن جي تعداد ۾ آهن. پاڻ سڳورن اهڙن ٻارن تي شفقت ڪرڻ جي اهميت جو مثال هيئن ڏنو آهي تہ جنهن يتيم جي مٿي تي پيار مان هٿ رکيو، ان جي هٿ جي هيٺان جيترا وار هوندا ان کي ايترين نيڪيون ملنديون.

خودڪشي ڪرڻ وارن جي اڪثريت مايوسي، بيزاري ۽ اڪيلائي جي ستايلن جي هوندي آهي. انهن جي دماغي علامتن "ڊپريشن" (Dipression) ۽ ڏوهي ذهنيت جي شڪارن ۾ خودڪشي ڪرڻ جي خواهش ٻين کان وڌيڪ هوندي آهي.

خيال ڪيو وڃي تہ ذهني مسئلن جو حل عام طور تي تحيل نفسي يا نفسياتي علاج سان ڪري سگهجي ٿو. پر مُهذب ملڪن ۾ خودڪشي جي سببن تي تحقيق ڪرڻ وارن کي اها ڳالهہ عجيب نظر اچي ٿي تہ مرڻ وارن جي اڪثريت کي پنهنجي مذموم عزائم جو احساس هو ۽ انهن ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي ڪنهن نفسياتي ماهر سان لهہ وچڙ ڪئي، ان جي علاج هيٺ رهيا ۽ ان جي باوجود پنهنجي ذات جي خلاف جارحيت جو لاڙو برقرار رهيو ۽ انهن خودڪشي ڪئي.

عمرانيات جي ماهرن جا نظريا جيتوڻيڪ الڳ آهن. پر ماهرن جو هڪڙو طبقو نفسيات ۽ عمرانيات کي ملائي مايوسي کي خودڪشي جو وڏو سبب قرار ڏين ٿا. جيئن جارحيت جي جبلت مايوسيءَ جو رد عمل آهي. مثال طور، ڪاروباري نقصان سان ماڻهوءَ جي معاشي حيثيت کي ڌڪو لڳي ٿو ۽ اهي پنهنجي ذات جي خلاف جارحيت محسوس ڪري مايوسيءَ جو شڪار ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح ناڪاميون جيڪي امتحان کان وٺي ملازمت حاصل ڪرڻ ۽ جنسي زندگيءَ سان تعلق رکنديون هجن، جارحيت جي جذبي کي تحرڪ ڏئي مايوسي پيدا ڪنديون آهن ۽ مايوسي جڏهن پنهنجي ذات تي ڄمي ويندي آهي تہ خودڪشي بڻجي ويندي آهي.

انسان جي زندگيءَ ۾ مستقبل جون اميديون هڪڙي اهم حيثيت رکن ٿيون. هڪڙو ٻار 18 سالن جي ڏکيي جدوجهد کان پوءِ سال ۾ چئن

چئن امتحانن جي جهنجهٽ کان نڪري جڏهن سرٽيفڪيٽ حاصل ڪندو آهي ته ان کي معلوم ٿيندو آهي ته نوڪري ان جي انتظار ۾ ڪونهي، بلڪ معاشي ذريعو حاصل ڪرڻ هڪڙي الڳ مصيبت آهي. جنهن ۾ رشوت ۽ سفارش سان گڏ ڏوڪي ۽ خوش قسمتي کي هڪجيتري اهميت حاصل آهي. ڪنهن غريب شخص جو محنتي ٻار مسلسل خواري کان پوءِ جڏهن ڏسندو آهي ته رشوت ڏيڻ لاءِ ان وٽ رقم ڪونهي. ان جي خاندان جا سڀ ماڻهو غريب ۽ گهٽ حيثيت وارا آهن ۽ سفارش لاءِ جنهن صلاحيت جي ضرورت آهي اها ان وٽ ڪونهي ته اميد ختم ٿي ويندي آهي ۽ ان جي لاءِ پنهنجي زندگي کي بيڪار، واندڪائي واري ۽ فضول سمجهڻ جي لاءِ معقول سبب پيدا ٿي ويندا آهن. اهڙا مايوس ماڻهو جيڪڏهن دماغي حالتن کان سهارو وٺن ته خودڪشي ڪرڻ ۾ مشڪلات محسوس نه ڪندا آهن. اميد ختم ٿيڻ به مايوسيءَ جي هڪڙي شڪل آهي.

اڪثر ماڻهو زندگيءَ ۾ دلچسپي محسوس ڪونه ڪندا آهن. ممڪن آهي حالتن جي ڪري انهن کي ڪنڊائيتو ٿي رهڻو پوي. پر اهي زندگيءَ مان ايترا بيزار هوندا آهن جو انهن کي هر شي مصنوعي لڳندي آهي ۽ اهي زندگيءَ کي زنده رهڻ جي ناقابل سمجهي پاڻ کي مارڻ جو سوچڻ لڳندا آهن. شرمندگي، مايوسي، ڪنڊائيتو ٿيڻ، اڪيلائي ۽ اداسي اهي سڀ اميد ختم ٿيڻ کان پوءِ خودڪشي جو سڀ کان وڏو محرڪ ٿيندا آهن.

قرآن شريف انهن مڙني صورتن جو هڪڙو گهڻو آسان حل تجويز ڪيو آهي: "وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَحَسْبُهٗ" (الطلاق: 3) معنيٰ: ۽ جيڪو الله تي ڀروسو ڪندو ته اهو الله ان لاءِ ڪافي آهي.

هڪڙو مسلمان جڏهن ڪو ڪم الله جي نالي سان شروع ڪندو آهي ته ان کي يقين هوندو آهي ته ان ۾ ان پاڪ نالي جي برڪت ضرور شامل ٿيندي. مايوسي ان جي مذهب ۾ حرام آهي. اهو جڏهن ۽ جتي گهري پنهنجي الله کي مدد جي لاءِ پڪاري سگهي ٿو. ڇوته قرآن شريف ان کي خبروار ڪيو ته:

تنهنجو الله تنهنجي ساهه واري رڳ کان به ويجهو آهي.

جڏهن الله ايترو ويجهو آهي، اهو ٻاڏائڻ واري جي ٻڌي ٿو. اهو مايوسيءَ کي پسند نٿو ڪري، اهو پاڻ تي ڀروسو ڪرڻ وارن کي مايوس نہ ڪندو آهي، اهو پاڻ تي يقين ڪرڻ وارن کي ڪنهن بہ مصيبت مان ڪڍڻ تي پوري قدرت رکي ٿو ۽ جيڪو ان جي عبادت ڪري ٿو تہ پوءِ ان کي ڪنهن بہ سلسلي ۾ خودڪشي ڪرڻ جي ضرورت جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

ڪجهہ ماهرن جو خيال آهي تہ ڪنهن کي جيڪڏهن هر هر تنگ ڪيو وڃي تہ اهو بيزار ٿي بہ خودڪشي ڪري سگهي ٿو. هڪڙي شخص ڪوئن تي اهڙا تجربا تفصيل سان ڪيا ۽ پنهنجن مشاهدن کي هڪڙي دلچسپ ڪتاب “ڪَئن مائوز ڪمٽ سوسائيڊ” ( Can Mouse Commit Sucicide) جي نالي سان ڇپرايو. ان جو مشاهدو آهي تہ جانور کي بہ جڏهن موت جو رستو سمجهہ ۾ اچي وڃي تہ اهو وري وري جي اذيت کان تنگ ٿي موت واري رستي تي هلي پوندو آهي. هڪڙي مشهور چوٽي آهي تہ هاٿي کي جڏهن بخار چڙهي وڃي تہ اهو ان تپش کي برداشت نہ ڪندو آهي. ڪنهن مٿانهين چوٽيءَ تي وڃي پاڻ کي هيٺ ڪيرائي ماري ڇڏيندو آهي.

## خودڪشيءَ کي روڪڻ جا مغربي طريقا:

نيويارڪ جي پادري دارن مُلڪ ۾ خودڪشي جي وڌندڙ وارداتن کان تنگ اچي 1885ع ۾ ان جي تدارڪ جو فيصلو ڪيو. ان 1906ع ۾ “نيشنل سيو لائيف ليگ” (National Save life league) جو بنياد وڌو. ان جو پٽ ۽ ياڻٽيو بہ ان جي مدد ڪري رهيا هيا. انهن اعلان ڪيو تہ جيڪڏهن ڪو شخص حالتن کان مايوس ٿي خودڪشي ڪرڻ گهرندو هجي تہ اهو ايئن ڪرڻ کان اڳ انهن سان رابطو ڪري، جيئن تہ اهي ٽئي پادري هيا ۽ انهن جي گفتگوءَ ۾ هميشہ واعظ جو رنگ هوندو هو. انهيءَ ڪري نہ تہ انهن جي جماعت ڪامياب ٿي سگهي ۽ نہ ماڻهن انهن جي گفتگوءَ مان فائدو ورتو. ماڻهو ان ڪوشش کي وساري ويٺا هيا تہ 2 نومبر 1953ع تي لنڊن جي سڀني اخبارن ۾ هڪڙو اشتهار ڇپيو.

"خودڪشي ڪرڻ کان اڳ ۾ فون نمبر 9000 تي ضرور ڳالهايو."

اهو اعلان لنڊن جي سينٽ اسٽيفن چرچ جي پادري چاڊ واراه ڇپرايو هو. ڪجھه ڏينهن اندر ان جي مشهوري ٿي وئي ۽ اهو پنهنجي ذات ۾ هڪڙي انجمن ٿي ويو. خير جي ڪم ۾ دلچسپي وٺڻ وارا سوين ماڻهو ان جي لاءِ رضاڪار ٿي ويا. ان جي دعوا آهي ته برطانيه ۾ 12000 رضاڪار آهن. جڏهن ته آسٽريليا، آمريڪا، ڪئناڊا، ملائيشيا، هانگ ڪانگ، هندوستان ۽ پاڪستان ۾ به ان جو شاخون کلي ويون آهن. پاڪستان ۾ انهن جي ڪنهن به ڪم ڪرڻ واري شاخ جي باري ۾ ڪڏهن ٻڌو ڪونه ويو آهي ۽ نه ئي ڪنهن اخبار ۾ انهن جو اشتهار ڪڏهن ڏٺو ويو.

پادري واراه جو خيال هو ته اهي ماڻهو جيڪي خودڪشي ڪرڻ گهرن ٿا، عام طور تي اڪيلائي جا ستايل مايوس، حضور شرم ۽ پريشان هوندا آهن. انهن کي پنهنجن مائٽن سان ڳالھه ڪرڻ ۾ شرم محسوس ٿيندو آهي. اهي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي ڳولا ۾ هوندا آهن جيڪو انهن جي ڳالھه آرام سان ٻڌي، پوءِ انهن کي تسلي ڏئي ۽ انهن جي ڳالھه به راز ۾ رهي. انهيءَ ڪري انهن رضاڪارن جي چونڊ کي به چڱو خاصو مسئلو بڻائي ڇڏيو آهي. ڪڏهن انهن جا انٽرويو ٿي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن ڪنهن چيو ته مان مشڪل کي سنڀالي وٺندس ته ان کي رد ڪري ڇڏيائون. چون ٿا ته هرهڪ سو رضاڪارن مان 80 کي رد ڪيو وڃي ٿو. انهن کي گمان آهي ته جڏهن ڪوئي پريشان حال انهن کي فون ڪندو آهي ته اهو اهڙي گمنام سان ڳالهائيندو آهي جو ٻئي هڪٻئي کي ڪونه سڃاڻندا آهن. اهڙيءَ طرح سوالي مطمئن ٿي ويندو آهي ته ان جي ڳالھه ظاهر ڪونه ٿيندي. فون ٻڌڻ وارن رضاڪارن جي مدد لاءِ پادري، ڊاڪٽر، نفسياتي ماهر ۽ گهريلو مسئلن جي ماهرن جو بورڊ هوندو آهي. ضرورت پوڻ تي اهي پاڻ انهن سان مشورو ڪري وٺندا آهن يا سوالي روبرو اچي ملڻ گهري ته اهڙو بندوبست ڪري سگهجي ٿو.

انهن جي ڪارڪردگي جي باري ۾ بيشلر جي تجزيي مطابق 1970ع ۾ پيرس جي دفتر ۾ 38000 فون آيا، جن ۾ 60 سيڪڙو سوالي

خودڪشي جي باري ۾ سوچي رهيا هيا. 115 ماڻهو اهڙا هيا جيڪي ذهني طور تي پاڻ کي ختم ڪرڻ جي عمل ۾ مصروف ٿيڻ وارا هيا.

فون ڪرڻ وارن جي دلچسپي جو تجزيو هيئن ڪيو ويو آهي.

16 سيڪڙو صرف معلومات حاصل ڪرڻ گهري ٿي.

37 سيڪڙو شديد ذهني مسئلن کي منهن ڏئي رهيا هيا.

16 سيڪڙو جا مسئلا اهڙا منجهيل هيا جو انهن کان خودڪشي ڪرڻ جو انديشو هو. باقي فون رڳو وقت وڃائڻ جي لاءِ هيا.

برطانيه ۾ تحقيق ڪرڻ واري هڪڙي ماهر جو خيال آهي ته اتان جي انهن 15 شهرن ۾ جتي اهي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن، خودڪشيءَ جي شرح ۾ 50 سيڪڙو گهٽتائي آئي آهي. جڏهن ته انهن جي مقابلي ۾ انهن 15 شهرن ۾ جن ۾ ڪم ڪرڻ وارا ادارا ڪونه هيا خودڪشي ڪرڻ جي شرح ۾ 20 سيڪڙو اضافو ٿيو. ان حوالي سان انگ اکر شايع ٿيل آهن.

البت، انهن انگن اکرن جي پيٽ مان اهو ثابت ڪونه ٿو ٿئي ته خودڪشي جي شرح ۾ گهٽتائي ان سماجي اداري جي وجود يا انهن جي محنت سبب ٿي. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته جن شهرن جي باري ۾ پيٽ ڪئي وئي آهي اهي انگلستان جا صنعتي مرڪز آهن. جن ۾ مسلمانن ۾ خاص طور تي پاڪستانين جي تعداد ۾ روزانو اضافو ٿيندو رهيو آهي. جيئن ته پنهنجي مذهب تي عمل ڪرڻ واري ڪنهن مسلمان کي خودڪشي جي ضرورت نه هوندي آهي، انهيءَ ڪري مرڻ وارن جي شرح ۾ گهٽتائي آئي. انهن شهرن ۾ بي اهم ڳالهه اها آهي ته اتي رهڻ وارن مسلمانن ۾ پنهنجي مذهب سان وابستگي وڌندي رهي. انهن مذهبي تعليم جي ادارن سان گڏ اتي مسجدون به تعمير ڪيون. ٻين ملڪن جا مسلمان عالم اتي اڪثر ويندا آهن. خودڪشي ڪرڻ وارا عام طور تي معاشري کان ڪٽيل ۽ اڪيلائي جا ستايل هوندا آهن. جڏهن ته ڪنهن عملي مسلمان جي لاءِ اڪيلو رهڻ ممڪن ڪونهي. ڇوته ان جو مذهب ان کي ڏينهن ۾ پنج ڀيرا اوڙي پاڙي جي ٻين مسلمانن سان گڏ مسجد ۾ اچڻ جي هدايت ڪري ٿو. پوءِ هر ستين ڏينهن جمعي

واري ڏينهن پري پري کان بہ مسلمان اچي ويندا آهن. عيد تي تہ پورو شهر گڏ ٿي ويندو آهي. جيڪي ماڻهو روزانو هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿيندا آهن انهن ۾ ڄاڻ سڃاڻ ۽ پنهنجائپ پيدا ٿي وڃڻ هڪڙي لازمي ڳالهہ آهي. جيئن تہ هر مسلمان جي لاءِ ضروري آهي تہ اهو پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي لاءِ سٺي ڳالهہ ڪري، ان جي تڪليف ۾ سهارو ٿئي، بيمار ٿئي تہ ان جي طبيعت پڇڻ لاءِ وڃي، بکايل هجي تہ ماني کارائي، بلڪ مسلمان هڪڙي جسم وانگر آهن. جيڪڏهن هڪڙي عضوي ۾ تڪليف هجي تہ پورو جسم متاثر ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري اسلام تي عمل ڪرڻ واري ۽ ايمان رکڻ واري کي خودڪشي جي ضرورت نہ پوندي آهي.

صحت جي عالمي اداري جو خيال آهي تہ معاشي ترقي ۽ تعليم جي عام ٿيڻ سان ماڻهن ۾ خودڪشي جي رجحان جي آهستي آهستي گهٽتائي ايندي ويندي. انهيءَ ڪري پادري چاڊ واراه يا ان جي انجمن جيڪڏهن ڪجهہ بہ نہ ڪري تہ خودڪشي جي شرح ڏينهون ڏينهن گهٽ ٿيندي رهندي. ان سلسلي ۾ پنجاب جي هڪڙي سول سرجن هڪڙو وڏو دلچسپ تجربو ڪيو.

انهن کي اولاد ڪونہ هئي. زال مڙس ۾ روزانو جهيڙو هو. هڪڙي ڏينهن زال روزاني جي جهيڙي کان تنگ اچي خودڪشي جي ڌمڪي ڏني. ڊاڪٽر صاحب ايئن تہ ماٺ ٿي ويو پر پنهنجي ملازمن کي هدايت ڪري ڇڏي تہ خودڪشي سان مرڻ واري ڪنهن عورت جو لاش پوسٽ مارٽم لاءِ اچي تہ ان کي ٻڌائڻ کان سواءِ ڪم شروع نہ ڪجو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪڙو لاش آيو. گهر ئي فون آيو تہ زال کي ڪنهن ٻي جاءِ تي وڃڻ جو چئي گڏ وٺي آيو ۽ آپريشن ٿيئٽر ۾ آيا. جتي ملازم مرڻ واري جي لاش کي چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ تيار هيا. ڊاڪٽر صاحب کي ڏسي انهن ان جو پيٽ چيريو. بئي ماڻهوءَ کارائي سان کوپري کپڻ شروع ڪئي. ان هڪ بہ سوال ڪيا، ڪجهہ هدايتون ڏنيون ۽ زال کي وٺي واپسي گهر آيو. زال تي ان دهشت ناڪ منظر جو ڪجهہ اثر هو پر ان ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ڪئي.

ڪجهہ ڏينهن گذريا تہ کل خوشيءَ ۾ زال کان پڇيائين تہ تنهنجي ان خودڪشي واري پروگرام جو ڇا ٿيو؟ اها ڇرڪي وئي تہ ان ڇيس

“تو اهو ته ڏسي ورتو ته خودڪشي ڪرڻ واريون عورتون ڪيئن اگهاڙيون ميز تي پيون هونديون آهن ۽ ملازم ڪيئن خراب نموني سان انهن جي جسم کي ڪپيندا آهن. هاڻي جيڪڏهن تون چاهين ته تون به ڪنهن ڏينهن ايئن ميز تي اگهاڙي پئي هجين ۽ دفتر جا ملازم تنهنجي عضون کي ڪپي ڪڍن ته بسم الله ڪري ڪنهن ڏينهن پهچي وڃ.”

پنهنجي اکين سان پوسٽ مارٽم وارو منظر ڏسڻ ان جي لاءِ عبرتناڪ بڻجي ويو. خبر ڪونهي ته ان جي ڌمڪي سنجيده هئي يا غير سنجيده مگر اها ان ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ کان به گهبرائيندي هئي. چوته هڪڙي شريف گهر جي پردي دار، روزي نماز جي پابند عورت جي لاءِ اهو تصور ئي ڀيانڪ آهي ته اها هڪڙي ميز تي اگهاڙي پئي هجي ۽ ڌاريا مرد ان جي جسم کي چيري ڦاڙي رهيا هجن.

ترڪيب گهڻي فائدي واري لڳي ٿي. پر پوسٽ مارٽم جو ڀيانڪ منظر جيڪڏهن ٽيليويزن تي ڏيکاريو وڃي ته اڪثر ماڻهو ذهني صدمي جو شڪار ٿي سگهن ٿا. ممڪن آهي پروفيسر نصيب اعوان ان جي ڪا آسان صورت ڪڍي غير يقيني ذهن وارن جي لاءِ عبرت جو ڪو سامان ڪري.

## اسلام ۾ خودڪشيءَ جي مسئلي جو حل:

خودڪشيءَ جي موضوع جي ڊگهي جائزي دوران اسان ان جي سببن ۾ انگن اکرن ۾ انهن مڙني سرگرمين جو به ذڪر ڪيو جيڪي مختلف ملڪن ۾ ان کي ختم ڪرڻ جي لاءِ جاري آهن. انهن سرگرمين کان پوءِ صحت جي عالمي اداري جي رپورٽن مان معلوم ٿئي ٿو ته پادري چاڊ واراه جون سررميون ۽ ٻيا سماجي ڀلائي جا مرڪز ان ۾ گهٽتائي آڻي ڪونه سگهيا آهن. جڏهن ڪو شخص خودڪشي ڪري ٿو ته اهو ڪيئن ممڪن آهي ته اهو ڪرڻ کان اڳ ۾ پادري صاحب يا ان جي عملي کي اڳواٽ اطلاع ڪندو.

مشاهدا ۽ انگ اکر ان ڳالهہ جو ثبوت آهن تہ مسلمان جيڪڏهن پنهنجي دين تي عمل ڪن ۽ انهن جي دلين ۾ ايمان موجود هجي تہ اهي خودڪشي نہ ڪندا آهن. ان جو آسان مطلب اهو آهي تہ خودڪشي کي روڪڻ جي آسان ترڪيب اها آهي تہ اسلام کي دل سان قبول ڪري ان تي عمل ڪيو وڃي.

جڏهن ڪو شخص ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسندو آهي تہ مايوسي ان تي ڇانئجي ويندي آهي ۽ اهو آئنده کان نااميد ٿي ويندو آهي. ان جو عام حل اهو آهي تہ اهو پنهنجو پاڻ کي ختم ڪري مصيبتن مان جان ڇڏائي. خودڪشي ڪرڻ وارو انهي لاءِ مايوس هوندو آهي جو ان جون سڀ ڪوششون ۽ وسيلا ان جي مدد ڪري نہ سگهندا آهن. هڪڙي مسلمان جي لاءِ ان صورتحال ۾ اميد جو هڪڙو وڏو مرڪز الله جي ذات آهي. ڇوتہ اها ڳالهہ ان جي ذهن ۾ ويٺل آهي تہ الله جا وسيلا لامحدود آهن. جڏهن اهو هر شي تي قادر آهي تہ اهو هن مشڪل ۽ پريشانيءَ کي حل ڪرڻ تي بہ قادر آهي. انهيءَ ڪري مايوسين جو شڪار جيڪڏهن مسلمان هجي تہ اهو ناڪامين جي انڌيري ۾ الله کي مدد جي لاءِ ٻاڏائيندو. جيئن تہ الله جي ٻاجهہ اڻ کٽ، وسيلا لامحدود، مصيبت ۾ ڪم اچڻ ان جي صفت، ساهہ جي رڳ کان ويجهو هجڻ ان جو شان ۽ هر پڪارڻ واري جي دانهن ٻڌڻ ان جي عادت آهي، اهو واعدو ڪري ٿو تہ جيڪو مصيبت ۾ ان تي دل جي خلوص ۽ يقين سان ڀروسو ڪري ٿو تہ اهو يقينن ان جي مدد ڪندو آهي. انهن حالتن ۾ اسلام تي يقين رکڻ وارو شخص خودڪشي ڪرڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪندو.

اها ڪيفيت انهن جي آهي جيڪي صرف سادڙا مسلمان آهن ۽ اهي پنهنجي مذهب جي مڙني تفصيلي ڳالهين کان پوريءَ طرح واقف بہ ڪونہ آهن. ان معاملي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا پنهنجا بہ واقعا وڏي اهميت رکن ٿا.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم غارِ حرا ۾ عبادت ڪري رهيا هيا تہ الله جو ملائڪ انهن وٽ پهرين وحي کڻي آيو. ان کين پڙهڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان پڙهڻ نٿو ڄاڻان. ان پاڻ سڳورن کي الله جي حڪم سان پڙهڻ سيکاريو. پاڻ سڳورن کي الله جو نبي هجڻ جي خوشخبري ٻڌائي وئي ۽ ماڻهن کي ڀلائي ڏانهن سڏڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. ان پهرين وحي کان پوءِ ملائڪ وري گهڻن ڏينهن تائين ڪونہ آيو. پاڻ سڳورن ماڻهن کي وحي الاهي جي آمد ۽ ڀلائي جون ڳالهيون ٻڌائڻ شروع ڪيون هيون تہ سلسلو ٽُٽي ويو. ڪجھہ ڏينهن جڏهن وحي نہ آئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ ان حوالي سان پريشان ٿي ويا ۽ ماڻهن بہ مذاق ڪرڻ ۽ ٺوڪون ڪرڻ شروع ڪيون. جنهنڪري پاڻ سڳورا مايوس ۽ پريشان ٿي ويا. مايوسي وڌي وئي تہ ملائڪ وري آيو ۽ الله تعاليٰ جو هي ڪلام نازل ٿيو.

"وَالضُّحٰى﴿۱﴾ وَالَّيْلِ اِذَا سَجٰى﴿۲﴾ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى﴿۳﴾ وَلَلْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ الْاُوْلٰى﴿۴﴾ وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى﴿۵﴾" (الضحيٰ) معنيٰ: ڪچڙي منجهند جو قسم آهي ﴿۱﴾ ۽ رات جو قسم آهي جڏهن ڇانئجي ٿي ﴿۲﴾ تہ اي پيغمبر! توکي تنهنجي رب نہ ڇڏيو ۽ نہ بيزار ٿيو آهي ﴿۳﴾ ۽ بيشڪ تنهنجي لاءِ پوئين (ڪاميابي) واري حالت پهرين (تڪليف واري) حالت کان بهتر آهي ﴿۴﴾ ۽ سگهو تنهنجو رب توکي ايترو ڏيندو جو تون راضي ٿي ويندين.

قرآن شريف جي انهن آيتن سان پاڻ سڳورن کي اطمينان ۽ سڪون ٿيو ۽ دل ۾ جيڪا مايوسي هئي اها ختم ٿي وئي. هڪڙي شاندار مستقبل جو واعدو بہ موجود هو ۽ سيني ڏٺو تہ الله تعاليٰ جو واعدو وڏي شان سان پورو ٿيو. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو تہ ڏهہ لک چورس ميل جو علائقو انهن جي نبوت جي حڪمراني هيٺ هيو. سندن صحبت ۾ ڏيڍ لک ماڻهو حجتہ الوداع جي موقعي تي موجود هيا. انهن آيتن جي انهن معجزن جي ڪري گهٻراهٽ ۽ پريشاني کي ختم ڪرڻ جي لاءِ انهن کي وري وري پڙهجي ۽ سڪون حاصل ڪجي.

جڏهن ماڻهن کي اسلام جو پيغام پهچايو ويو ته ان کي قبول ڪرڻ وارن جو تعداد گهڻو گهٽ هيو. گهڻائي انهن ماڻهن جي هئي جيڪي ٺوڪون ۽ چٿرون ڪندا هيا. اسلام قبول ڪرڻ وارن کي تنگ ڪندا هيا. جيڪو اسلام تي ايندو هو ان جي جان لاءِ عذاب اچي ويندو هو. انهن تڪليفن جي ڪري رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي دل ڏکوئجڻ هڪڙو لازمي نتيجو هو. الله تعاليٰ ڏٺو ته ماڻهن جي مخالفت ۽ وري وري تنگ ڪرڻ سبب انهن کي مايوسي نه وڪوڙي.

ارشاد ٿيو:

"فَلَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفۡسَكَ عَلٰٓى اٰثَارِهِمۡ اِنۡ لَّمۡ يُؤۡمِنُوۡا بِهٰذَا الۡحَدِيۡثِ اَسَفًا ﴿٦﴾ اِنَّا جَعَلۡنَا مَا عَلَى الۡاَرۡضِ زِيۡنَةً لَّهَا لِنَبۡلُوَهُمۡ اَيُّهُمۡ اَحۡسَنُ عَمَلاً ﴿٧﴾" (الڪهف)

معنيٰ: اي پيغمبر! جيڪڏهن اهي هن قرآن واري ڳالهه تي ايمان نه آڻين ته متان ارمان مان انهن پويان پاڻ کي هلاڪ ڪرين ﴿٦﴾ جيڪي زمين تي آهي سو اسان زمين لاءِ سينگار بڻايو آهي ته ماڻهن کي آزمايون ته انهن مان عملن ۾ وڌيڪ چڱو ڪير آهي ﴿٧﴾.

الله تعاليٰ طرفان تسلي ملڻ تي هر مسلمان جي دل ۾ اعتماد ۽ اطمينان پيدا ٿيو. پوءِ اهي دشمن جي طاقتن کان بي پرواهه ٿي مقابلي تي لهندا آيا ۽ جتي به ويا فتح انهن جا قدم چميا. اهي ماڻهو جيڪي بي اطميناني ۽ مايوسيءَ جو شڪار ٿيندا آهن، قرآن شريف انهن کي مخاطب ڪري فرمايو:

"وَاَنۡفِقُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَلَا تُلۡقُوۡا بِاَيۡدِيۡكُمۡ اِلَى التَّهۡلُكَةِ ۛۚ وَاَحۡسِنُوۡا ۛۚ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الۡمُحۡسِنِيۡنَ﴿١٩٥﴾" (البقره) معنيٰ: ۽ الله جي واٽ ۾ مال خرچ ڪريو ۽ پاڻ کي پنهنجي هٿن سان هلاڪت ۾ نه وجهو ۽ چڱائي ڪندا ڪريو. بيشڪ الله چڱائي ڪرڻ وارن کي دوست رکندو آهي.

هن نصيحت ۾ اطمينان ۽ سڪون جي لاءِ گهڻي اهم ترڪيب موجود آهي. ان جي بدران جو توهان ڪو خطرناڪ ڪم يا خودڪشي جي ڪوشش سان پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهو، ماڻهن تي احسان ڪيو. جڏهن توهان ڪنهن تي احسان ڪندا ته اهو توهان جو شڪر

گذار ڏيندو ۽ توهان ڪنهن بہ تڪليف جي وقت اڪيلا يا بي يارومددگار ڪونہ هوندا. ان سان گڏ واڌارو فائدو اهو آهي تہ الله بہ توهان سان محبت ڪندو.

يهودين جي شرارتن ۽ واعدي خلافين جي سلسلي ۾ الله انهن کان واعدو ورتو تہ اهي نہ تہ ٻين کي قتل ڪندا، نہ پاڻ ۾ رتوڇاڻ ڪندا ۽ نہ پنهنجو پاڻ کي پاڻ ماريندا. يهودي الله سان ڪيل انهن سڀني واعدن تان ڦري ويا.

"ثُمَّ اَنْتُمْ هٰٓؤُلَآءِ تَقْتُلُوْنَ اَنْفُسَكُمْ" البقره: 85)

جڏهن انهن پنهنجو پاڻ کي يا پنهنجي ئي قوم جي ماڻهن کي قتل ڪرڻ بند نہ ڪو تہ الله انهن تي پڌرو ڪري ڇڏيو تہ هاڻي انهن جي لاءِ هڪڙو وڏو سخت عذاب تيار آهي. ان مسئلي کي ۽ پاڻ مارڻ واري برائي کي اِڪتي هيئن واضح ڪيو ويو:

"وَلَا تَقْتُلُوْٓا اَنْفُسَكُمْ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُمْ رَحِيْمًا ﴿۲۹﴾ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ عُدْوَانًا وَّظُلْمًا فَسَوْفَ نُصْلِيْهِ نَارًا وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿۳۰﴾" (النساء) معنيٰ: ۽ اوهان پاڻ کي هلاڪ نہ ڪريو بيشڪ الله توهان تي مهربان آهي (۲۹) ۽ جيڪو ظلم ۽ زيادتي سان ائين ڪندو تہ ان کي باهہ ۾ وجهنداسين ۽ اهو ڪم الله لاءِ سولو آهي (۳۰)

جڏهن الله رحمدل ۽ مهرباني ڪرڻ وارو هر وقت موجود آهي تہ پوءِ پنهنجي جان ختم ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. ڇوتہ توهان جو مشڪلاتون حل ڪرڻ ان جي قدرت ۾ آهي.

قرآن شريف شروع کان ئي خودڪشي جي حوصلہ شڪني ڪئي ۽ اهڙو ارادو رکڻ وارن کي هدايت ڪئي تہ اهي الله جي ڏنل نعمتن کي ڇڏي اهڙي غلط ڳالهہ ڪرڻ جي بدران پنهنجي مشڪل ان جي سامهون ڪٽي اچن. اهو هرطرح سان مهربان ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي. ان جي برخلاف انجيل مقدس ۾ يهودا جي خودڪشي جو واقعو هيئن بيان ٿيل آهي:

مون گناهہ ڪيو جو بي قصور کي قتل لاءِ پڪڙايو. انهن چيو اسان کي ڇا؟ تون ڄاڻ. اهو هليو ويو ۽ وڃي پنهنجو پاڻ کي ڦاسي ڏني. (متي باب 12، 4 کان 7).

ان سان گڏ ڪنهن جاءِ تي بہ ذڪر ٿيل ڪونهي تہ پنهنجو پاڻ کي ڦاسي ڏيڻ هڪڙو غلط ۽ ناجائز ڪم هو ۽ ائين يهودا پهريان هڪڙي بي ڏوهي کي پڪڙايو ۽ پيو ڏوهہ الله جي ڏنل پنهنجي جان کي ختم ڪيو ۽ ائين ان بہ قتل ڪيا. سموئيل - II ۾ توريت مقدس ۾ آيو.

> پنهنجي شهر ۾ پنهنجي گهر ويو ۽ پنهنجي ڪتنب جو بندوبست ڪري پاڻ کي ڦاسي ڏنائين ۽ مري ويو. (23: 17).

توريت مقدس ۾ خودڪشيءَ جا ڪجهہ واقعا بيان ٿيل آهن. جن ۾ شمون قيدخاني ۾ پنهنجي جان ختم ڪئي. بادشاهہ سائول ۽ ابي ملڪ زخمي ٿي تڪليف برداشت ڪرڻ جي بدران پاڻ کي قتل ڪرايو. اهڙي قسم جو هڪڙو واقعو عهدِ رسالت ۾ بہ ٿيو.

> حضرت سهل بن سعد الساعدي رضہ روايت ڪئي آهي تہ جنگ حنين ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ گهمسان جي لڙائي ٿي. اصحابن مان قزمان نالي هڪڙي شخص وڏي بهادري ڏيکاري ۽ جتي بہ ڪنهن ڪافر کي ڏٺائين تہ ڊوڙي وڃي ان کي تهہ تيغ ڪري ڇڏيائين. ماڻهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون ان جي بهادريءَ جي تعريف ڪئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اهو شخص دوزخي آهي.
>
> اسان کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪونہ آئي ۽ اسان مان هڪڙو شخص ٻئي ڏينهن لڙائي ۾ ان جو مشاهدو ڪرڻ لاءِ سڄو ڏينهن ان سان گڏ رهيو. آخرڪار اهو زخمي ٿي پيو ۽ جلدي موت گهرڻ لڳو. ان پنهنجي تلوار کي اپو ڪري زور سان پنهنجي سيني ۾ کپائي ڇڏيائين. تلوار سيني ۾ اندر هلي وئي ۽ اهو مري ويو.

مشاهدو ڪرڻ وارو شخص ڊڪندو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ مان شاهدي ڏيان ٿو تہ توهان الله جا سچا رسول آيو. پاڻ سڳورن پڇيو تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ اسان ٻڌايو تہ توهان هڪڙي ويڙهو کي جهنمي قرار ڏئي رهيا هيا، اسان حيران هياسين تہ ڪهڙي ماجرا آهي. اڄ اهو زخمي ٿيو تہ زخمن جا

سور نہ سهي پنهنجي سيني ۾ تلوار کپائي ۽ خودڪشي ڪري ڇڏيائين. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڪجھہ ماڻهو ٻين کي ڏيکارڻ لاءِ جنتين وارا ڪم ڪندا آهن. مگر حقيقت ۾ دوزخي هوندا آهن. (مسلم).

ان واقعي ۾ قزمان جنگ ۾ وڏا ڪارناما انجام ڏنا. وڏي دليريءَ سان لڙائي ڪيائين پر زخمي ٿيڻ کان پوءِ تڪليف برداشت نہ ڪري سگهڻ ڪري پاڻ کي ماري ڇڏيائين. الله جي رسول تڪليف جي مقابلي ۾ بہ پاڻ مارڻ واري کي جهنمي قرار ڏنو. ڇوتہ اسلامي تعليم موجب پاڻ کي مارڻ وارو جهنمي آهي. ان ئي قسم جو هڪڙو واقعو حضرت امام حسن عليہ السلام کان بيان ٿيل آهي.

> رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: توهان کان پهريَن ماڻهن مان هڪڙي کي ڦرڙي نڪتي. جڏهن ان ۾ تڪليف ٿي تہ ان تير ڪڍيو ۽ ڦرڙي کي جهير ڏنائين. ان مان گهڻو رت وهڻ ڪري اهو مري ويو. توهان جي پروردگار فرمايو:
> “مون ان تي جنت حرام ڪري ڇڏي.”

اج ڪلهہ اهو بحث گهڻو عام آهي تہ اهي مريض جن جي ٺيڪ ٿيڻ جو امڪان ڪونهي يا جيڪي ناقابل علاج بيمارين جي ڪري اذيت جو شڪار آهن, جيڪڏهن انهن کي ماري ڇڏجي تہ اهو هڪڙو سٺو ڪم آهي. جرمني ۾ اهڙيون اسپتالون قائم هيون جتي ناقابل علاج مريضن کي علاج جي نالي تي سهڻي نموني سان اڳئين جهان موڪليو ويندو هو. اسلام ان کي بہ حرام قرار ڏنو. ڇوتہ حياتي ڏيڻ يا وٺڻ الله جو ڪم آهي.

خودڪشي جي باري ۾ حضرت ابوهريره رضہ روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

> “من قتل نفسہ بحديد, فحديده في يده يتوجابها في بطنہ في نار جهنم خالدًا مخلدًا فيها ابدًا ومن شرب سما فقتل نفسہ فهو يتحساه في نار جهنم خالدًا مخلدًا فيها ابدًا ومن تردي من جبل فقتل نفسہ فهو يتردي في نار جهنم خالدًا مخلدا فيها ابدًا.
> (مسلم).

ابوهريره رضہ جي اها روايت امام مسلم کي گهٽ قابل اعتماد ذريعن وٽان حاصل ٿي ۽ محدثن ان کي معتبر ۽ صحيح قرار ڏنو آهي.

(جنهن بہ شخص ڌار واري هٿيار سان پاڻ کي قتل ڪيو اهو دوزخ ۾ وچي پنهنجي پيٽ ۾ اهو هٿيار هميشہ ٽنبيندو رهندو ايئن هميشہ لاءِ ٽيندو رهندو. جنهن زهر پي پاڻ کي ماريو اهو هميشہ دوزخ جي باهہ ۾ رهي زهر پيئندو رهندو ۽ ڪڏهن بہ ڇوٽڪارو نہ ملندس.)

جنهن شي سان خودڪش ڪئي ويندي، مرڻ واري کي حشر جي ميدان ۾ ان سان عذاب ڏنو ويندو. خودڪشي ڪرڻ واري جا اڳيان سڀ سٺا ڪم رد ڪري ميساريا ويندا.

حضرت ثابت بن ضحاڪ رضہ کي اهو شرف حاصل آهي تہ ان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هٿ مبارڪ تي بيعت رضوان ڪئي هئي ۽ اهڙي طرح اهو انهن ڀلارن ماڻهن ۾ شامل ٿي ويو جن جي باري ۾ قرآن شريف ۾ فرمايو ويو:

جن ماڻهن ان وڻ جي هيٺان تنهنجي هٿ تي بيعت ڪئي هئي انهن تنهنجي هٿ تي نہ بلڪ الله جي هٿ تي بيعت ڪئي هئي. ڇوتہ الله جو هٿ تنهنجي هٿ جي مٿان هو. الله انهن سڀني کان راضي ٿي ويو ۽ تون بہ انهن کان راضي رهجان. (الفتح).

ان ثابت بن ضحاڪ رضہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

“ومن قتل نفسہ بشيء في الدينا عذب به يوم القيامت” (مسلم)

يعني: جنهن پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شي سان دنيا ۾ قتل ڪيو ان کي قيامت جي ڏينهن ان ئي شي سان عذاب ڏنو ويندو.

اسلام خودڪشي کي حرام موت ۽ مرڻ واري کي هميشہ جي لاءِ جهنم جي سزا ٻڌائي آهي. اهو دنيا جو پهريون مذهب آهي جنهن ۾ خودڪشي ڪرڻ وارن کي مرڻ کان پوءِ بہ سزا جو ٻڌايو ويو. بلڪ زندگي جي دوران خودڪشي ڪرڻ جي سڀني سببن کي هڪڙو هڪڙو ڪري امڪان کان خارج ڪري ڇڏيو. لاهور جي آبادي 40 لک آهي ۽

ان ۾ تقريبن 35 ماڻهو هر سال ڪامياب خودڪشي ڪن ٿا. جڏهن ته انگلستان جي پنجن صنعتي شهرن ۾ هڪڙي سروي جي مطابق 4 کان 5 هزار ماڻهو ساليانو خودڪشي ڪن ٿا. حالانڪ انهن شهرن مان هر شهر ۾ ان حرڪت کي روڪڻ ۽ حياتي کان مايوس ماڻهن کي حوصلو ڏيڻ جا سوين ادارا سرگرم عمل آهن.

پروفيسر نصيب اعواڻ خودڪشي جي قسمن تي بحث جي دوران ان جو هڪڙو اهڙو قسم به بيان ڪري ٿو جنهن ۾ پاڻ کي مارڻ وارو ڪنهن پروگرام يا اڳواٽ منصوبي کان سواءِ هڪدم مشتعل ٿي خودڪشي ڪري ڇڏي ٿو. اهو بلڪل ايئن آهي جيئن ڪو شخص هڪدم ڪاوڙ ۾ مشتعل ٿي ڪنهن رٿابندي کان سواءِ قتل ڪري وجهي ٿو. اسلام ان جي به اڳواٽ روڪٿام ڪئي آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم هڪدم مشتعل ٿي ڪيل قتل کي سزا جي حوالي سان ڄاڻي واڻي قتل ڪرڻ جي برابر قرار ڏنو آهي. پاڻ سڳورن جي مجلس ۾ هڪڙي پيري ماڻهن اهو ڄاڻڻ گهريو ٿي ته جيڪڏهن ڪوئي شخص پنهنجي زال کي غلط حرڪتون ڪندي ڏسي هڪدم ڪاوڙ ۾ پرجي ان کي قتل ڪري ته اسلام جو ڪهڙو موقف آهي. حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن ڏوهه ڪيو آهي ته ان کي باقاعده عدالت ۾ آندو وڃي. ڪنهن کي به اهو حق ڪونهي ته اهو قانون کي پنهنجي هٿ ۾ وٺي پاڻ ٻئي کي سزا ڏئي. هڪڙي شخص ڏوهه جي سنگيني کي گهٽائڻ لاءِ هڪدم ڪاوڙ ۾ اچي وڃڻ جو بهانو پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم ان کي رد ڪندي فرمايو ته ڪنهن مسلمان جي لاءِ ڪاوڙ ۾ اچڻ حرام آهي ۽ توهان کي ڪاوڙ ختم ڪرڻ جي ترڪيب ٻڌائي وئي آهي.

اسلام جو بنيادي عقيدو آهي ته الله هر شي تي قادر آهي. جيڪڏهن ڪو شخص اها ڄاڻندي ته الله هر پريشاني کي ختم ڪرڻ جي قدرت رکي ٿو ۽ اهو ٻاڏائڻ واري جي ٻڌي ٿو ۽ پوءِ به اهو فيصلو ڪري ته ان جي حالتن جي تقاضا آهي ته اهو پاڻ کي ختم ڪري ڇوته

ان جا مسئلا حل ٿيڻ جي حد ڪان ٽپي ويا آهن تہ اهو شخص الله جي عليٰ ڪل شيءٍ قدير هجڻ جو انڪاري آهي. تنهنڪري اهو خودڪشي ڪرڻ ڪان اڳ ڪافر ٿي ويو. ان الله جي قدرت جو انڪار ڪيو. ان الله جي ڏنل جان کي ضايع ڪيو. انهن ڏوهن جي سزا، بهرحال، ان کي ملندي.

صحت جو عالمي ادارو ۽ ٻيا سماجي ڀلائي وارا ادارا هڪڙي عرصي کان خودڪُشي جي حادثن کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن. انهن سيني جي گڏيل ڪوشش کان پوءِ ۽ خودڪشي جي سببن ۾ لاڙي تي سوين ڪتابن ۽ تحقيقي مقالن کان پوءِ صورتحال اتي جو اتي بيٺي آهي جتان هلي هئي. ان جي مقابلي ۾ ڏسو تہ اسلام ان مسئلي کي هر طرف کان ان وقت کنيو جڏهن انسان نفسيات ۽ عمرانيات کان واقف ئي ڪونہ هو. مسلمان جي لاءِ خودڪشيءَ جون صرف بہ صورتون آهن. پهرين اها تہ خودڪشي ڪرڻ کان پهريان اهو ڪافر ٿي وڃي يا اهو دماغي مريض هجي. ورنہ دنيا جي سيني کان وڏي نفسياتي ماهر اسان جي آقا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪنهن بہ مسلمان جي لاءِ پاڻ کي مارڻ جو هر بهانو ختم ڪري ڇڏيو ۽ ان کي عزت واري ۽ وقار واري زندگي گذارڻ جو سليقو سيکاري ڇڏيو آهي.

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

= = = = = = = = = = =

## سِڌي واٽ جو ڏَس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

1. ستارن ۾ لڪيل. سوڪي جي ڪهاڻي.

(رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي.)

...............

2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

................

3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

................

4. حضرت محمّد ﷺ

جو آفاقي پيغام

............

5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا

(ميدانِ ڪربلا)

..........

6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

................

7. اسلام جي تاريخ

(دي اسپرٽ آف اسلام)

............

8. شانِ حضور

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

.............

9. پير ڪامل

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

............

## سنڌيڪار جا ٻيا ڪتاب

= = = = = = =

### 1. محمد ﷺ

انگريز ليکڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)
جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو

.........

### 2. سيرتِ رسول ڪريم ﷺ

امام علي خامنائي مد ظلہ العالي جي تقريرن جو ترجمو

..........

### 3. نورالثقلين

عربي ڪتاب فرائدالسمطين جو ترجمو

.........



مُنور ٻُٽ



احمدرضا آگرو

اسلام هڪڙو آفاقي دين آهي جنهن جي تعليمات انساني حياتيءَ جي هر موضوع تي آفاقيت جي مُهر هڻي ڇڏي آهي. تنهن ڪري ”صحت ۽ تندرستي“ جي حوالي سان ڏٺو وڃي ته اسوه حسنه ﷺ جي روشنيءَ ۾ به مڪمل رهنمائي ملي ٿي.

اها هڪڙي حقيقت آهي ته سيرت النبي ﷺ ۽ قرآن شريف اڻلڀ ڪناري وارا سمنڊ آهن. البت، جنهن ڳالهه جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي اُها اِها آهي ته جنهن حد تائين ممڪن ٿئي انسان ان جي ڄاڻ ۽ سمجهه حاصل ڪري ۽ ان جي مدد سان دين جي روح تائين پهچ حاصل ڪري.

سنڌ جي سنڌيڪار اديب محترم مُنورٻُٽ وڏي عقيدت ۽ محبت سان اردو ڪتاب ”نبي اڪرم ﷺ بطور ماهر نفسيات“ جو سنڌي سليس ٻوليءَ ۾ ترجمو پيش ڪيو آهي. جنهن لاءِ هو مبارڪباد جو حقدار آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن قسم جا ڪتاب شايع ٿيڻ گهٽجي ويا آهن. هن ڪتاب ۾ انساني ڪردار، اخلاقيات، معاملات، نفسيات ۽ معاشرت جي متعلق مواد پيش ڪيل آهي. جن ۾ خوف ۽ ڊپ، ڏک ۽ صدمو، مايوسي، پريشاني، خودڪُشي، نشو، شادي، خواب، پوشاڪ، احساسِ گناهه، احساس ڪمتري جبليت جهڙن انيڪ موضوعن کي اسلامي نقطه نظر ۾ ڇنو ۽ واڇو ڪيو ويو آهي ۽ انساني زندگيون بچائڻ لاءِ رهنما اصول ٻڌايا ويا آهن.

احمدرضا آگرو